# اسان مرڻا ناهيون

## آتم ڪٿا



اقبال ملاح

آتم ڪٿا

# اسان مرڻا ناهيون



ليکڪ

## اقبال ملاح

باک ڦٽي پبليڪيشن سنڌ

باک ڦٽي پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر 16


ڪتاب جو نالو: اسان مرڻا ناهيون
موضوع: آتم ڪٿا
ليکڪ: محمد اقبال ملاح
تعداد: 2000 (ٻہ هزار)
ڪمپوزنگ: امتياز علي چانڊيو
ڇاپو پهريون: سيپٽمبر 2017ع
ڇپيندڙ: باک ڦٽي پبليڪيشن سنڌ (ميهڙ)
ڇپائيندڙ: پاويل جوڻيجو، امتياز علي چانڊيو
03033534729، 03333416832

مُلهہ: -/500

**Bakh Phuti Publication Sindh**
By: Pavel Junejo, Imtiaz Chandio
03033534729, 03322663718

# ارپنا

منهنجي امڙ حاجل ۽ بابا سائين واحد بخش ملاح جي نالي جيڪي
مون لاءِ تتل اس ۾ گهاٽي وڻ جي ڇانوَ جيان رهيا

---

## سونهن سٿاءُ

- اداري پاران: پاويل جوٽيجو-امتياز علي چانڊيو
- پنهنجي پاران: اقبال ملاح
- مهاڳ: امداد چانڊيو
- اقبال بابت ٻه اکر: امداد سومرو
- ککاوان گهر ۽ منهنجو جنم
- گهاڙي جو ٽيٻو خاندان ۽ ڪامريڊ
- اسٽڊي سرڪل ۽ ڪچهريون
- ٿوڙهي ڦاٽڪ واقعو
- مزدوري ۽ هارپو ڪرڻ
- اڌورو خواب
- ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شموليت
- ڪميونسٽ پارٽي ۾ شموليت
- جيئن لُڪ لڳي تيئن رڪ ٿيا
- قافلا هلندا رهيا
- ڪنڊياري ۾ هاري ڪانفرنس
- نذير عباسي جي شهادت
- نذير عباسي جي موتيا ۽ وائيسز گروپ
- 83 واري تحريڪ جڏهن سنڌ ويٽنام ٿي
- بروهي هوٽل تي ٿيندڙ بحث
- ڪامريڊ ساٿين جون گرفتاريون
- سنڌ ۾ ڏاڙيل ڪلچر ۽ اسان جون رولاڪيون
- وسأريان نہ وسرن
- چاڪنگ، گيت ۽ شاعري
- جام ساقي ڪيس ۽ ان وقت جي ميڊيا

- محترمہ بينظير ڀٽو جي وطن واپسي
- ڪامريڊ ساٿين جي آزادي
- ضياءُ الحق جي موت جي خبر
- **ڄام ساقي جو ساٿين سميت دورو ۽ اختلاف**
- قومي انقلابي پارٽي جو نهڻ
- پيهر منظم ٿيڻ لاءِ جتن
- منهنجي شادي تي ڊاڙيلن جي ڪاهہ
- ڊي ايس ايف ۽ سنڌ يونيورسٽي
- بائيڪاٽ جي بائيڪاٽ جو اعلان
- ٽريڊ يونين آفيس
- سنڌي مهاجر جهيڙا
- ڪميونسٽ تحريڪ ۽ ڪامريڊ همدرد
- سويت انقلاب جي پڄاڻي ۽ اسٽالن
- ڪميونسٽ پارٽي جو اوپن ٿيڻ ۽ ورهاڱو
- مايوسيءَ جو موت ۽ نئين زندگي
- ڄام ساقيءَ جو اليڪشن ۾ بيهڻ
- **جمهوري تحريڪ**
- هڪ مسڪين ٽري جو موت
- ڪمون شهيد کان ڪراچي تائين لانگ مارچ
- ڪامريڊ ڄام ساقي کي برين هيمرج ٿيڻ
- محترمہ بينظير ڀٽو، ڄام ساقي ملاقات
- وطن دوست انقلابي پارٽي
- سنڌ جو قومپرست سوشلسٽ عبدالواحد آريسر
- سنڌ دوست انقلابي پارٽي
- بختاور سان شادي
- منهنجو صحافتي سفر

- ڪاپي خلاف رپورٽنگ ڪندي ڪنيجي وڃڻ
- پير صاحب پاڳاري سان ملاقات
- ممتاز ڀٽي جي سائين جي ايم سيد سان ملاقات
- رسول بخش پليجي سان رسڻ ۽ پرچڻ
- مخمد ابراهيم جويو جون ڀنل اکيون
- سنڌ ترقي پسند پارٽي ۾ اختلاف
- بلوچستان ۾ خير بخش مري سان ملاقات
- ٽنڊوبهاول سانحو
- سعيد افضال جي اک سان ڏٺل ڪجھ منظر
- مير مرتضيٰ ڀٽو جي شهادت
- محترم بينظير ڀٽو سان ملاقات
- پرويز مشرف جو منهنجي سوال تي چڙڻ
- ڪالاباغ ڊيم ۽ ڪروڙن جا اشتهارن
- ڪالاباغ ڊيم خلاف ويڙهاند ۽ اڳواڻن جو رسڻ پرچڻ
- علي محمد خان مهر جي استعيفيٰ جي ڪهاڻي
- ڄام ساقيءَ جي گرفتاري ۽ روپوشي
- اڪبر خان بگٽي ۽ رئوف ساسولي جو ڪنيجي وڃڻ
- مشرف جي ايمرجنسي ۽ اسان جون گرفتاريون
- محترم بينظير ڀٽو جو حيدرآباد ۾ اچڻ
- ڳڙهي خدا بخش جو درد
- آصف زرداري جو پاڪستان کپي وارو نعرو
- قاتل ڳوليا نہ لڌا
- ايوان صدر ۾ آصف زرداري سان ملاقات
- نواز شريف ترقي پسند هائوس کان پنجاب هائوس تائين
- جيئي سنڌ قومي محاذ جو ٺهڻ ۽ ٽٽڻ
- سيد جي ورسي مخدوم بلاول تي

# اداري پاران

باک ڦٽي پبليڪيشن پنهنجي وجود کان وٺي اڄ تائين 16هن کان وڌيڪ ڪتاب ڇپائي چڪي آهي. انهن ڪتابن مان ڪيترائي ڪتاب سياسي مضمونن ۽ ڪيترائي ڪتاب مختلف سياستدانن جي سوانح حيات تي مشتمل آهن، جيڪي مارڪيٽ ۾ موجود آهن. اڄ جڏهن سنڌ جي صوفياڻي رنگ ۾ رڱيل سنڌ جي ترقي پسند سياست، سنڌ جي عوامي حقن واري جديد صحافت کي پنهنجي زندگيءَ جي 25 سالن کان وڌيڪ عرصو ارپيندڙ اقبال ملاح جو هي ڪتاب "اسان مرڻا ناهيون" شايع ڪري رهيا آهيون تہ 1917ع واري بالشويڪ انقلاب وارن ڏينهن ۾ مئڪسم گورڪي جي "ماءُ" نالي ڪتاب جيان اقبال ملاح جي هيءَ آتم ڪٿا بہ سنڌ ۾ ان قسم جو سياسي ماحول جوڙڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو. اقبال ملاح جي ان آتم ڪٿا جي ڪتاب کي پڙهي ڇپائڻ وقت مون کي ۽ منهنجي دوست امتياز چانڊيو جي ذهن ۾ عظيم شاعر قاضي نذرالسلام جو هي نظم اقبال ملاح جي هن ڪتاب جي مناسبت سان اقبال ملاح جي زندگي جي آتم ڪٿا لاءِ ٺهڪي ٿو اچي،

مون ڪنڌ پنهنجو اوچو رکيو
هماليہ ڏسي ٿو ۽ ان جون چوٽيون پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏين ٿيون،
مان ڪائنات جي وڏي آسمانن جون سرحدون لتاڙي ويو آهيان،

۽ هميشه ايري رهيو آهيان، منهنجو ڪنڌ هميشه اوچو رهي ٿو
مون کي ڪو به تابع ڪري نٿو سگهي، مان طوفان آهيان،
مون کي ڪو به روڪي نٿو سگهي،
مان رات جي پڇاڙي ۽ روشنيءَ جي شروعات آهيان،
۽ بيوه جي اکين جو ڳوڙهو آهيان،
منهنجو ڪنڌ هميشه اوچو رهي ٿو.

اقبال ملاح جي هيءَ آتم ڪٿا جيڪو به پڙهندو ته اهو اها ئي راءِ قائم ڪندو ته اقبال ملاح، نذر السلام جي ان نظم جيان هر دور ۾ پنهنجو ڪنڌ اوچو رکيو آهي. اسان جڏهن هي ڪتاب پنهنجي اداري طرفان ڇپائي رهيا آهيون ته اسان کي والٽيئر جي هيءَ ڳالهه ياد اچي رهي آهي ته ”اسان کي گذاري ويل ماڻهن لاءِ فقط هڪڙو ڪم ڪرڻ گهرجي ته انهن جي باري ۾ فقط سچ چئجي ۽ سچ لکجي.“ اقبال ملاح پنهنجي هن ڪتاب ۾ جيڪو ڪجهه لکيو آهي ۽ بيان ڪيو آهي، اهو هڪ سچ آهي. اهڙو سچ ته سچ جو سچ ايرٽو آهي، صبح نيٺ ته ٿيڻو آهي. هي اسان جي ڪاوش ڪيتري ڪارائتي آهي، ان بابت سنڌ جي باشعور ماڻهن جي راءِ جو انتظار رهندو.

## ساٿ سلامت سنڌ سلامت

پاويل جوڻيجو- امتياز علي چانڊيو
03322663718 -03033534729
imtiazchandio82@gmail.com
باک ڦٽي پبليڪيشن سنڌ

# پنهنجي پاران

آئون اڄ ڏهن 10 سيپٽمبر 2016ع تي صبح جو 11 وڳي 46 سالن جي ڄمار ۾ قاسم آباد جي الفريد اسڪوائر جي چوٿين ماڙ جي ٻن ڪمرن واري هڪ ننڍڙي فليٽ ۾ ويهي پنهنجي آتم ڪهاڻي لکڻ جي شروعات ڪري رهيو آهيان، تنهن گهڙيءَ مون کي فقط هڪڙي ڳالهہ اُتساهي رهي آهي تہ اسان جهڙن ماضيءَ جي سياسي ڪارڪنن انقلاب جي رومانس جي پڄاڻيءَ کان پوءِ صحافت يا روزي روٽيءَ لاءِ ٻيو ڪو جتن ڪندڙ دوستن کي پنهنجي زندگي جي درد ڪٿا يا سياسي ۽ نظرياتي حالتن، واقعن ۽ تبديلين، سماجي پيچ ڊاهہ ۽ ان سان لاڳاپيل شخصيتن تي ضرور لکڻ گهرجي تہ جيئن هڪ دؤر ڪتاب جي شڪل وٺي هميشہ لاءِ تاريخ جو حصو ٿي وڃي. مون تہ ان لاءِ بہ لکڻ پئي چاهيو جو منهنجي سامهون انقلابي تحريڪون تباهہ ٿيون آهن، آدرش ٽٽا آهن، اڳواڻ ڪٽا آهن، ڪي سياسي ڪارڪن ديوانا ٿي ويا تہ ڪن وڃي مئہ خانا وسايا. مون تہ خاندانن جا خاندان برباد ٿيندي ڏٺا آهن، مون تہ اُهي گهراڻا بہ ڏٺا آهن، جن نظرين ۽ سياست کي ڏاڪڻ طور استعمال ڪري ”انقلابن“ ۽ ”سنڌ“ جي نالي ۾ پنهنجو طبقو ئي مٽائي ورتو آهي، هو ڪروڙ پتي ۽ ارب پتي ٿي ويا. مون ايوان صدر ۾ هڪ صحافي طور لنچ بہ ڪئي آهي تہ ٻئي طرف سنڌ ۾ ڳڀرو جوانن جا گولين سان ڇڏا ٿيندڙ جسم بہ ڏٺا آهن، هڪ دور

جيڪو ذهن جي اسڪرين تي موجود آهي، سوچيم زندگي ڪنهن وقت به مون کي موت جي ياڪر حوالي ڪري سگهي ٿي، تنهن ڪري ”حق موجود“ چئي من ۾ موجود تڪيون منيون ڳالهيون پنهنجي پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچايا. هن قلمي پورهئي ۾ سهڪار ڪرڻ تي آئون ٿورائتو آهيان، منهنجي دوست امداد سومرو، پاويل جوڻيجو، امتياز چانديو، منصور مري، مقبول ملاح، عتيق ملاح جو جن هن تخليقي ڪم ۾ منهنجي مدد ڪئي، مون پنهنجي هن يادگيرين ۾ 1990ع کان وٺي اڄ تائين جي صحافتي سفر جا ڪيترائي اهم واقعا، قلمي پورهيو ۾ رولاڪيون نہ لکيون آهن. منهنجي خواهش آهي تہ منهنجو ٻيو ڪتاب صحافت واري زندگي ۾ يادن تي مشتمل هوندو.
يار زنده، صحبت باقي

اقبال ملاح
5 جون 2017
حيدرآباد

# مهاڳ

ڏينهن تتي جو آيو آهين، اڳ ۾ آئين ڇو نہ اياز!
ڇپري ڇپري ڇانوَ هُئي، جنهن وقت نِمن ۾ ٻُورهيو!

اقبال ملاح، اڄ جي صحافتي کيتر ۾ هڪ ڄاتل سڃاتل نانءُ آهي، هن جو جنم مٽيءَ هاڻن ماڻهن جي وچ ۾ گهاڙي ڳوٺ ميهڙ ۾ ٿيو. گهاڙي جيڪا سنڌ جي پهرين مسلمان سنڌي عورت ناول نگار مرحومہ بادام ناتوان، مشهور دانشور ۽ سنڌ جي قومپرست ۽ ترقي پسند شخصيت مير ٿيٻي، (جيڪو اڄڪلهہ پاڻمرادو آمريڪا لڏي وڃي اتي جو شهري ٿيو آهي) ناميار ي ڪهاڻيڪار ۽ سنڌ يونيورسٽي جي پروفيسر مرحومہ نسيم ٿيٻو جو ڳوٺ پڻ آهي. هتي ئي مير جي وڏن ڀائرن گلزار ٿيٻو، مختيار ٿيٻو (مرحوم) ۽ ننڍي ڀاءُ شهزادو ٿيٻو جي صحبتن ۾ باغي نوجوانن ۾ انقلابي خيالن جي آبياري ٿي. ٿيٻا ڀائر ون يونٽ مخالف زماني کان حيدرآباد جي اوائلي قومپرست ۽ ڪميونسٽ تحريڪ جي اڳرن هيٺ رهي چڪا هئا ۽ سندن والد عبدالباقي جي وڏيرڪي پسمنظر باوجود هو روايتي وڏيرڪي نظام جي خلاف هئا، جنهن ۾ سندن والده بادام ناتوان جي باغيانہ روح جي تربيت جو پڻ هٿ هو. اقبال ملاح سان گڏ الهڏنو/پاويل جوڻيجو ۽

معشوق ملاح گهاڙي جي مير ٽيبي وارن کان پوءِ ان انقلابي خمارن ۾ جوپن ماٽيندڙ ٿهي هئي. اقبال ملاح جو سنڌ جي ان انقلابي ٿهيءَ سان واسطو آهي، جنهن 80 ۽ 90 جي ڏهاڪن دوران آمريت مخالف ماحول ۾ شعور جي اک کولي پر کيس ترت ئي ڪميونسٽ پارٽي جي ورهاست ۽ سويت يونين جي ڊهڻ واري جهٽڪي Shock سان منهن مقابل ٿيڻو پيو. حقيقت ۾ هيءُ رڳو ڪن پارٽين جي يا ڪن نظامن جي ڊهڻ جو ئي قضيو نه هو، پر اڻ ڳڻين نوجوانن جي انقلابي اڌمن، جذبن ۽ حسرتن جو قتل پڻ هو، جن وٽ خواب هئا تبديليءَ جا ۽ هڪ نئين نظام جي اڏاوت جا.

اقبال، پنهنجي هن آتم ڪٿا نما لکڻي ۾ بيحد سچائي سان پنهنجي جنم ڀومي، ننڍپڻ جي غربت ۽ محنت ڪشيءَ جي جياپي واري جنگ جو لمحي لمحي جو احوال لکيو آهي. هن جي من اندر جي سچائي لفظ لفظ مان ٽپڪي ٿي. هو پنهنجي والد صاحب، امڙ ۽ ڀينرن سان، ادي گلزار ۽ ڊاڪٽر بختاور سان ڪيترو نه پيار ٿو ڪري، هو پنهنجي سنيال ڪندڙ سندس والد صاحب جي دوست جي تربيت هيٺ رهڻ جي به ڪا شڪايت نٿو ڪري، هو مون کي ان لحاظ کان هڪ نرالو انسان ۽ ڪردار ٿو لڳي. معشوق ۽ سندس جاکوڙ، محنت مزدوري ڪرڻ ۽ سندس اعليٰ درجي جي خودداري بيشڪ هڪ اعليٰ انساني گڻ آهي، جنهن ۾ اسان جي نوجوان نسل لاءِ سکڻ لاءِ گهڻو ڪجهه آهي. اقبال اندر جي ڀرپور اڌمن سان پنهنجي سياسي سفر ۽ مهمن جو ذڪر ڪيو آهي. جنرل ضياءَ جي آمريت، ايم آر ڊي تحريڪ، سنڌ جي مختلف سياسي ڪردارن ۽ شخصيتن جو ايثار ڪرڻ ۾ هن ڪنهن ڪنجوسيءَ ۽ تنگ نظريي جو مظاهرو گهٽ کان گهٽ ڪيو آهي. ڪامريڊ جام ساقي ته هونئن ئي هن لاءِ ۽ اسان گهڻن لاءِ اتساهيندڙ انقلابي رهنما رهيو آهي، پر اقبال سائين جي ايم سيد، رسول بخش پليجو، مرحوم ارباب کهاوڙ ۽ ويندي ادريس چانڊئي کي به جڻ ته محبتي منٰ ٿي پنهنجو ڪري ليکيو آهي ۽

انهن بابت لکيو آهي. ڪميونسٽ سياست جي وکرجي وڃڻ کان پوءِ اقبال صحافتي دنيا ۾ داخل ٿيو ۽ اجا تائين ان جو حصو آهي. پر سنڌ جي موت ۽ جياپي جي سوالن تي هن ۾ اهو ”سرخو روح“ جنرل مشرف اڳيان بہ تڙپي پيو هو ۽ پڙڪي اٿيو هو.

مون کي اميد آهي تہ اقبال جي شخصيت جي پيڙهہ ۾ محنت ڪشي ۽ خودداري جي ظرف واري مٽي شامل آهي، ان ڪري اڳتي بہ هو هن سرزمين ۽ ان جي عوام جي مجموعي نجات وارن قومي ۽ سماجي مفادن سان هم آهنگ روشن خيال ۽ ترقي پسند راهہ جو پانڌيئڙو ۽ سونهون بڻجي هلندو.

واسينگن جي واٽ، آهي سفر سچ جو،
ڪيئي ٿيا ڪاٺ، هلندي حبيبن ڏي (اياز)

اقبال ملاح، ڊاڪٽر بختار ڄام
۽ سندس پوري ڪٽنب لاءِ نيڪ تمنائن سان.

**امداد چانڊيو**

**ڄامشورو تاريخ 7 جون 2017**

# ليکڪ بابت ٻه اکر

## سپريان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪين ڪجي

ڪتاب ائين لکيا ويندا آهن.... جيئن روح مان دٻيل رڙ اچانڪ نڪري وڃي، ڪنهن ٻارڙي جا پير ٿانڊن تي پئجي وڃن، اکيون اوچتو پاڻيءَ سان ڀرجي اچن، ڪوئي پراڻو گيت اچانڪ ياد اچي وڃي يا جيئن پاسترناڪ جي ناول "ڊاڪٽر زواگو" ۾ ڊاڪٽر زواگو ٽيوب اسٽيشن تي سندي محبوبا لارا کي اوچتو ڏسي ٿو ۽ هن کي رڙ ڪري سڏڻ گهري ٿو اوچتو دل جو دورو پوڻ سبب اتي ئي مري وڃي... ائين ئي ٿيندو آهي.

سو منهنجي دوست اقبال ملاح جو ڪتاب پڙهي ائين محسوس ٿيو جڻ ايم آر ڊيءَ جي ٽتل اس اجا هٽي نه هجي ۽ هو اجا ٻاروتڻ وارين گهٽين مان پوريءَ طرح نڪري نه سگهيو هجي، جيڪي گهٽيون ميهڙ جي بروهي هوٽل ڏانهن وينديون هيون. تازو مون ۽ اقبال پاڻ کي ميهڙ جي گهٽتا گهر چؤنڪ تي بيٺل ڏٺو ۽ هو بروهي هوٽل کي ياد ڪرڻ لڳو، جيڪو هاڻ ڊهي چڪو آهي. ڪانڪريٽ پٽين جي نهيل هوٽل ته ڊهي چڪي آهي پر دل ۾ اها هوٽل اڄ به آباد اٿس.

هيءَ آٽوبايوگرافي ائين شروع ٿئي ٿي جيئن ايوان ترگنيف جي ناول A Virgin Soil جا ڪردار ماضيءَ جي ڌنڌ مان ٻاهر نڪري اچن ٿا. ترگنيف جو، اهو ناول روح رلائيندڙ آهي، نه ڄاڻان ڇو

منهنجي دل چئي ٿي تہ اهو ٻيهر پڙهان. سو هي سماچار آهي اقبال جو، معشوق جو ۽ پاويل جو... حيدر بخش جتوئي لائبرريءَ جو...شهزاد ٽيبو، مختيار ٽيبو، مير ۽ جملي ٽيبا خاندان ۽ سندي نظرياتي ڪميون، وائسز گروپ ۽ موتيا...نذير عباسي ۽ جمال نقوي... ڀاڄائي بختاور ۽ ڀاڄائي گلزار... لينن تي ڳالهائيندڙ ڇوڪرا جيڪي صبح جو سرن لاءِ متي ڳوهين ٿا، پمفليٽ لکن ٿا، نعرا هڻن ٿا ۽ سارين جو لابارو ڪن ٿا تہ ڪڏهن شهزاد ٽيبي جي اوطاق تي ويسٽرن ميوزڪ ٻڌن ٿا پر نہ ٿا وسارن تہ هو کهڙي طبقي مان آيل آهن، تہ ڏک بہ طبقي ٻٽاندڙ ٽيندا آهن. رڳو ان طبقي جي ماڻهوءَ کي سڌ هوندي آهي تہ مائرون رڌڻن ۾ گونگا ڳوڙها ڪيئن لڪائي ڳاڙينديون آهن جن وٽ گنديءَ ۾ ان نہ هوندو آهي پر دل وڏي هوندي آهي.
سو هيءَ سرگذشت انهيءَ امڙ جي آهي جنهن ڪڏهن شڪايت نہ ڪئي تہ گهر ۾ اٽو ڪونهي ۽ هليو آهين کولن کي گهر گهرائڻ.... عوامي تحريڪ جي لانگ مارچ ۾ آيل ساٿين ۽ ساٿياڻين جي ميزباني اقبال جي ماءُ ۽ ڀينرن ڪئي. اقبال پنهنجي امڙ ۽ ابي جو ذڪر انتهائي سڪ ۽ احترام سان ڪيو آهي. هڪ باس جيڪا اقبال جي ابي سندي ڄمڻ تي پوري ڪئي هئي، هڪ حساب ۾ اقبال هيءَ ڪتاب لکي پنهنجي امڙ ابي جي لفظن جي صورت ۾ باس پوري ڪئي آهي. لفظن جي باس.
اقبال سنڌ جي 80ع واري ڏهاڪي جو ماڻهو آهي ۽ اسان وانگر هن جي شعور ۾ ذوالفقار علي ڀٽو جي ڦاهي تاحال جهولي رهي آهي. جنرل ضياءُ اسان جي ننڍپڻ ۾ زهر جيان لٿل آهي ۽ هن جو موت (جسماني طرح) اسان لاءِ ڊاڪٽر آڪاش چواڻي، زندگيءَ جي ذليل گهڙين ۾ عظيم خوشيءَ کان گهٽ ناهي.
اقبال ميهڙ جي گهٽين کان محمدي پلازا تائين ايمانداريءَ سان پنهنجو حال ٻڌايو آهي. هن ڪجهہ لڪايو ناهي. غربت ۾ ڪنڌ مٿي ڪٽي جيئڻ جو فن مهانگو ضرور هوندو آهي پر ان ۾ جيڪو شان هوندو آهي، ان جي ڪا حد ناهي. مارڪسزم کان

جرنلزم تائين ۽ جرنلزم کان تصوف طرف جهڪاءُ هن جي ننڍي
ڪنڊ جي روايت طرف واپسي آهي. مان ان ڪتاب کي مڪمل نه
چوندس جو منڪملتا نالي ڪا شيءِ نه ٿيندي آهي. مون اقبال کي
هڪ ڪچهريءَ ۾ چيو ته تو ڪتاب جي پوئين حصي ۾ ايتري
تڪڙ کان ڪم ورتو آهي جيئن موت جي سرڪس ۾ موٽر
سائيڪل سوار تيزي ڪندو آهي، پر زندگي ائين آهي....موت جي
سرڪس ۾ موٽر سائيڪل وانگر تيز رفتار.... پر رهجي ويل
ڳالهيون ٿيڻ گهرجن. اقبال کي حيدرآباد ۽ خاص ڪري 90ع واري
جرنلزم بابت ائين لکڻ گهرجي جيئن هن ساٿي پارڙا سنگت، ڊي
ايس ايف ۽ ايم آر ڊيءَ تي تفصيلي لکيو آهي. 90ع وارو جرنلزم
اصل ۾ نوي واري جمهوريت وانگر هو پر اڄوڪي جرنلزم کان
وري به چڱو هو. (پر اهو هڪ الڳ موضوع آهي.)
ڪتاب ۾ حسن ۽ اي جيءَ جي وڇوڙي جو ذڪر، جام ساقي جي
ٿارچر زندگي جو احوال ته وري اهو به ذڪر ته امير پنيرو ڏڪئي
گهڙيءَ ۾ ڪيئن ڪم آيو...رئوف خان ساسوليءَ جو نيائڻ....
فوٽوگرافر علي رضا سومري کان سعيد افضال تائين جو
ذڪر....جويي صاحب کان پليجي صاحب تائين جي ڪچهرين جون
جهلڪيون ۽ سرفراز وسطڙي جي ٺهڪو ڪرايل سوال لاءِ اقبال
جا اهي لفظ ته،"ان سوال چڻ ڪچهريءَ کي عرش تان فرش تي
ڦٽو ڪري ڇڏيو." پر پليجي صاحب سان ڪيترين ڪچهرين کي
اقبال ڪاٺ هنيو آهي، يعني مائنس ڪيو آهي. تاج مريءَ جو ميهڙ
جي پبلڪ پارڪ ۾ هن سان رازدار لهجي ۾ سي پيءَ جي
ميمبرشپ واري ڪيل ڳالهه ائين هئي چڻ انقلاب در تي اچي
پڳو هو... اها بي ڳالهه هئي ته ماسڪو ۾ يو ايس ايس آر جا ڪم
لهي ويا هئا.
اقبال معاشي تنگي ڏٺي آهي، پر هو دل جي اميري به ڄاڻي ٿو.
هيءُ ڪتاب ذڪر آهي دل جي اميريءَ جو ۽ انهيءَ ڇڏيل پيرن جي
پنڌ جو جيڪي بين الاقوامي شاڪ (صدمي) ۾ اچي ڪٿي لٽجي
ويا آهن. اهو ذڪر پراڻي ڦٽ جي اٿلي پوڻ جيان آهي پر ٿيڻ ته

وري ٻه گهرجي.
سپريان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪين ڪجي،
اکيون پيرَ ڪري وڃجي، ووءِ وڃجي... (لطيف)

امداد سومرو، حيدرآباد
پهرين جون، 2017ع

# ڪڪاوان گهر ۾ منهنجو جنم

منهنجو جنم موهن جي دڙي کان لڳ ڀڳ 30 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي راڌڻ شهر ۾ ٿيو. بابا سائين واحد بخش ميربحر ميهڙ ضلع دادو جي ڳوٺ گهاڙي ۾ رهندو هو. ڏاڏا سائين عبدالله گهاڙي مان پنهنجي نياڻين سان لڏي اچي راڌڻ اسٽيشن شهر ۾ پڪڙا اڏيا هئا. بابا سائين هاري هو، نه زمين ۽ نه ئي ڪا ٻي ملڪيت، ”اٺين ۽ چاڙهين“ واري مسڪيني حال ۾ گذاريندڙ منهنجي امڙ سمجهه وارن ڏينهن ۾ مون کي ٻڌايو پئي ته هوءَ ۽ بابا سان گڏ سارين جو رونبو ڪندي هئي ۽ منهنجي وڏي ڀيڻ حسنه کي ڪانيي ۾ وجهي گڏ ٻنيءَ تي ڪٽي سخت گرمين ۾ پئي ڪشالا ڪٽيندي هئي. مون کي اهو ارمان آهي ته منهنجي امڙ ڪڏهن به سکيا ڏينهن نه ڏٺا ۽ هو رڳو جوانيءَ کان پيريءَ تائين غربت سان جهيڙيندي رهي.

وڏيءَ ڀيڻ کان پوءِ منهنجي امڙ ٻن صحتمند پٽن صابر حسين ۽ فدا حسين ۽ ٻن ڀينرن رخسانه ۽ حسينه کي جنم ڏنو هو، پر اهي چارئين ٻار مسڪيني حال ڪري بيمارين جي ور چڙهي امڙ کي وڇوڙي جا درد ڏئي لاڏاڻو ڪري ويا. منهنجي معصوم ڀاءُ فدا حسين جو موت گهاڙي کان ميهڙ شهر علاج لاءِ ٽانگي تي ويندي بابا سائين جي هنج ۾ ٿيو هو.

مان پنهنجي خاندان جي تڪليف ڪي تخليق جو روپ ڏئي، ان ڪري پيش ڪري رهيو آهيان تہ جيئن پڙهندڙ اهو سمجهي سگهن تہ هڪ مسڪين گهراڻي مان بہ شعور جي چڻنگ دکي سگهي ٿي ۽ رڳو مان نہ پر انقلابي تحريڪون سنڌ جي غريب گهراڻن ۾ هزارين اهڙا اقبال پئدا ڪنديون رهيون، جن ڪي ڪامريڊ ساٿي سنيالي نہ سگهيا ۽ سڀ قافلا ڇڙوڇڙ ٿي ويا. ڳالهہ پئي هلي منهنجي خاندان جي درد ڪٿا جي.

ٻن نياڻين ۽ ٻن پٽن جي وڇوڙي امڙ ۽ بابا جو من جهوري وڌو هو، ٻئي فقير صفت انسان پيا پيرن ۽ درگاهن تي پنڌ ڪندا هئا. پٽاڻو اولاد ٿيو تہ گهر خوشين سان ڀهڪي اٿيو، پورهيتن جي گهرن ۾ سهرن ۽ لاڏن جي اظهار ڪان سواءِ ٻيو ٿي بہ ڇا ٿي سگهيو. دهل ۽ جهمريون، نالي تي ٿيو ويچار، نيٺ سيني جي صلاح سان ميربحر خاندان جي مون لاڏلي پٽ جو نالو رجب ميربحر رکيو ويو، امڙ راڌڻ شهر ڪان ٻهڪندي اچي ڳوٺ گهاڙي پهتي، بابا سائين ملتاني سيدن جو مريد هو، ڏن وٺڻ لاءِ مريدن جي قافلي سان ملتاني سيد بہ ڳوٺ آيل هو، تن ڏينهن ۾ پيري مريدي عروج تي هئي. ملتاني سيد ڇيچ مان وني مٿي تي دعا جو هٿ گهمايو ۽ بابا کي چيائين تہ هن ٻارڙي جو نالو مٽايو نہ تہ ڪو نہ بچي سگهندو ۽ پوءِ ملتاني پير مائٽن جو رکيل نالو مٽائي رجب مان محمد اقبال وارو نئون نالو رکيو. ياد ٿو اچيم تہ سن ۾ سائين جي ايم سيد جي سالگرهہ واري تقريب ۾ قومپرست ڪارڪنن سان وينو هئس، تعارف ٿيو، جڏهن مون پنهنجو تعارف اقبال ملاح طور ڪرايو هو تہ هڪ قومپرست ڪارڪن چيو تہ اقبال ڪو چڱو نالو تہ ناهي، جنهن تي سنڌ ۽ سيد جي عاشق عبدالواحد آريسر ڪيس هي جواب ڏنو هو تہ ”هي اسانجو ۽ سنڌ جو اقبال آهي“ ان وقت آريسر جي خماريل اکين ۾ نهاري مون سندس محبت جي مڌ جا نہ ڄاڻ ڪيترا ڍڪ پري ورتا هئا. ملتاني پير نہ ڄاڻ ڇو منهنجو نالو مٽايو هو، پر آريسر جي ان جواب ۽ مچتا مون کي درياءَ جو ڏٽي ۽ ڌرتي جو وارث قرار

ڏنو هو، جنهن مان ثابت ٿيو ته انسان پنهنجي عمل ۽ ڪردار سان سڃاتو وڃي ٿو نه ڪي ڪنهن نالي سان. سنڌ جي قومپرست تحريڪ ۾ اقبال جو نالو ان ڪري به چڱو نه سمجهيو ويندو هو جو علامه اقبال پاڪستان جو نظرياتي تصور ڏنو هو، هو پنجاب جو هو، تنهن ڪري سائين جي ايم سيد جيَ فڪر سان سلهاڙيل دوستن پنهنجا نالا ئي مٽائي ڇڏيا، ڪيترائي قومپرست ڪارڪن اقبال مان دريا خان ٿي ويا.

بابا سائين منهنجو دوست به هو ته عاشق به، اسان جون وڏيون ڪچهريون ٿينديون هيون. آئون جڏهن به ذوالفقار علي ڀٽي جي سياست تي تنقيد ڪندو هئس ته هو ڪلي چوندو هو "ڀٽ ڀٽو صاحب نه هجي ها ته تون حيدرآباد اچي نه سگهين ها ۽ سياسي ڪارڪن هجڻ بجاءِ ڳوٺ جو سنو هاري هجين ها." اڄ جڏهن پنهنجي گهر ۾ ڪامريڊ ڪارل مارڪس، اينگلز، لينن جون تصويرون پيئي ڏسم ته مون کي ماضي ياد اچي ويو، بابا سائين ذوالفقار علي ڀٽو جي تصوير نه رڳو دل ۾ سانديي هئي، پر گهر جي ڀت تي هنئي هئي. زندگي جي آخري هڏڪيءَ تائين هو ڀٽي جو شيدائي رهيو. اسان جي ٻن ڪمرن واري گهر ۾ هڪ ڪمري ۾ ڪامريڊ لينن، مارڪس، ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ شهيد نذير عباسي جون تصويرون لڳل هونديون هيون ته ٻئي ڪمري ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو جون تصويرون سجايل هيون.

اسان پيءُ پٽ جي وچ ۾ پيار جو رشتو به هو ته نظرين جي احترام جو به. ڳوٺ ۾ غربت اچي بيزار ڪيو هو، ذوالفقار ڀٽو جي حڪومت اچڻ بعد سنڌين لاءِ روزگار جا در ڪليا، بابا ۽ ان جا ٻه دوست محمد خان جوڻيجو ۽ سرهو خان چانڊيو حيدرآباد ۾ ايگريڪلچر انجنيئرنگ کاتي ۾ اچي ملازم ٿيا. اڄ سنڌي دنيا جي ڪندڪڙ ۾ وڃي پهتا آهن، پر جڏهن بابا ميهڙ ڪان ڪيڙن جي ڳنڍ ڪٽي ٻچڙن سان گڏ حيدرآباد لاءِ نڪتو پئي ته ڏاڏا عبدالله، چاچا محمد خان ڏانهن ويو هو ۽ ڪيس ميار ڏئي چيو

هئائين "محمد خان وڏو ظلم ڪيو اٿئي، منهنجو ٻچڙو پرديس وٺيو پيو وڃين."

مان چاچي سرهو سان رهندو هيس، وهم ۽ وسوسن ۾ ورتل سماجي روايتن ڪري ٻالڪپڻي ۾ مون ڪي لوڻ جي چج عيوض بابا پنهنجي جگري دوست چاچي سرهي خان چانڊيو کي پالنا لاءِ ڏنو هو. آئون چاچا سان گڏ حيدرآباد آيس ۽ منهنجو ٻالڪپڻو حيدرآباد جي ايگريڪلچر انجنيئرنگ ورڪشاپ جي ويڪرن ميدانن تي ڊوڙندي گذريو.

اڄ جيان تن ڏينهن ۾ ٻه سنڌين جو شهرن ڏانهن اچڻ، شهري آباديءَ کي نه پئي وڻيو. ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ٻين ڪيترن ئي صنعتي ۽ سرڪاري ادارن جيان ايگريڪلچر انجنيئرنگ کاتي ۾ ٻه سنڌين لاءِ ڌرتي تنگ ڪئي پئي وئي، هن کاتي ۾ جماعتين جو زور هو ۽ هو چڱين پوسٽن تي ويٺل هئا، نيٺ بيزار ٿي سنڌين ڪنهن ريت ذوالفقار علي ڀٽي تائين رسائي ڪئي ۽ جماعتين جي مقابلي ۾ پيپلز مزدور يونين جو بنياد رکيو. هن يونين ناهڻ ۾ رحيم بخش شورو ۽ خالد سنڌيءَ جو غير معمولي ڪردار رهيو. اسان ڪابي ڌر جي دوستن سدائين اردو ڳالهائيندڙ آبادي کي پنهنجو سمجهيو آهي ۽ پنهنجي سياسي سفر ۾ "مزدور، مزدور ڀائي ڀائي" جا نعرا هنيا آهن، پر بابا سائين سميت انهن سنڌين، جن اردو ڳالهائيندڙن جون ڳاڙهيون اکيون ڏٺيون ۽ ظلم سٺا آهن، تن جو اردو ڳالهائيندڙن بابت ڌار نقطہ نظر رهيو آهي، بابا ۽ ان جا پورهيت دوست چوندا هئا ڪامريڊ اوهان مهاجرن کي نٿا سڃاڻو، هو ڪڏهن ٻه سنڌ جي پاسي ٿي نه بيهندا. هو رسول بخش پليجي جي نقطئہ نظر جي ويجهو هئا ۽ هو مهاجرن جي خاص نفسيات تي ڳالهائيندا هئا، جنهن جو ذڪر اڳتي هلي مون عوامي تحريڪ جي سرواڻ رسول بخش پليجي واتان ٻڌو.

يونين جي اليڪشن ٿيندي هئي ته اسان جي گهر ۾ سڄو ڏينهن پيون مانيون پچنديون هيون، گنجو ٽڪر جي پهاڙي سلسلن جي پير ۾ هوسڙيءَ ويجهو زرعي زمين تي اڏيل سرڪاري ڪالونيءَ

۾ گڏيس ڪا نہ هئي، منهنجي امڙ پنهنجي پريتم ور جي هن جدوجهد ۾ خوشيءَ سان گڏ بيٺي هئي ۽ چوندن وارن ڏينهن ۾ امڙ ڪانئين تي سوين پورهيتن لاءِ ماني پچائيندي ۽ ٻوڙ رڌيندي هئي، دونهي تي سندس اکيون ڳاڙهيون ٿي وينديون هيون، تنهن هوندي بہ هوءَ رڌڻي ۾ آيل ڳوڙهن کي رئي سان اگهي ٻيئي مسڪرائيندي هئي. امڙ جو مهمان نوازيءَ ۽ پورهيت جدوجهد سان نڀائڻ جو اهو سڄو سفر بابا کان وٺي منهنجي نظرياتي جدوجهد تائين جاري رهيو ۽ ان سڄي سفر ۾ امڙ ڪڏهن بہ مُنهن نہ گهنجايو. اهڙي امڙ رڳو منهنجي امڙ نہ هئي، سنڌ ۾ اهڙيون لکين مائرون هيون ۽ آهن، جيڪي پردي پٺيان رهي سنڌ جي قومي ۽ انقلابي تحريڪن لاءِ جتن ڪري رهيون آهن. هر انقلابي ۽ قومي گهراڻي جي نظرياتي جدوجهد ۽ سفر ۾ ڌرتي ڌياڻين جو ذڪر ڪرڻ ڪانسواءِ ڪا بہ ڪهاڻي مڪمل نہ ٿي هجي.

بالڪپڻي جا سڀ منظر ياد ڪندي زندگيءَ جي هن سموري سفر ۾ آئون سمجهان ٿو تہ منهنجي شعور جي پهرين سر رکندڙ بابا هو، جنهن مون کي دوستي نڀائڻ، وفا ۽ ايمانداري جو درس ڏنو.

تن ڏينهن ۾ سويت يونين جي انقلاب جا اثر سڄي دنيا تي پيا هئا ۽ نہ چاهيندي بہ دنيا جي مختلف سرمائيدار رياستن ڪنهن وڏي انقلابي اپار کي روڪڻ لاءِ ڪنهن حد تائين فلاحي رياستن جو تصور ڏنو. پاڪستان جي فلاحي رياست واري حيثيت ۽ سڃاڻپ تہ نہ هئي، پر ان وقت جي سرڪار ملازمن ۽ مزدورن کي ڪي بنيادي سهولتون ضرور ڏنيون هيون. ايگريڪلچر انجنيئرنگ ناريجا ورڪشاپ ۾ اسان کي سرڪاري ڪوارٽر مليل هو، جتي بجلي ۽ پاڻي مفت هو. اڄ جيئن خانگي اسڪول نظر اچن ٿا، تن ڏينهن ۾ تعليم جي صورتحال ان حد تائين خراب نہ هئي، مون کي بہ ورڪشاپ ڪالوني پرسان نوناري ڳوٺ ۾ سرڪاري پرائمري اسڪول ۾ 1976ع ۾ داخلا وٺي ڏني وئي، جتان مون 1980ع ۾ پنجون درجو پاس ڪيو تہ هڪ دفعو ٻيهر منهنجي زندگي هڪ نئين امتحان مان گذري.

جيئن تہ مان چاچا سرهو خان چانديو جي پرورش هيٺ هيس، چاچي سرڪاري نوڪري ڇڏي ڳوٺ گهاڙي واپس ٿيڻ جو فيصلو ڪيو تہ آئون بہ بابا ۽ امڙ کي ڇڏي چاچا سان گڏ گهاڙي هليو آيس. گهاڙي ۾ مڊل اسڪول نہ هو ۽ مون کي پرواري ڳوٺ وليداد چانڊيو ۾ داخلا وٺي ڏني وئي. آئون ڇهين درجي ۾ پڙهندو هئس، هي منهنجي سمجهہ وارا ڏينهن هئا، مون ڳوٺ گهاڙي کان عملي طور سياسي سرگرمين جي شروعات ڪئي. ياد ٿو اچيم تہ اسان ڳوٺ جا ٻارڙا گڏجي ذوالفقار علي ڀٽو جي ڦاهي خلاف جلوس ڪڍي، ضياءُ الحق خلاف نعرا هڻندا هئاسين نہ ڪنهن سياسي پارٽيءَ ۾ هئاسين نہ ئي ڪنهن نظريي جي ڪا ڄاڻ هئي. زيڊ اي ڀٽو کي ڦاهي اچڻ کان پوءِ سنڌ ٻري اٿي هئي ۽ اسان جي ڳوٺ ۾ ٻارڙا پاڻمرادو رستن تي نڪري اچي نعريبازي ڪندا هئا، ”آمر ضياءُ نہ ڪپي، 9 ستارا پيچي ويندا، ٽپڙ ٽاڙي ڇڏي ويندا.“ اهو ضياءُ الحق، جنهن کي ذوالفقار علي ڀٽي، 29 فيبروري 1976ع ۾ ٽڪا خان جي رٽائرمينٽ کان پوءِ فوج جو سربراهہ بڻايو هو، انهيءَ آمر جنرل 4 ۽ 5 جولاءِ 1977 واري رات ڀٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري قومي ۽ صوبائي اسيمبليون ٽوڙي 5 جولاءِ 1977ع واري ڏينهن ملڪ ۾ مارشل لا هڻي ڇڏي هئي ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کي احمد رضا قصوريءَ جي والد نواب محمد احمد خان جي قتل ڪيس ۾ جڏهن 4 اپريل 1979ع تي ڦاهي تي چاڙهيو هو، تڏهن اها ڦاهي صرف ڀٽو کي نہ پر ان سان گڏ پاڪستان جي جمهوري نظام کي ڦاهي سمجهي پئي وئي.

1973ع جي آئين کي ٽوڙي ملڪ مٿان مڙهيل مارشل لا پاڪستان کي اهڙي آڙاهہ ۾ اڇلائي ڇڏيو، جيڪا باهہ اڄ بہ ٻري رهي آهي. ضياءُ الحق خلاف ڳوٺ ۾ هلندڙ ٻاراڻي بغاوت بنهہ لاشعوري ۽ غير نظرياتي هئي. مون سميت ڳوٺ جي ڪيترن ئي ٻارڙن جي زندگي ۾ ان وقت حيرت انگريز تبديلي آئي، جڏهن اسان ڪامريڊن جي ڪچهرين ۾ ويهڻ شروع ڪيو. ڪامريڊ مختيار

ٽيبو ۽ ڊاڪٽر شهزاد ٽيبو، ڳوٺ ۾ بني ٻاري وارا هئا، زميندار گهراڻي سان واسطو هوندي به هو تر جي ٻين وڏيرڪي خاندان جي پُٽن کان ان ڪري به مختلف هئا جو سندن پرورش سنڌ جي بهترين سنڌي ڪهاڻيڪار بيگم بادام ناتوان جي هٿن ۾ ٿي هئي ۽ هو اڳتي هلي دنيا جي عالمي ڪميونسٽ فڪر سان جڙي چڪا هئا، مختيار ٽيبو ۽ ڊاڪٽر شهزادو جي اوطاق تي ڪو به طبقاتي فرق نه هو ۽ نه ئي سندن ڪو هاري پٽ تي ويهندو هو. ان ئي اوطاق تي اسان ڪميونسٽ پارٽي، مارڪسزم، لينن ازم، جهڙا نالا ٻڌا، جيڪي نالا ۽ نظريه اسان لاءِ تڏهن بنهه اوپرا هئا، ڪي ڳالهيون سمجهه ۾ اينديون هيون ۽ ڪن ڳالهين ڪي سمجهڻ ان وقت اسان لاءِ ممڪن نه هو. هو جڏهن جدلياتي ۽ تاريخي ماديت، سائنس ۽ فلسفي تي ڳالهائيندا هئا، اسان ڳوٺ واري سنگت هڪٻئي کي ڏسي وائڙا ٿي ويندا هئاسين. اهي لفظ اسان لاءِ ان ڪري به اوپرا هئا جو اسان اڃا سياست جي ”الف“ ”ب“ پئي سکي. نظرياتي سنگت جي صحبت ۾ پهريان الهڏنو (پاويل) ۽ معشوق ملاح آيا، جن تي انقلابي تحريڪ جو رنگ چڙهڻ لڳو هو. هڪ سال اندر شبير سومرو، مان، نذير جوڻيجو ۽ عبدالقادر پنهور سميت 20 کن دوست به ڪچهرين ۾ ويهڻ لڳاسين، جن ڪي اسٽڊي سرڪل چيو پئي ويو. اسان کي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ هاري ڪاميٽي بابت ٻڌايو ويو، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ڪتابن ۾ لکيل هيٺين ڳالهين اسان تي وڏا اثر ڇڏيا.

جيستائين زميداري نظام ختم نه ٿيندو، تيستائين هاري آزاد نه ٿيندا.

زميندارن کي زميندار به هاري ڪري ٿو ۽ زميندار کي ڊاهيندو به هاري آهي.

غريبي ۽ اميري طبقاتي نظام ڪري آهي ۽ سڀ انسان برابر آهن، اسان غير طبقاتي نظام قائم ڪنداسين.

جڏهن انقلابي حڪومت هوندي ته اقتدار جو مالڪ هاري ۽ مزدور هوندا، انقلاب کان پوءِ نه ڪو جاگيردار رهندو ۽ نه ئي سرمائيدار،

ڪارخاني جا مالڪ مزدور هوندا ۽ زمين وڏيرن، جاگيردارن ڪان ڪسي هارين حوالي ڪئي ويندي.
اهي ڳالهيون اسان کي ڪامريڊن جي ويجهو ڪرڻ لڳيون ۽ اسان سمجهڻ لڳا هئاسين ته جن ٻنين کي اسان جا وڏا ڪيڙي رهيا آهن، انهن تي اسان جو حق آهي، انقلاب ايندو ته اسان جي غربت به ختم ٿي ويندي، جن گهرن ۾ بک، بدحالي آهي، سي ٻيهر جي اٿندا. هاڻ اسان ڪامريڊ ٿي چڪا هئاسين. اسان ڪامريڊ دوست جڏهن هڪ ٻئي سان گڏبا هئاسين ته چوندا هئاسين ڪامريڊ يا ساٿي "سرخ سلام" غربتن، اذيتن ۽ معاشي تنگي ڪري هر ڏينهن جيئڻ مرڻ واري ذلتن جو ڇوٽڪارو اسان کي انقلاب ۾ نظر اچڻ لڳو هو، وقت گذرندو رهيو ۽ هاڻ اسان به عمر جي ان حصي ۾ پهچي چڪا هئاسين، جنهن کي شعور ۽ سمجهه واري عمر چئجي ٿو.
مون کان اهو ڏينهن وسري نٿو سگهي، جڏهن رائيس ڪئنال جي موري تي هيءَ چاڪنگ ٿي هئي ته "وڏيرا شاهي مرده باد" "زمين ڪنهن جي هارين جي" چاڪنگ نه هئي، ڄڻ ڪا وڄ ڪري هئي، جنهن کي پڙهي تر جا وڏيرا تپي باهه ٿي ويا هئا. پيپلز پارٽي ۾ شامل وڏيري نور محمد ٿيٻو ان کي ڏاڍو دل تي ورتو، هن لڪڻ پيجائي، پاويل جي والد سليمان جوٽيجو ۽ معشوق جي والد چاچي جمن کي هي نياپو موڪلرايو ته هو پنهنجي اڻ سڌريل پٽن کي ساڻ ڪري اوطاق تي پهچن. اها ڪا نئين روايت نه هئي، سنڌ ۾ جڏهن به وڏيرو غلام سمجهي ڪنهن هاري يا ڳوٺاڻي کي سزا ڏيڻ لاءِ گهرائيندو هو ته سڄو ڳوٺ اچي گڏ ٿيندو هو. اڄ گهاڙي ۾ به ٻن باغي نوجوانن کي اوطاق تي گهرايو ويو هو. محمد جمن ۽ سليمان جوٽيجو نه چاهيندي به پنهنجن ٻچڙن کي اوطاق تي وٺي آيا، ڳوٺ ۾ اها ڳالهه هُلي وئي ته اڄ ڪامريڊن تي ڇهنبڪن جا وسڪارا ٿيندا. نور محمد خان وڏڙن تي تپي باهه ٿي ويو، راڄ هيٺ پٽ تي ۽ وڏيرو ۽ ان جا خاص ماڻهو ڪرسين تي ويٺل هئا. ٽيبل تي آلا لڪڻ ڏسي وڏڙن جي هنياءَ ۾ ودِ پئي پيا، وڏڙا ڪنڌ

هيٺ ڪندي چوندا رهيا، بابا ڳوٺ جا وڏا آهيو، مالڪ آهيو، اسين اوهان جو راڄ آهيون، ڇوڪرا حاضر آهن، جيڪو حڪم ڪندا مڃينداسين. وڏيري جو حڪم آيو "ڇورا وڃو وڃي چاڪنگ ڊاهيو." معشوق ۽ پاويل به انقلابي قافلي سان سلهاڙيل هئا، ماءُ ناول هنن تازو پڙهيو هو، هو ڪنهن به دڙڪي دهمان ۾ نه آيا ۽ وڏيري کي منهن تي چئي ڏنائون ته اوهان کي ڍهرائڻي آ ته ڍهرايو. اسين چاڪنگ ڪو نه ڊاهينداسين ۽ پرئي راڄ ۾ وڏيري کي پني ڏئي شهزادو ۽ ڪامريڊ مختيار جي اوطاق تي هليا آيا. ان چاڪنگ جي نيٺ وڏڙن کي سزا اها ملي ته ڪين هارپي تان بيدخل ڪيو ويو. ڪنهن هاريءَ کي زمين تان بيدخل ڪرڻ جي بي معنيٰ ان کان ان جي جيئڻ جو حق کسڻ آهي ۽ اها چاڪنگ ڳوٺ کان اسانجي وڏيرڪي نظام سان پهرين بغاوت هئي.

ڪميونسٽ پارٽي تي بندش هئي ۽ ان جا مرڪزي اڳواڻ جيلن ۾ هئا يا روپوش ٿي ڪم ڪري رهيا هئا، تنهن ڪري پارٽي پنهنجن مختلف فرنٽن هارين جي تنظيم. سنڌ هاري ڪميٽي، شاگردن جي تنظيم ڊي ايس ايف ۽ مزدورن جي تنظيم نيشنل ورڪرس فيڊريشن ذريعي پنهنجون سرگرميون جاري رکيون هيون. ساٿي بارڙا سنگت به ڪميونسٽ پارٽيءَ جي دوستن جي ذهن جي تخليق هئي، ساٿي بارڙا جي مڪمل تاريخ جي ته خبر ناهي، نه ئي وري ڪنهن دوست وقت ڪڍي اهڙو ڪو پورهيو ڪيو هجي، پر مهيش مليرائي جنهن جو اڄ صحافتي تعارف مهيش ڪمار آهي، تنهن کان بارڙن جي تحريڪ جا حال احوال پئي ورتم، تنهن هن ريت ٻڌايو ته ڪامريڊ نذير عباسي، امر لال، گهنشام پرڪاش، غلام رسول سهتو، سيف بنوي، انور پيرزادو ۽ ٻين ڪامريڊ دوستن جي بارڙن جي تنظيم ساٿي بارڙا سنگت ناهڻ بابت فڪري ويهڪ ٿيندي رهي. پارٽيءَ جي روپوش، گرفتار ۽ سرگرم اڳواڻن جي گڏيل صلاح سان ساٿي بارڙا سنگت ناهڻ تي اتفاق ٿيو. مهيش چواڻي ته شهيد نذير عباسي بارڙن جي ڏار تنظيم ناهڻ جي حق ۾ نه هو، هن چاهيو پئي ته بارڙن کي نندپڻ ۾ ئي

نظرين ۾ ورهائڻ نہ گهرجي، بار هڪ ئي پليٽ فارم تي گڏجن تہ بهتر آ.
ڪامريڊ دوستن جي ڪوشش سان ساٿي ٻارڙا سنگت جو بنياد پيو، اڳتي هلي ٻارڙن جي هن تنظيم سنڌ جي ٻارڙن جي علمي ۽ نظرياتي جاڳرتا ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ڳوٺ گهاڙي جا اسين ٻارڙا ۽ نوجوان ڪميونسٽ پارٽي جي مختلف فرنٽن تي سرگرم ٿي وياسين، اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهندڙ اسين دوست ڊي ايس ايف ۽ ساٿي ٻارڙا ۾ شامل ٿياسين، هاري دوستن سنڌ هاري ڪميٽي ۾ باقائده شموليت اختيار ڪئي. هاڻ اسان انفرادي ڪچهرين مان سکي پچي پختا ٿي تنظيمي ضابطي ۾ اچي چڪا هئاسين. مون کي ياد آهي تہ اسان روهڙيءَ ۾ ساٿي ٻارڙا جي سنگت جي ڪنوينشن ۾ شرڪت لاءِ ڳوٺ کان روهڙي ويا هئاسين. نورالنساءِ گهانگهرو، قاضي جاويد ۽ ٻيا ساٿي اسٽيج تي وينل هئا، مون کي تقرير لاءِ گهرايو ويو هو، پر ايڏي وڏي ڪنوينشن ۾ آئون رڳو پنهنجو نالو ٻڌائي سگهيو هيس ۽ گهبرائجي پگهر اگهندو اچي ساڳي ڪرسي تي وينو هوس ۽ پئي جسم ٿڙڪيو. اهو دور سنڌ ۾ مزاحمتي، انقلابي سياست وارو دور هو، ساٿي ٻارڙا سنگت کان سواءِ عوامي تحريڪ جي ٻارڙن جي تنظيم سجاڳ بار تحريڪ جيئي سنڌ محاذ جي ٻارڙن جي تنظيم لطيف سنگت بہ اوتريون ئي سرگرم هيون، جيتري ان وقت ساٿي ٻارڙا سنگت هئي، ضياءُ الحق پنهنجي طاقت جي ڏنڊ تي ڏهڪاءُ پئي پکيڙيو ۽ سنڌ نظريي، شعور، قومي گيتن ۽ نعرن سان ان جي مزاحمت پئي ڪئي.

# گهاڙي جو ٽيبو خاندان ۽ ڪامريڊ

سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ ڪي اهڙا گهراڻا ضرور هجن ٿا، جن جي فڪري ۽ نظرياتي پورهيي ڪري تحريڪن ۽ تنظيمن ۾ ايار اچن ٿا، اسان جي پارٽي ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ به مير ٽيبي، شهزادو ٽيبو ۽ مختيار ٽيبو جو غير معمولي ڪردار رهيو آهي، مير ٽيبو عملي طور ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ سرگرم هو ۽ اسان جڏهن سياسي سرگرمين جي شروعات ڪئي ته هو انڊر گرائونڊ هو ۽ روپوش هوندي، ڳوٺ ايندو هو ته ان سان رات جو ملاقات ۽ ڪچهري ٿيندي هئي، ڪامريڊ مختيار ٽيبو ۽ شهزاد ٽيبو ڳوٺ گهاڙيءَ ۾ ئي رهندا هئا.

حيدرآباد مان تعليم پوري ڪري هو جيئن ئي ڳوٺ واپس آيا، ڳوٺ ۾ ئي ترسي پيا، ڪامريڊ مختيار ۽ شهزادو ٽيبو جي اوطاق ته ڄڻ اسان ڪامريڊ ساٿين جي آفيس هجي، شام ٿيندي ئي اسان اوطاق تي گڏ ٿيندا هئاسين، بهترين ميوزڪ ٻڌندا هئاسين، اوشو کان مارڪس تائين ”روح اڳ ۾ يا مادو“ جهڙن موضوعن تي پيو بحث هلندو هو ۽ پوءِ رات جو سڀ ڪامريڊ ساٿي گڏ اٿندا هئاسين. ڪامريڊ مختيار ۽ مير وارن جو وڏو ڀاءُ گلزار احمد ٽيبو ڳوٺ گهاڙيءَ کان 15 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي پنهنجو نئون ڳوٺ ناهيو هو، هو جڏهن به ڳوٺ ايندو هو ڪچهري ۾ ڪو نئون خيال ئي ڏئي ويندو هو. اسان جي نظرياتي ساٿين ڪامريڊ مختيار ۽

شهزادو ٽيبو جي پيڻ ميڊم نسيم بہ سياري جي موڪلن ۾ ڳوٺ گهاڙي ۾ ايندي هئي، مون کي تہ ميڊم نسيم جي ڀن نياڻين انيتا ۽ ثانيا ٽيبو جو اهو ٻالڪپڻ بہ ياد آهي، جڏهن هو اسان جي گهر منهنجي ڀيڻن سان ملڻ ۽ کيڏڻ ايندبون هيون. انيتا جي اعجاز منگيءَ سان شادي ٿي هئي، هن ايم بي بي ايس ڪئي هئي، زندگي ان سان وفا نہ ڪئي ۽ هوءَ جوانيءَ ۾ ئي گذاري وئي.

اسان جو ڪامريڊ مختيار ۽ شهزادو وارن جو گهر آمهون سامهون هوندو هو، هڪ ئي پاڙي ۾ گهر هجڻ ۽ صاف سٿري ٻار هئڻ ڪري آئون چڻ سندن گهر جو ڀاتي هيس، ٽيبا ڀائر روايتي وڏيرڪي سوچ کان اڻ ڪري بہ مختلف هئا جو انهن جي تربيت سندن امڙ بيگم ناتوان جي هٿن ۾ ٿي هئي، ٻالڪپڻي ۾ مون بيگم ناتوان کي ڏٺو ۽ سندس شفقت ۾ رهيس. صاف سٿري، باوقار شخصيت، صوبر چهرو، رنگ گورو ۽ صفا گهٽ ڳالهائڻ واري هئي امڙ جو گهر بہ عاليشان هو، ٽيبن جي هن گهر ۾ داخل ٿيڻ شرط ڪجهہ الڳ ئي احساس ٿيندو هو، گهر ۾ چوطرف گل ۽ انهن جي خوشبو، گهر جا دروازا ۽ دريون بہ ٻين گهرن کان مختلف، ڪنهن ڳوٺ ۾ اهڙو گهر تن ڏينهن ۾ مون ڪنهن ٻئي هنڌ نہ ڏٺو. بيگم ناتوان ۽ شيخ اياز هڪ ئي شهر شڪارپور جا رهواسي هئا، هوءَ پڙهي لکي سنڌ جي بهترين ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار هئي، عبدالباقي ٽيبو ڳوٺ جو زميندار هو، بيگم ناتوان سندس ٻي گهرواري هئي، عبدالباقي اسان جو سياسي ۽ نظرياتي ساٿي نہ هو، پر تنهن هوندي بہ اسان جو ٽيبن جي اوطاق تي اچڻ يا سياست تي ڪيس ڪو اعتراض نہ هو.

# اسٽڊي سرڪل ۽ ڪچهريون

ضياءُ الحق جي آمريت وارن ڏينهن ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ سميت سمورين حڪومت مخالف سياسي پارٽين تي بندش هئي. اڄ جڏهن اسان اخبارن ۾ مضمون لکي پنهنجو نقطهء نظر پيش ڪريون ٿا ته ڪو به پڇاڻو نه ٿو ٿئي، ضياءُ الحق جي فوجي آمريت وارن ڏينهن ۾ ته حڪومت خلاف ڳالهائڻ، پمفليٽ لکڻ، ورهائڻ وارو عمل ناقابل معافي ڏوهه هو، اخبارن ۾ مچرن جي آزار واري خبر تي به سخت ردعمل ايندو هو ته ان جي معنيٰ ضياءُ الحق جي حڪومت ناڪام ٿي وئي، اهڙيون خبرون شايع ٿيڻ نه ڏنيون وينديون هيون. سرخ پرچم ۾ پارٽي جو سياسي حالتن بابت مڪمل نقطهء نظر ڏنل هوندو هو ۽ پارٽيءَ ۽ ان جي فرنٽن تي ڪم ڪندڙ ڪامريڊ انتهائي ذميواريءَ ۽ رازداريءَ سان پنهنجون سياسي ۽ نظرياتي ذميواريون نڀائيندي ڪامريڊ ساٿين ۽ همدردن ۾ سرخ پرچم پهچائيندا هئا ۽ نظرياتي سياسي تعليم سان گڏ جدوجهد جي حڪمت عملي به بحث هيٺ ايندي هئي. اڄ جيئن گاردن سان گڏ سياسي اڳواڻ گاڏين جي قافلن ۾ نڪرن ٿا، تن ڏينهن ۾ اهو وڏيرڪو سياسي ڪلچر سمجهيو ويندو هو، ڪامريڊ سادگيءَ سان رهندا هئا، سندن بولي ٺيٺ نظرياتي هوندي هئي ۽ هو عام مسافرن سان گڏجي گاڏين ۾ سفر ڪندا هئا..اسين ٻين ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وڃي نظرياتي تعليم ۽ تربيت واريون

ذميواريون نڀائيندا هئاسين ۽ اسان جي ڳوٺ ۾ ڪامريڊ ساٿي اچي ڪري نظرياتي پرچار ڪندا هئا.
اسان جي ڳوٺ ۾ ڊاڪٽر بخش علي، گلاب پيرزادو، مجيب پيرزادو، فقير محمد تنيو، غلام رسول سهتو، علي حسن چانڊيو ۽ ڊاڪٽر حميد سومرو ايندا هئا، راتيون جون راتيون سماجي تبديلي ۽ انقلاب بابت ڳالهيون ٿينديون هيون، تنقيدي ۽ خود تنقيدي جائزي واري ويهڪ ٿيندي هئي ۽ انقلابي شاعري ۽ گيتن جا دؤر هلندا هئا، فيض احمد فيض ۽ شيخ اياز جي انقلابي شاعري ٻڌي انقلاب ۽ انسانيت سان عشق ٻيڻو ٿي ويندو هو. هي تہ اها سنڌ هئي، جنهن ۾ نوجوانن انقلابي تحريڪن سان جڙي ويٽنام وانگر مزاحمت جي تياري پئي ڪئي. اسان ڪامريڊن جو هڪ نئون ڪٽنب هو، بااخلاق، باڪردار، ارڏا ۽ جوشيلا، اهڙا ماڻهو جن جي ڪچهرين ۾ ڳوٺ جي وڏيرڪي ڏاڍ کان وٺي عالمي طاقتن جي سياست، تضادن، ارادن ۽ نتيجن تي بحث ٿيندو هو. اسانجن اهڙن علمي ۽ فڪري بحثن تي علم، نظرين کان ڪوهين ڏور اسان جا اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل نظرياتي مخالف وڏيون چٽرون ڪندا هئا ۽ چوندا هئا تہ جي سيءُ ماسڪو ۾ پوندي آهي تہ ڪوٽ وري ڪامريڊ سنڌ ۾ پائيندا آهن يا ڳالهہ سنڌ جي سياست جي ڪبي پر ڪامريڊ ان جا پيرا عالمي سامراج جي پاليسين کان ڪڍندا، ڪين پلا ڪهڙي چاڻ تہ حالتون عالمي سياست کان بنهہ ڌار نہ هونديون آهن، تحريڪن ۽ تبديلين کي عالمي پسمنظر ۾ ڏسڻ سان ئي صحيح تجزيا ڪري سگهبا آهن ۽ نتيجا وٺبا آهن. اسان وٽ ٻاهران ايندڙ ڪامريڊن جو ڪو بہ اضافي پروٽوڪول نہ هو، اسين سڀ نوجوان گهران ماني ڪڍي ايندا هئاسين، جڻ ڪو اسانجو گڏيل ڪميون هجي جيڪو پڪل هوندو هو، کلي کائي پيا. ادب، نظرين ۽ فلسفي تي ڳالهائيندا هئاسين. اسان جي ڪچهرين ۾ تاريخي ماديت، جدلياتي ماديت، سوشلزم، مارڪسزم، لينن ازم، فلسفي ۽ تاريخ تي ڳالهيون ٿينديون هيون. اسين ڪامريڊ ساٿي برصغير جي ڪميونسٽ

تحريڪ جو تسلسل هئاسين ۽ اسان پاڪستان ۾ سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جي هڪ نئين تاريخ کي جنم ڏئي رهيا هئاسين، جيڪا تاريخ دراصل، هيٺين طبقي جي مسڪين ماڻهن جي سماجي تبديليءَ واري تاريخ هئي، طبقاتي غلاميءَ کان آزادي جي تاريخ هئي ۽ آهي.

# ٿوڙهي ڦاٽڪ واقعو

ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان تي بندش پيل هئي ۽ پارٽيءَ جا مک اڳواڻ انڊر گرائونڊ رهي ڪم ڪري رهيا هئا، سي پي پي پنهنجون سرگرميون ٻين فرنٽن ذريعي تيز ڪيون ۽ انڊر گرائونڊ رهي منظم پئي ٿي. سنڌ هاري ڪميٽي ۽ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن پارٽيءَ جي سرگرمين لاءِ اهم فرنٽ ثابت ٿيا، جڏهن ته ساٿي ٻارڙا سنگت ٻه ان ڏس ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. جيتوڻيڪ اسين مخالفن سان بحثن ۾ ساٿي ٻارڙا سنگت کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ڏيلي فرنٽ قبولڻ لاءِ تيار نه هئاسين، پر اسان جو سياسي هيرو ڪامريڊ ڄام ساقي هو ۽ تربيتي سياسي ڪورس ۾ اسان کي ڪامريڊ ڪارل مارڪس ۽ ڪامريڊ لينن جو سائنسي فڪر پڙهايو پئي ويو.

ساٿي ٻارڙا سنگت جي اجلاس ۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن کي بچائڻ لاءِ تحريڪ هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ مرڪزي طور موهن جو دڙو واري ماڳ تي ”موهن جو دڙو بچايو عالمي ڪانفرنس“ ڪوٺائڻ لاءِ سرگرميون تيز ٿي ويون، سڄي ملڪ جي ليکڪن، اديبن ۽ تاريخدانن کي دعوت ناما ڏنا ويا، پوسٽر لڳا، قافلن تياريون ڪيون، انقلابي گيتن تي رقص پئي ٿيو ۽ ٻارڙن جي هٿن ۾ سرخ جهنڊا هئا، سڄي سنڌ ۾ ڪارنر گڏجاڻيون شروع ٿي ويون. هن ڪانفرنس جي ان حد تائين پذيرائي ٿي جو

هڪ اردو اخبار ساٿي ٻارڙا سنگت جي خلاف ايڊيٽوريل لکيو ۽ ضياءُ الحق جي حڪومت کي خبردار ڪيو تہ ”ڪامريڊ ٻارڙن جي پليٽ فارم ذريعي منظم ٿي رهيا آهن، کين روڪيو.“ اسان ٻہ ٽن ميٽرن جو ڳاڙهو ڪپڙو ورتوسين، اجا بينر ٺاهي بس ڪيوسين تہ اطلاع ٿيو تہ ساٿي موهن جو دڙو نہ پهچن سيمينار ملتوي ڪرڻ جو ڪارڻ هي هو تہ 17 آڪٽوبر 1984ع واري ڏينهن تي ٿوڙهي ڦاٽڪ وٽ قومپرست ڪارڪنن ۽ شاگردن جي بسن تي فوجين جي فائرنگ ۾ انور عباسي، مالڪ خشڪ، امان الله وسطڙو، ذڪريا ميمڻ ۽ منو بليدي شهيد ۽ قومپرست اڳواڻ ڊاڪٽر دودو مهيري، گل محمد جکراڻي، اختر دايو، اقبال تنيو، نذير تنيو، ستار موريو، احمد نوناري، ٻيجل سنڌي، امر زرداري ۽ ٻيا گرفتار ٿيا هئا. چيو پئي ويو تہ هو ڄامشورو کان چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي اچڻا هئا، سنڌ ۾ ٿيل هن واقعي کان پوءِ سياسي ۽ سماجي قدرن کي نظر ۾ رکندي، سيمينار کي ملتوي ڪيو ويو، اهو ملتوي ٿيل سيمينار وري ٿي ئي نہ سگهيو. ٿوڙهي ڦاٽڪ جي نالي سان هي ڪيس تمام گهڻو مشهور ٿيو. هي قتل سنڌ جي ڳڀرو نوجوانن جو قتل هو ۽ سندن شهادت تي ساٿي ٻارڙا جي سنگت جي ٻارڙن کي بہ اکين ۾ لڙڪ هئا ۽ هو ان قومي غم کي پنهنجو غم سمجهي مذمت ڪري رهيا هئا. ٿوڙهي ڦاٽڪ واري واقعي خلاف سڄي سنڌ ۾ زبردست احتجاج ٿيو ۽ ضياءُ الحق جي آمريت ۽ ان واقعي جي نندا ڪئي وئي.

# مزدوري ۽ هارپو ڪرڻ

بابا ايماندار، ڪٽنب وڏو، پگهار پوري نہ پئي ٿي، نيٺ ٻي ڪا واهہ نہ سمجهي بابا امڙ کي ٻارڙن سميت حيدرآباد کان ڳوٺ واپس موڪليو. آئون اڳ ۾ ئي ڳوٺ ۾ ترسيل هئس، تنهن ڪري هاڻ امڙ، ڀينرن ۽ ننڍن ڀائرن جي سار سنڀال منهنجن فرضن ۾ شامل ٿي وئي. مون کي تہ اهو ڏينهن اڄ بہ ياد آهي، جڏهن اسڪول کان گهر آيو هيس، ڪتاب رکيم ”امڙ ماني ڏيو“ جواب ”پٽ ترس ٿورو“ ادي پاسي تي وٺي وئي. چيائين تہ ادا گهر ۾ اٽو ڪونهي. امڙ جي ماٺ ۽ ڀيڻ جي جواب صفا اندر جهوري وڌو، اٽو تہ اوڌر تي وٺي ورتوسين، ماني بہ پڪي پر اها سڄي رات منهنجي عذاب واري رات هئي، صبح جو سڄو حال ڪامريڊ دوستن سان اوريم ۽ ٻئي ڏينهن مزدوري تي هليو ويس. ڇوٽو سر تہ ڏجان وارا لفظ مون کي ماضيءَ جا اهي ڏينهن ياد ڏيارين ٿا، وسرن نہ ٿا، مزدوري بہ ڪيتري ڪجي، نيٺ ڳوٺ ڀرسان چار جريب ٻني جا هارپي تي ورتم ۽ پاسي ۾ مڇيءَ جو فارم ٺاهيم، انهن ڏينهن ۾ هارپو ۽ واهہ جي ڪاٽي ڪندي هٿن ۾ لفون پئجي ويندي‌يون هيون، ٽنهڻ اس ۾ رونبو ڪندي پيرن جون ترين سڙي ويندي‌يون هيون، نہ رڳو هارپو پر واٽر سپلاءِ نہ هجڻ ڪري ڳوٺ جي مٺي کوهہ تان ٻن گهرن جو پاڻي ڀرڻ ڪري ڪلهن تي

ڪنوانئنين جا نشان تي ويندا هئا. رڳو آئون نہ هوس پر هارپو، رونبو ۽ لابارو تہ معشوق، پاويل ۽ شبير سومرو سميت سڄي سنگت ڪندي هئي. هي يادگيريون آئون ان ڪري لکي رهيو آهيان تہ ڪامريڊ لفظ رڳو لفظ ناهي، پر ڪامريڊ زندگيءَ جي سيني حسناڪين ۽ زندگي ڏانهن ذميوارين جو ٻيو نالي آهي. ڊاڪٽر شهزادو منهنجي ان ڪم ۾ پورهيي ڪي ڏسيَ چوندو هو ”اقبال منهنجو آئيڊيل آهي.“

ها اهي ڏينهن ٻہ ٽتا وسرن، جڏهن مهينن جا مهينا بابا ڳوٺ نہ ايندو هو ۽ آئون رستي تي بيهي آخري ٽانگي اچڻ تائين سندس راهہ نهاريندو هوس ۽ جڏهن گهر ويندو هوس تہ امان جون اداس اکيون نهاري چڻ هي سوال ڪنديون هيون.تہ ڏس ”هو اڄ بہ نہ آيو نہ“، جيئن، جيئن غربت وڌندي پئي وئي، تيئن تيئن انقلاب ۽ انقلابي تحريڪ اسان ڪي پنهنجي ويجهو آڻيندي پئي وئي. اسان پنهنجين محرومين کي مايوسين بجاءِ انقلابي تحريڪ سان عشق ۾ بدلائي ڇڏيو هو، ان وقت ٻني ٻارو ڪرڻ اسان جي ضرورت هئي ۽ انقلابي سياست زندگي جو مقصد.

# اڻپورو خواب

اج جڏهن ڪنهن کي ڪامريڊ چئجي ٿو ته ان جي معنيٰ پيتي خور، ڏوهاري يا هڪ معنيٰ ۾ ٽر ٽپائيندڙ ڪردار هجي ٿو، اسان جي سياسي سرگرمين وارن ڏينهن ۾ ڪامريڊ لفظ جو مطلب هو انتهائي پڙهيو لکيو عوام جي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ اهو انسان جنهن پنهنجي سموري زندگي سماجي تبديلي لاءِ وقف ڪئي هجي. گهاڙيءَ ۾ ٽيبن جي اوطاق ته سدائين اسان لاءِ ڇپَرَ ڇانو طور رهي، پر ڪامريڊ ساٿين ڳڏجاڻي ۾ فيصلو ڪيو ته ڳوٺ ۾ لائبريري ناهجي ۽ اها لائبريري سنڌ جي عظيم انقلابي هاري اڳواڻ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي نالي سان منسوب ڪجي. خيال ته عاليشان هو پر سڀ شاگرد. سڀ به غريب، سياست به انقلابي پئي ڪئي سين، نه پلاٽ هو ۽ نه تعمير لاءِ ڪو مٽيريل، نيٺ معشوق ملاح جي پاڙي ۾ هڪ خالي پلاٽ ڏسي طئه ڪيوسين ته ڪاري ڪڏ ڏانهن ويندڙ رستي تي هيءَ لائبريري ناهبي ۽ ڪچن سرن لاءِ سوچيوسين ته سرون اسين پاڻ ڪاهينداسين، ناهينداسين. هي ڏينهن اسان جا انقلاب سان رومانس وارا ڏينهن هئا، اسين 3 دوست، معشوق، مان ۽ شبير سومرو، معشوق جي دڪان تي ئي سمهندا هئاسين، تن ڏينهن ۾ مون تازوئي ميھڙ هاءِ اسڪول ۾ نائين درجي ۾ داخلا ورتي هئي، اهي ڏينهن زماني جي حساب سان ڪيريئر ناهڻ لاءِ جتن

ڪرڻ وارا ڏينهن هوندا آهن، پر پورهيت انقلاب جي عشق اسان کي ٻئي در نهارڻ نہ پئي ڏنو، گهر چڏي دڪان تي ان ڪري ستا هئاسين تہ جيئن اسُر ويل سرون ڪاهي سگهون، اسُر جي آذان اچڻ کان اڳ معشوق، مون ۽ شبير کي ننڊ مان اٿاريندو هو، مٿي شبير ٿاهيندو هو ۽ مٿي جا پيڙا معشوق ڏيندو هو ۽ ڪارب مان هلائيندو هئس. الهڏنو جوڻيجو، جنهن ماءُ ناول پڙهڻ کان پوءِ متاثر ٿي پنهنجو نالو پاويل جوڻيجو رکيو هو، سج اڀرڻ ويل چانهہ ۽ بسڪيٽ ڪٽي اچيٰ رائيس ڪئنال واري ڪپ تي غير زرخيز بنيءَ تي پهچي نيرن ڪرائيندو هو، منهنجي ٻالڪ هٿن 10 هزار سرون ڪاهيون ۽ ڪامريڊ حيدر بخش لائيبريري جڻ هڪ خواب هو، پر سانپيان نہ ٿي سگهيو، اسان تيٰ "مهربان" وڏيري نور محمد ٿيٻو کي خبر پئي تہ ڳوٺ جا ڇورا لائبريري ٺا ٺاهين تہ هن ڪمدار هٿان سرون اهو چئي ڪٽائي ڇڏيون تہ جنهن زمين جي مٽيءَ مان هي سرون ٺاهيون ويون هيون، اها سندس زمين آهي، اسان معصوم ڪامريڊ ساٿين جي اڳيان سرون ڪنيون پئي ويون ۽ اسان بيوس رڳو نهاريندا ئي رهيا هئاسين، تر جي وڏيرن سمجهيو پئي تہ لائبريري ذريعي نظرياتي سياست جو بنياد جي پيو تہ صدين کان قائم فرسوده جاگيرداراڻي روايتن جا بنياد اکڙجڻ شروع ٿي ويندا. قومپرست اڳواڻ منصور قادر جوڻيجو جيئي سنڌ تحريڪ سان سلهاڙيل هو ۽ اسين هڪ ئي ڳوٺ جا رهواسي آهيون، لائبريري وارو سجو قصو ٻڌي منصور کي ڏاڍي تڪليف پهتي، لائبريري اسان جو گڏيل خواب هو، جنهن همٿ ڪري ڳوٺ سڏار سنگت جي سرواڻ سائين خان محمد پنهور کي دعوت ڏئي ڳوٺ گهرايو، سائين خان محمد پنهور سنڌ جي دوري تي نڪتل هو، اسانجي ڳوٺ بہ آيو وڏو جلسو ٿيو، ڏاڍيون علمي ادبي ڳالهيون ٿيون. ياد ٿو اچيم تہ گڏيل صلاح مشوري سان ڳوٺ سڏار سنگت طرفان لائيبريري جو بنياد رکيو ويو، منصور قادر پنهنجي ذاتي جاءِ لائيبريري لاءِ ڏني ۽ ڪتاب بہ ڏنا، هي لائبريري نظرياتي تضادن جي ڪهاڻين کان آجي هئي. هن

لائبريري ۾ سائين جي ايم سيد، رسول بخش پليجو سميت سمورن ليکڪن جا ڪتاب هوندا هئا، منصور قادر جو جيئن ته ڳوٺ گهٽ اچڻ ٿيندو هو، تنهن ڪري هي لائبريري به گهڻو عرصو هلي نه سگهي.

اسان جي منزل تمام گهڻي اڳتي جي هئي، هتي رڳو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي لائبريري ۽ ڳوٺ جي وڏيري جو ذڪر ان ڪري ڪيو اٿم ته جيئن پڙهندڙ اندازو لڳائي سگهن ته شعور، نظريي، علم ۽ سمجهه آڏو رڳو حڪومتون رنڊڪون ناهن وجهنديون، تبديلي ته ننڍي وڏيري کي به نه ٿي وڻي، غلاميءَ کي برقرار رکڻ لاءِ سڀ ”ڏاڏا“ هڪ پيج تي هوندا آهن. نور محمد ٽيبو جي چڱي ڳالهه هيءَ هئي ته هو به ضياءُ الحق جي آمريت جي خلاف هو ۽ پيپلز پارٽي ۾ هو، جي هو اسان کي ڪم جو رستو ڏئي ها ۽ سامهون نه اچي ها ته اسان فڪري طرح هن ڳوٺ جا رنگ ئي مٽائي ڇڏيون ها، ڪيترائي سال اسان پنهنجي سگهه ۽ طاقت لوڪل وڏيرن جي مخالفت کي منهن ڏيندي وڃائي ڇڏي.

ميهڙ هاءِ اسڪول ۾ نائين درجي ۾ داخلا وٺڻ بعد وري هڪ دفعو ٻيهر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي لائيبريري جو بنياد وڌوسين، اسڪول جي پرسان دڪان ڪرائي تي وٺي هڪ شاهڪار لائبريري کولي سين، منصور قادر ڳوٺ جي بند ٿيل لائبريري جا ڪتاب ڏنا، ڪامريڊ دوستن به وسان ڪو نه گهٽايو، نظرياتي تنگ نظريءَ کي پاسائتو رکي هر فڪر جا ڪتاب هن لائبريري ۾ موجود هئا. مان ۽ معشوق ڳوٺ گهاڙي کان سائيڪل تي چڙهي ايندا هئاسين، معشوق خيرپورناٿن شاهه ڪاليج هليو ويندو هو ۽ مان اسڪول، پڙهائي پوري ڪري اسڪول جي وقت جي پڄاڻي ڪانپوءِ اچي لائبريري کوليندو هئس، ماني گهران کڻي ايندا هئاسين، چانورن جون رکيون مانيون ۽ پڪوڙا اسان جو مانجهاندو هو، نوجوان دڪان وٺي شهرن ۾ ڪاروبار ڪندا آهن، پر اسان پاڻ کي وساري سماج کي بدلائڻ پئي گهريو، دڪان جو ڪرايو ميونسپل وارن کان ورتوسين. اسان جو دوست جاويد

سومرو بہ ڀالڪپٽي ۾ ئي اسان جي سٿ ۾ شامل ٿيو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي لائبريري سياسي ڪارڪنن جي ڪچهرين جو مرڪز هئي ۽ هن لائبريري ميهڙ ۾ ترقي پسند قومپرست فڪر وڌائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

شبير، مان، معشوق ۽ پاويل جوڻيجو هاڻ ڪل وقتي ڪارڪن هئاسين. لينن ازم ۽ مارڪسز پڙهڻ ۽ سمجهڻ کان پوءِ اسين گهاڙي جا نوجوان پاڪستان جي انقلابي تحريڪ ذريعي عالمي ڪميونسٽ تحريڪ سان جڙي چڪا هئاسين، هيءَ دؤر سنڌ ۾ مزاحمتي ۽ نظرياتي سياست جو دؤر هو، موهن جو دڙو ويجهو ڳوٺ ٻلهڙيجي کي ”لٽل ماسڪو“ چيو ويندو هو، جتي ڪامريڊ جام ۽ گهنشام سميت ڪيترن ڪامريڊ ساٿين روپوشي وارا ڏينهن گذاريا، منهنجي يار ذلف ۽ سنڌ جي ڪاهوڙي ڪردار انور پيرزادو جي ڳوٺ ٻلهڙيجي ۾ گهنشام تہ لطيف پيرزادو جي سڄاڻپ سان ڪامريڊ پيرزادن جي ٻچڙن ۾ رهيو، سنڌ ۾ رڳو ٻلهڙجي جهڙو هڪ ڳوٺ نہ هو، اسان جو ڳوٺ گهاڙي ۽ ميهڙ ويجهو سوڀو خان مگسي جهڙن سوين ڳوٺن ۾ بہ انقلابي تحريڪ جا بنياد رکجي چڪا هئا. ڪامريڊ سليم مگسي ڳوٺ سوڀو خان مگسي ۾ سوشلزم جي پرچار پئي ڪئي ۽ ان ڳوٺ ۾ طفيل احمد مگسي، شفقت مگسي، اسان جيان ڪل وقتي ڪارڪن هئا. جاگيرداري ۽ سرمائيداري جي هن ظلم تي ٻڌل نظام کي ڊاهڻ واري هي تحريڪ خيرپورناٿن شاهہ ويجهو ڳوٺ ٻورڙيءَ ۾ بہ پهتل هئي، جس هجي ٻورڙي جي ڪامريڊ ڊاڪٽر حاجي خان منگيءَ کي جنهن ڪامريڊن کي جيءَ ۾ جايون ڏنيون، هلندڙ سياسي سفر ۾ ڪامريڊ بيمار ٿي اچي ٻورڙي پهچندا هئا تہ ڊاڪٽر حاجي خان نہ رڳو صحتمند ٿيڻ تائين انهن جو علاج ڪندو هو، پر ڪپڙا وٺي ۽ ڏورائي ڪرايو ڏيڻ بہ جڻ سندس فرض ۾ شامل هو. سڪندر منگي، قمر منگي ۽ رفيق منگي هن ڳوٺ مان انقلابي قافلي ۾ شامل ٿي سنڌ جي نظرياتي جدوجهد لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. ٻورڙي سنڌ جي ٻين ڪيترن ئي ڳوٺن

جيان اهو ڳوٺ رهيو آهي، جتي نذير عباسي، گهنشام پرڪاش، اعزاز نذير، غلام رسول سهتو سميت ڪيترائي انقلابي اڳواڻ روپوشيءَ وارا ڏينهن گذاريندا رهيا، ڪڪڙ ۾ اڪبر منگي ۽ هاري اڳواڻ ڏٽي بخش وگهيو جي هٿن ۾ سرخ ڪتاب هئا ۽ سندن ذهنن انقلاب لاءِ لوچيو ۽ سوچيو پئي، جوهيءَ ۾ ڪامريڊ حميد سومرو، ڊاڪٽر جمن پاهوٽو، منظور ٿهيم، خادم ٿهيم، عزيز سومرو، فاروق سومرو، ڊاڪٽر مصطفيٰ سومرو، امداد سومرو، حيدر سيال، اڪبر جسڪاڻي، محمد خان ٻبر ۽ ڊاڪٽر ستار ٻبر پاڻ کي انقلابي تحريڪ لاءِ ارپي ڇڏيو هو. ڊاڪٽر حميد سومرو کي مون اڄ تائين نظرياتي طور ڪڏهن به مايوس ناهي ڏٺو. سنڌ جي ٻين ڪيترن ئي دوستن جيان جوهيءَ جا دوست اڄ به قومي انقلابي تحريڪ سان جڙيل آهن ۽ سنڌ وطن پاسي ٿي بيٺل آهن. دادو شهر ۾ به سياسي سرگرميون زورن تي هنيون، ضياءُ الحق جي آمريت خلاف هن شهر ۾ وڏي سياسي مزاحمت پئي هلي، پاويل جوڻيجو، شبير سومرو، معشوق ملاح ۽ مان جڏهن به دادو ۽ پرپاسي وارن شهرن ۾ نظرياتي سياسي ڪم لاءِ ايندا هئاسين ته اسان جي ماني ٽڪي ۽ رهائش جو بندوبست سائين نور محمد سومرو ۽ شير محمد پرڳڙي ڪندا هئا. اسان ته رات جو ترسندا ئي شير محمد وارن جي سارين جي ڪارخاني جي ڇت تي هئاسين، ڪامريڊ شير محمد پرڳڙي ۽ سڪندر پرڳڙي دادو شهر ۾ نه رڳو پارٽيءَ جي ڪمن لاءِ جاڪوڙي رهيا هئا، پر آمر ضياءُ الحق خلاف هو مختلف سياسي جماعتن وچ ۾ جڻ ڪي پل وارو ڪردار ادا ڪندا هئا. سائين نور محمد سومرو اسان سياسي ڪارڪنن کي تن ڏينهن به چوندو هو ته ”بابا سياست سان گڏ، گذر سفر جا ڪي پيا به ذريعا ڳوليو نه ته ٽڪجي پوندوَ.“ هو وڏو نظرياتي ماڻهو هو جڻ ڪيس اڳم ۾ ئي ادراڪ ٿي چڪو هو ته اسان جي نظرياتي سياست واري هن ٽائٽينڪ جهاز کي ٻڏڻو ئي آهي.

اڄ آئون پنهنجي نائين درجي ۾ پڙهندڙ پٽ ساحل جي اسڪول

ڪان گهر ڪلاڪ دير ٻہ برداشت نٿو ڪري سگهان پر نائين ڪلاس ڏهين درجي تائين مون سرور سميجو (انفارميشن آفيسر) الهہ بخش رانوڙ (صحافي) عبدالرحمان عبداش (صحافي) ۽ خورشيد مستوئي (مرحوم) سان گڏ سڄي سنڌ گهمي ورتي هئي. سلام آهي سنڌ جي انهن اڏول مائرن کي جن پنهنجا ڳڀرو نوجوان ۽ ٻارڙا سنڌ، انقلاب ۽ وطن لاءِ ارپي ڇڏيا هئا. مون کي تہ خيرپورميرس ۾ ٿيل اها گڏجاڻي اڄ بہ ياد آهي، جنهن ۾ قاضي جاويد آيل هو ۽ هن ساتي ٻارڙا جي سرپرست طور جذباتي تقرير ڪئي هئي، اسان تہ ٻالڪپڻي ۾ وڏا جوکا ڪنيا، ياد ٿو اچيم تہ ڳوٺ گهاڙي ۾ ساتي ٻارڙا جي مرڪزي گڏجاڻي گهرائي هئي سين، هن گڏجاڻي ۾ شبير بيدار پنو (صحافي) سرور سميجو، هاري اڳواڻ ڪامريڊ مانڊل شر جو فرزند جمال ناصر سميت ڪراچيءَ جا دوست ساتي ٻارڙا شامل ٿيا هئا. ساتي ٻارڙن مان ڪراچي جي دوستن چيو تہ اسان رائيس ڪينال ۾ وهنجنداسين، مون کين چيو تہ اوهان کي ترڻ اچي ٿو، چيائون ها، اسان سمنڊ ۾ وهنجندا آهيون، ٻن دريائن جو ڏيک ڏيندڙ تار رائيس ڪئنال جي وهڪرن ۾ ٻارڙن جو لهڻ ۽ ٻڏڻ، مورڳو ساتي مئا پئي ان ڏينهن تہ ڳوٺ وارن وڏي همٿ ڪري ساتي ٻارڙا بچايا.

# ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شموليت

1985ع ۾ ميهڙ هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪري مون خيرپورناٿن شاهه ڪاليج ۾ داخلا ورتي ۽ ساٿي بارڙا ڪانپوءِ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر ٿيس ڊي ايس ايف ڪان اڳ ۾ 3 نومبر 1968ع تي حيدرآباد ۾ شاگردن جو ڪنوينشن ٿيو هو، جنهن ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو قيام عمل ۾ آندو ويو هو، ڪامريڊ جام ساقي ان جو پهريون مرڪزي صدر ۽ مير ٿيبو ان جو جنرل سيڪريٽري چونڊيا ويا، ان وقت ترقي پسند ۽ قومپرست شاگرد اڳواڻن کي ايس اين ايس ايف کي بچائڻ گهربو هو، پر ان وقت جي شاگرد قيادت حالتن جي نزاڪتن کي سمجهي نه سگهي ۽ ايس اين ايف ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. نامياري ليکڪ ۽ ماضيءَ جي شاگرد اڳواڻ اعجاز قريشيءَ پنهنجي ڪتاب ون يونٽ ۽ سنڌ ۾ ايس اين ايس ايف کان ڌار ٿيندڙ قومپرست شاگرد اڳواڻن لاءِ لکي ٿو ته "ايس اين ايس ايف کان ڪجهه دوست جدا ٿيا، جن قومپرست گروپ ناهيو، جنهن اڳيان هلي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي جنم ڏنو. انهن دوستن ۾ شاهه محمد شاهه، پير مظهرالحق، اقبال ميمڻ، يوسف ميمڻ، امان الله شيخ ۽ راقم شامل هئا." هن شاگرد تنظيم جي ٻي ڌارا سان جڙيل شاگرد اڳواڻ ڪامريڊ جام ساقي، امداد اوڍو، مير ٿيبو ايس اين ايف کي تنظيمي طور متحرڪ رکندا آيا، جيئن ته ڪامريڊ جام ساقي ۽ ان جا ساٿي ڪميونسٽ تحريڪ سان

سلهاڙيل هئا ۽ اسان جي ساٿين جي نظرياتي اڏام شيخ اياز جي هن خيال جيان هئي،

جنهن وقت بہ ڪنهن جو طوق ٽٽو
مون ائين سمجهيو،
چڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي، اي دنيا ڀر جا محڪومو!
اي مظلومو!
جي محڪوميءَ مان ڪو بہ ڇٽو
مون ائين سمجهيو،
چڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي،
ڀل مون ڪي ڏي ڪيڏو بہ گهٽو
مون ائين سمجهو، چڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي.

ڪامريڊ ڊاڪٽر جبار خٽڪ، شير محمد مگريو، احمد خان جمالي، امداد چانڊيو ۽ گهنشام پرڪاش جهڙن انقلابي ساٿين جي وڏي جدوجهد ڪان پوءِ نيٺ 1980ع واري عرصي ۾ ايس اين ايس ايف کي ملڪگير تنظيم ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن واري تنظيمي شڪل ڏني وئي، جنهن جو پهريون مرڪزي چيئرمين امداد چانڊيو ٿيو. تنظيم ۾ شامل ٿيڻ ڪان اڳ ۽ پوءِ مون کي اسٽڊي سرڪل ۾ ساٿين ٻڌايو تہ ڊي ايس ايف ناهڻ ۾ نذير عباسي وڏي ڀڄ ڊڪ ڪئي، هو چوندو هو تہ جيڪڏهن پاڪستان جا ظالم ملڪگير سطح تي منظم ٿي استحصال ڪري رهيا آهن تہ پوءِ مظلوم قومن ۽ طبقن کي بہ ملڪگير سطح تي منظم ٿي جدوجهد ڪرڻ گهرجي ۽ پاڪستان ۾ شامل وحدتن جي شاگردن جي ملڪگير تنظيم ان جدوجهد ۾ عظيم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي.

آئون هتي پنهنجن يادگيرين ۾ ان دؤر جي شاگرد سياست جو تنظيمي ڪلچر پڙهندڙن آڏو رکندو هلان. اسان جڏهن خيرپور ناٿن شاهہ ۾ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو يونٽ کوليو تہ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي دوستن گهرائي تنبيهہ ڪئي تہ ”اوهان ڊي ايس ايف جو يونٽ کولي نہ ٿا سگهو، اوهان

جي هتي سياست ڪرڻ تي بندش آهي“ معشوق ملاح، پاويل، مون ۽ رفيق منگي کين چيو تہ ”سياست تي بندش تہ ضياءُ الحق هنئي آهي تہ پوءِ اوهان اهڙي ڳالهہ چو ٿا ڪريو؟“ اسان ڊي ايس ايف وارن لاءِ مشهور هو تہ هنن ڪامريڊن سان بحث نہ ڪريو، زبان بجاءِ سيڪٽ ڏيڻ لاءِ هٿ واري پولي جو استعمال ڪيو. جيئي سنڌ ۾ بہ ڪيئي ڏارائون هيون ۽ جيئي سنڌ ۾ سوشلسٽ تحريڪ ڏانهن سخت گير مؤقف رکندڙ دوست دليلن بجاءِ هٿيارن سان ڳالهائيندا هئا، تنهن ڪري قومپرست دوستن بحث نہ ڪيو ۽ هي چئي هليا ويا تہ هاڻ پيهر يونٽ کولڻ ۽ سياست ڪرڻ جو نہ سوچجو. جي پيهر سياست ڪندي نظر آيا تہ گهٽ ڪا نہ ٿيندوَ.

ضياءُ الحق جي آمريت وارن ڏينهن ۾ سنڌ جي شاگرد تنظيمن جو گڏيل محاذ نهڻ گهربو هو پر تنگ نظر سوچ ڪري سڄي سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ خيرپورناٿن شاهہ ڪاليج جهڙي صورتحال هئي. پيپلز پارٽيءَ جي شاگرد تنظيم سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن (سپاف) ۽ جيئي سنڌ سان لاڳاپيل شاگرد تنظيم جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن وچ ۾ وڏا جهيڙا ٿيندا هئا. سنڌي شاگرد تحريڪ ۽ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ڪارڪنن لاءِ تعليمي ادارن ۾ باهہ مٿل هئي، ڪراچيءَ ۾ جمعيت وارا سنڌي شاگرد تنظيمن ۽ ڊي ايس ايف جي ڪارڪنن کي سخت ٽارگيٽ ڪندا هئا، ماريندا هئا ۽ سنڌ جي ٻين ضلعن ۽ شهرن ۾ جيئي سنڌ وارا دوست پيا اسان کي ڪٽيندا هئا، حالتون ان حد تائين خراب هيون جو ڪيترن ئي تعليمي ادارن ۾ جهيڙا ٿيا ۽ شاگردن پنهنجن زندگيون وڃايون، نوجوان پڙهڻ آيا ۽ مائٽ سندن لاش کڻائي ويا.

جيئي سنڌ جي دوستن اسان جي سياست تي بندش ضرور هنئي هئي، پر اسان ضياءُ الحق جي بندش کي ئي ڪو نہ پئي مڃيو، تنهن ڪري پنهنجو تنظيمي ڪم جاري رکيوسين. هڪ ڏينهن مان، معشوق ملاح، پاويل ۽ رفيق منگي ڪاليج ۾ دوستن سان گڏجاڻي ڪري واپس اچي پئي تہ ڪاليج جي ٻاهرين دروازي

تي نواب لغاري ۽ جيسين ياد ٿو اچيم ته حبيب ڪانيو جيئي سنڌ جي ڪارڪنن سان گڏ بيٺل هئا، سڌ ڪري چيائون ”هن ٿيلهيءَ ۾ ڇا آتوَ“ اسان جو جواب ”اهو حق اوهان کي ڪنهن ڏنو آ جو پڇو ٿا ته ٿيلهي ۾ ڇا آهي؟“ نواب لغاري اسان کي بيهر تبيهه ڪئي ته مڙي وڃو هي جيئي سنڌ جو ڳڙهه آهي، هتي اوهان جي ڪامريڊي نه هلندي. اسين ماٺ ڪري پنڌ ڪندا استاد جماعت چانڊيو جي ڪرائي تي ورتل جاءِ تي پهتاسين. ڪاوڙ ته ڏاڍي لڳي پر ڪري به ڇا پئي سگهياسين. ٻئي ڏينهن مان ڪاليج پهتس، ٻي سنگت اڃا نه آئي هئي، مون پوسٽر ڪڍيو ۽ وڃي پٽ تي هيم ”هٿيار نه، تعليم ڪپي“ اڃا پوسٽر مس ئي هنيو هيم ته جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا دوست آيا ۽ مون کي ڪاليج جي ڇت تي وٺي ويا. هڪ دوست جي هٿ ۾ پسٽل هو، مار نه ڪيائون ۽ نه ئي ڪو تشدد ڪيائون دڙڪا دهمان ڏئي چيائون، ”تنهنجي لاءِ اڄ جي ايتري سزا ڪافي آهي ته بنا دير ڪاليج مان نڪري وڃ“ مان ماٺ ڪري ڪاليج مان هليو آيس ۽ سڄي ڳالهه اچي ڪامريڊ دوستن کي ٻڌائي. جيستائين ياد ٿو اچي ته حبيب ڪانيو ڪاليج جو اڳواڻ هو ۽ نواب لغاري سڄي ضلعي ۾ سرگرم هو. نواب لغاري جي اکين جو پاڻي ان ڪري به نه سڪو هو جو هو منهنجي ننڍپڻ جي قومپرست دوست مصطفيٰ جمالي (هاڻ صحافي ساٿي آهي) جو دوست هو، تنهن ڪري ياريءَ جي ان وکر ڪري به هن مون سان رعايت پئي ڪئي، جساف جي دوستن جي بار بار چوڻ باوجود اسان نه مڙياسين ۽ ڊي ايس ايف جي يونٽ جو بنياد رکيوسين. ميهڙ مان علي گوهر جانوري دوستن سميت ڊي ايس ايف ۾ شامل ٿيو ۽ ڪيس يونٽ جو صدر ڪيوسين. جڏهن يونٽ جو باقائده اعلان ٿيو ته جساف جا دوست ڪاوڙ ۾ اچي ٽپي باهه تي ويا. ڪاليج ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ ڊي ايس ايف جي دوستن جو جهيڙو ٿي پيو، ڊي ايس ايف جا ڪارڪن ٽورائيءَ ۾ هئا، علي گوهر جانوري کي ڏاڍا ڌڪ لڳا. علي گوهر جانوري جي راڄ کي خبر پئي ته ڳالهه سياسي بجاءِ ذاتي ٿي وئي

۽ نياپو ڪيائون تہ جهيڙو ڊي ايس ايف سان نہ جانورين سان ٿيو آهي ۽ نوجوان جو پلاند ڪنداسين. جيئي سنڌ ۽ ڊي ايس ايف جي قيادت وڏي ذهانت جو مظاهرو ڪيو ۽ ڌرين کي ان ڳالهہ تي راضي ڪيو تہ جهيڙو ذاتي نہ نظرياتي ۽ سياسي آهي ۽ ان جو حل بہ سياسي هجڻ گهرجي. نيٺ ٻنهي تنظيمن جي ڪوشش سان جهيڙو ٽري ويو ۽ ٻنهي تنظيمن وچ ۾ گڏيل ضابطہ اخلاق جڙيو، ائين اسان کي بہ سياسي سرگرميون ڪرڻ جي اجازت ملي ۽ ڪي اين شاهہ ڪاليج مٿان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان گڏ ڊي ايس ايف جو جهنڊو لڳو.

اڄ جڏهن آئون زندگي جي هن موڙ تي ٽن ڏينهن جي شاگرد سياست جي تضادن، کهاڻين، سنڌ ۾ ٿيندڙ جهيڙن ۽ شهادتن کي ڏسان ٿو تہ اهي جهيڙا ڪيڏا نہ ٻاراڻا هئا، سچ تہ ان وقت ادارن جي صورتحال ڏاڍي خراب هئي، هر اداري ۾ شاگرد تنظيمن وچ ۾ ٽڪراءَ واري صورتحال هئي، هڪ ٻئي جا ماڻهو اغوا ڪيا ويندا هئا، ڪينٽين ۾ ٻوٽيءَ تي جهيڙا ٿي پوندا هئا ۽ ڪلاشنڪوف جا ٺڪاءَ عام ۽ پرامن شاگردن جو هنياءُ پيا ڏاڙيندا هئا. انهن جهيڙن ڪري الائي ڪيترين سنڌي مائرن جون جهوليون خالي ٿي ويون. اڄ جڏهن ويهي سوچون ٿا تہ ائين ٿو لڳي جڻ اسان وڏن مقصدن واري ڳالهہ ڪندڙ اهڙا ننڍڙا ماڻهو هئاسين، جن پنهنجن ئي ڀائرن کي نظرين جي نالي تي موت جي ننڊ سمهاريو. ڊي ايس ايف جي پاليسي هئي تہ پلي مار کائو، رت ۾ ٻاڙها ٿيو هٿيار نہ کڻو، ان وقت ڊي ايس ايف جو نعرو هو "هٿيار نہ، ڪتاب گهرجن." اهو ياد رکڻ گهرجي تہ ان وقت افغانستان ۾ انقلاب آيل هو، پختونخواهہ ۾ ڊي ايس ايف هٿيارن ذريعي پنهنجو دفاع پئي ڪيو، پر سنڌ ۾ اسان ان ڪلچر کي هٿي نہ ڏني، هٿيار کڻي پنهنجن کي مارڻ بجاءِ سچو ڏيان سياست ۽ نظرياتي جدوجهد ڏانهن ڏنو، جي ڪامريڊ چاهين ها تہ سنڌ ۾ دفاع جي نالي تي دوستن کي هٿيار هٿ ۾ ڏئي پئي سگهيا، پر اسان ائين نہ ڪيو، مار کائيندا رهياسين، پر پنهنجن جي سامهون ٿي نہ بيناسين.

# ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شموليت

اسان رات جو اسٽڊي سرڪل هلائي رهيا هئاسين، هلندڙ بحث دوران معشوق ملاح مون کي پاسائتو وٺي ويو ۽ چيائين ڪامريڊ، سياڻي اوهان سان هڪ ڪامريڊ ساٿي جي ملاقات ٿيڻي آهي، پر ان ملاقات کي ڳجهو رکڻو آهي. ملاقات جو هنڌ ۽ وقت اوهان کي بعد ۾ ٻڌايو ويندو. ڪامريڊ ساٿي جو اچڻ، ملاقات جو ڳجهو هجڻ ۽ نه ڄاڻ ڪيترا سوال هئا. جن تي ويچاريندي منهنجي رات گذري وئي، صبح ٿيندي ئي معشوق ۽ مان ڳوٺ مان ميهڙ شهر پهتاسين، معشوق مون کي هڪ هوٽل تي وٺي ويو، اسين چانهه پئي رهيا هئاسين ته گهاٽن ڀرُن وارو هڪ جوشيلو ڪامريڊ دوست تاج مري ساڳئي هوٽل تي پهتو. چانهه جو آرڊر ڏيو، بيرو چانهه کڻي آيو، اسان سيني گڏجي چانهه پيتي، تاج مري ماٺ رهيو ۽ مون کي نهاريندو رهيو، ڇڻ هو منهنجي شخصيت جو جائزو وٺندو هجي. معشوق، تاج سان گرم جوشيءَ سان ملي اهو چئي موڪلايو ته اوهان اقبال سان حالي احوالي ٿيو پاڻ بعد ۾ ملئون ٿا. تاج ۽ مان هوٽل تان اٿي ميهڙ جي هڪ پبلڪ پارڪ ۾ ويناسين. هن مون کان سماجي تبديلي، سوشلسٽ انقلاب ۽ پاڪستان ۾ قومي سوال بابت ڪيترائي سوال ڪيا ۽ منهنجا جواب ٻڌندو رهيو. سندس هن سوال ته اوهان ڪميونسٽ

پارٽي آف پاڪستان جو نالو ٻڌو آهي، مون ڪيس ڪو بہ جواب نہ ڏنو ۽ ماٺ رهيس ڇو تہ پارٽي تي بندش هئي ۽ اسين ڊي ايس ايف جا دوست پارٽيءَ سان تنظيمي لاڳاپن کان لاتعلقي ظاهر ڪندا هئاسين، تاج مسڪرائيندي مون سان مخاطب ٿيندي انتهائي رازداري واري انداز ۾ چيو تہ ڪامريڊ اوهان لاءِ خوشخبري آهي تہ ڪميونسٽ پارٽي اوهان جي ڪم، مستقل مزاجي ۽ انقلاب لاءِ جدوجهد کي نظر ۾ رکندي اوهان کي سي پي جو ميمبر بنائڻ جو فيصلو ڪيو آهي، اڄ کان اوهان ڪميونسٽ پارٽي جا ميمبر آهيو. پارٽيءَ جي ميمبرشپ جو ٻڌي مون کي بيحد خوشي ٿي ۽ ان اقبال جي ڪيفيت لفظن ۾ بيان ڪري ئي نہ ٿي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ هاڻ آئون ان پارٽي جو ميمبر بڻجي چڪو هئس، جنهن پارٽيءَ جا ساٿي جيلن ۾ سخت پورهيي سان سزائون ڀوڳي رهيا هئا ۽ پارٽي جي ٻن عظيم ساٿين حسن ناصر ۽ نذير عباسي شهادتون ماڻيون هيون. مون تاج جا ٿورا مڃيا ۽ کيس چيو تہ ڪامريڊ منهنجي پارٽي ۽ انقلاب لاءِ جان بہ حاضر آهي. تاج مون کي سختيءَ سان هدايت ڪئي تہ آءُ پارٽي جي ميمبرشپ بابت ڪنهن کي بہ ڄاڻ نہ ڏيندس ۽ ڊي ايس ايف جي فرنٽ تي ئي پنهنجو ڪم جاري رکندس. پارٽي جو ميمبر ٿيڻ بعد معشوق سان ملاقات ٿي، هن فقط هي لفظ چيا تہ ”ڪامريڊ مبارڪ هجئي“ هاڻ جڏهن آئون هي ڊائري لکي رهيو آهيان، تڏهن معشوق ٻڌايو تہ کيس طالب لاشاري، شبير سومري کي ڊاڪٽر حميد سومرو ۽ پاويل جوٽيجو چواٽي تہ کيس امر لال ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبر ٿيڻ جو اطلاع ڏنو هو، هاٽي اسان کي مارڪسزم ۽ لينن ازم سان گڏ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي تنظيمي جوڙجڪ، جدوجهد جي حڪمت عملين ۽ تنظيم ڪاري بابت پڙهايو، سمجهايو ۽ سيکاريو پئي ويو.

# جيئن لک لڳي تيئن رکـ ٽيا

پاڪستان اندر فوجي حڪومت هئي ۽ اسان جي پاڙيسري ملڪ افغانستان ۾ سويت يونين جي مدد سان انقلاب آيل هو، پاڪستان جي حڪومت ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان کي پنهنجي لاءِ خطرو پئي سمجهيو، پارٽي تي بندش هئي ۽ اسان جي ڪامريڊ ساٿين اندر گرائونڊ ٿي ڪم پئي ڪيو، ڪميونسٽ پارٽي ۽ ان جي فرنٽن تي ڪم ڪندڙ ساٿين خلاف سخت آپريشن شروع ڪيو ويو. 10 ڊسمبر 1978ع تي ڪامريڊ ڄام ساقي کي حيدرآباد مان گرفتار ڪري فوجي عدالت 10 سالن جي سزا ڏنائي، ايڏي وڏي سزا باوجود هن چيو هو تہ ”آئون ڪميونسٽ آهيان ۽ مون کي پنهنجي ڪميونسٽ هجڻ تي فخر آهي.“ هو پاڪستان جي مختلف جيلن ۾ سخت پورهيي سان سزا ڪاٽيندو رهيو ۽ مٿس ٽارچر سيلن ۾ سخت ٽارچر ٿيندا رهيا، گرفتارين جو سلسلو جاري رهيو ۽ 30 جولاءِ 1980ع ۾ ڪراچي جي پيپلز ڪالوني مان پارٽي جي دوستن سان رابطي لاءِ ورتل گهر مان ڪامريڊ نذير عباسي ۽ پروفيسر ڪامريڊ جمال نقوي کي گرفتار ڪري سندن هٿ پير ۽ اکيون ٻڌي کنيو ويو، ان ئي گهر مان بہ ڪامريڊ ساٿي شبير شر، ڪمال وارثي بہ گرفتار ٿيا. گرفتارين جو اهو سلسلو هلندو رهيو ۽ جمال نقوي ۽ نذير عباسي جي

گرفتارين جي هڪ ڏينهن کان پوءِ پاڪستان ڪوارٽرس ڪراچيءَ مان سهيل سانگي ۽ بدر ابڙو گرفتار ٿيا.
ڪامريڊ نذير عباسيءَ جي گهر نہ پهچڻ ۽ جمال نقوي ۽ نذير عباسي جي گرفتار ٿيڻ کان پوءِ ادي حميده ڪامريڊ دوستن کي محتاط رهڻ وارو اطلاع ڏيڻ لاءِ اچي ڪامريڊ ساٿين وٽ پهتي هئي. هوءَ جيئن ئي اندر داخل ٿي سهيل سانگي کي حراست ۾ ڏٺائين. ايجنسين وارن ادي حميده کان هن گهر ۾ اچڻ جو ڪارڻ ۽ سندس نالو پڇيو تہ ڪامريڊ حميده پنهنجو نالو فرضي ٻڌايو ۽ ڪين چيو تہ شبير شر جي امڙ جي طبيعت خراب آهي ۽ هوءَ ڪيس اهو اطلاع ڏيڻ لاءِ هتي آئي آهي. ڪامريڊ حميده کي هڪ ٻئي ڪمري ۾ ويهاريو ويو. سهيل سانگي، ادي کي ڏسندي ئي اهڙو تاثر ڏنو جو هو ڄڻ هڪ ٻئي کي سڃاڻين ئي نہ پيا. سهيل کي هو پاڻ سان گڏ وٺي ويا ۽ شهيد نذير عباسي جي وني ڪامريڊ ساٿي حميده گهانگهرو کي رات دير سان ڇڏيو ويو.
گرفتار ساٿين کي مختلف هنڌن تي سخت ذهني ۽ جسماني تشدد ڪيو ويو ۽ اِهو سڄو عرصو هو زندگي ۽ موت جي ٻہ واٽي تي بيٺل رهيا. جمال نقوي اهي ڏينهن سارينديءَ ڪجهہ هي احساس قلمبند ڪيا آهن تہ شهيد نذير عباسي ۽ هو گرفتاري کان پوءِ جڏهن هڪ ڪمري ۾ هجن ٿا تہ پنهنجي آدرشن لاءِ جان ارپڻ جو وچن ڪن ٿا، ڪامريڊ نذير عباسي کي جمال نقوي کان ڌار ڪيو ويو. هڪ فوجي آفيسر اچي لڳاتار هي چوندو رهيو هو ( THE GAME IS OVER) هاڻ راند ختم ٿي وئي. سندس بار بار ان جملي دهرائڻ تي جمال نقوي جو هي جواب هو تہ ”اِهو اوهان جو خيال آهي تہ راند ختم ٿي چڪي آهي، منهنجي خيال ۾ تہ راند تہ هاڻ شروع ٿي آهي.“ اسان جي پارٽي جا ساٿي آمريت جي عتاب هيٺ هئا، ڪامريڊ ساٿي ڪامريڊ ڄام ساقي، جمال نقوي، ڪمال وارثي ۽ شبير شر گرفتار ٿي جيلن ۽ ٽارچر سيلن ۾ سختيون پيوڳي رهيا هئا ۽ اهڙين ڏکين حالتن ۾ پارٽيءَ جون ٻين ڪامريڊ ساٿين کي روپوش ٿي ڪم ڪرڻ واريون هدايتون مليل هيون ۽ هو

انڊر گرائونڊ ٿي پارٽيءَ کي منظم ڪري رهيا هئا، لفظ روپوشي ڇا ٿيندي آهي، ان دؤر جو احساس اهو ئي سياسي ڪارڪن ڪري سگهي ٿو، جنهن گهر هوندي به هڪ مقصد خاطر دربدريءَ جي زندگي گذاري هجي. ڪامريڊ ساٿي ضياءُ الحق جي جوڙيل فوجي عدالتن جي فيصلن کي مُنهن ڏيندا رهيا هئا ۽ روپوش ڪارڪن ضياءُ الحق جي آمريت هوندي عوامي ۽ انقلابي تحريڪ کي هڪ نئين عزم ۽ عمل سان جاري رکيو پئي آيا. اڄ جا تجزيي نگار ۽ محقق جڏهن ماضيءَ جي انقلابي تحريڪن تي تنقيد ڪندي ناهن ٿڪبا، تن کي ياد ڏياريندو هلان ته ضياءُ الحق جي آمريت وارن ڏينهن ۾ پمفليٽ ۽ ٻيو انقلابي مواد رکڻ جي سزا به ستن سالن کان گهٽ ڪا نه پئي ڏني وئي. پارٽيءَ خلاف آپريشن جاري رهيو ۽ اسان جا وڏيڪ ساٿي گرفتار ڪيا ويا، حيدرآباد مان ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي مرڪزي چيئرمين امداد چانڊيو، محمد خان سولنگي، شير محمد مگريو، وزير لاکو ۽ اسرار لانگاهه کي ڪنيي ڪٽي وچي فوجي عدالت ۾ پيش ڪيو ويو. وزير ۽ اسرار ته سست ئي آزاد ٿيا، باقي ٽن ڪامريڊ ساٿين امداد چانڊيو، محمد خان ۽ شير محمد مگريو کي هڪ مهيني تائين ذهني ۽ جسماني تشدد جو نشانو بنائڻ کان پوءِ نومبر 1982ع ۾ خاص فوجي عدالت نمبر 7 ۽ 3 ۾ 7-7 سال قيد ۽ ڏهن ڪوڙن جي سزا ٻڌائي وئي.

ڊاڪٽر جبار ڊي ايس ايف ٺهڻ کان اڳ ايس اين ايس ايف جو سينيئر وائيس چيئرمين هو، هو روپوش هو ۽ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ناهڻ لاءِ پاڪستان جي دوري تيِ نڪري پيو هو، ضياءُ الحق جي حڪومت ڪامريڊ جبار تي ان ڪري ناراض هئي جو هن سويت يونين جي انٽرنيشنل اسٽوڊنٽس ڪانفرنس ۾ ذوالفقار علي ڀٽو جي ڦاهيءَ تي سخت احتجاج ڪيو هو ۽ هن ئي ڪانفرنس ۾ هن ڪامريڊ جام ساقي سميت ڪابي ڊر ۽ ترقي پسند سياستدانن، شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن خلاف هلندڙ آپريشن جي مذمت ڪئي هئي. ڊاڪٽر جبار خٽڪ کي ڪميونسٽ پارٽيءَ

طرفان واضح هدايتون ڏنيون ويون ته هو پشاور کان افغانستان ڏانهن نڪري وڃي پر هن افغانستان وڃڻ بجاءِ پاڪستان ۾ رهڻ کي ئي ترجيح ڏني هئي ۽ نيٺ کيس پشاور مان گرفتار ڪيو ويو، پين ڪامريڊ ساٿين جيان پشاور جي ٽارچر سيل ۾ متس ان حد تائين تشدد ڪيو ويو جو هو بيهوش ٿي ويو، سندس جسم رتورت ٿيل هو ۽ کيس مرڻينگ حالت ۾ اسپتال آندو ويو ۽ بعد ۾ آمر خلاف بهادريءَ سان نظرياتي ۽ سياسي جدوجهد ڪندڙ هن ڪامريڊ کي هريپور جيل منتقل ڪيو ويو. ڊاڪٽر جي ننڍي ڀاءُ عامر خٽڪ ٻڌايو پئي ته ضياءُ جي آمريت وارن ڏينهن ۾ کين سخت عذاب ڏسڻا پيا، هن اهي ڏينهن ساريندي ٻڌايو ”اسان جو لياري جي گل محمد لائين ۾ گهر هو، هڪ ڪمرو ۽ اڳيان اڱڻ جڏهن پوليس گهر تي چڙهائي ڪندي هئي ته اسين ڪنڌ ونئي ادا جي ڪتابن کي لڪائيندا هئاسين. هو اسان جي ٻن ڀائرن مشتاق ۽ جاويد احمد کي موبائل ۾ ويهاري ٿاڻي تي وٺي ويندا هئا ۽ ٻن ٻن، ٽن ٽن ڏينهن تائين کين ذهني ٽارچر ڏيندا هئا.“

پورهيت انقلاب لاءِ نه رڳو وڏن پر ڪامريڊ ساٿين جي ننڍن ٻارڙن به بي پناهه قربانيون ڏنيون، اسان جو ساٿي ڪامريڊ ذلف پيرزادو انهين درجي ۾ پڙهندو هو، سندن گهر تي ڇاپو هنيو ويو ۽ ان ڇاپي دوران طلوع رسالي ۽ ”سويت يونين جا مسلمان“ ڪتاب جون 50 کان 75 ڪاپيون هٿ آيون، ذلف ۽ لطف پيرزادي کي ڪنيي ڪٽي وڃي تهه خاني ۾ اڇلايو ويو، هو ٻنهي ڪامريڊ ساٿين کان هي به سوال پڇندا رهيا ته انور پيرزادي وٽ ڪير ايندو آهي ۽ اوهان جو ان سان ڪهڙو واسطو آهي؟ ذلف ۽ لطف ڏاڍو تشدد سٺو ۽ کين ڪراچي جي سمري ملٽري ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو، جنهن عدالت ذلف کي هڪ سال قيد ۽ لطف پيرزادي کي هڪ سال قيد سان گڏ 12 ڪوڙا هڻڻ واري سزا ٻڌائي.

ان سڄيءَ ويڙهاند دوران اسان جي ساٿين جيل ۾ هيٺي نه ٻولي، هو جيل به اٽل ارادن سان ڪٽيندا رهيا، هو فوجي عدالتن جي ڏنل سزائن جا انڪاري هئا ۽ جيل ۾ سختين باوجود پنهنجي

سياسي جدوجهد ۽ مطالعو جاري رکيو پئي آيا، اسان ڪامريڊ ساٿين ۽ طبقاتي سماج خلاف ويڙهه وڙهندڙ انقلابين جي بهادريءَ جا قصا ڏيهان ڏيهه مشهور هئا. اسان پنهنجن ساٿين جي آزادي لاءِ رات جو چاڪنگ ڪندا هئاسين ۽ ذهني طور پاڻ به جيل وڃڻ ۽ سزا ڪاٽڻ لاءِ تيار رهياسين. ڪامريڊ جام ساقي ۽ ان جا ساٿي جڻ رڪ جا ٺهيا هجن، جن کي ڇپاڙيندي آمرن جي وات مان رت ڇيهون ڪري وهندو هجي، جيل به اسان جي ڪامريڊ ساٿين کي ٽوڙي نه سگهيا.

هي ڪتاب لکندي بختاور جام مون کي جيل جون يادگيريون پئي ٻڌايون ته مان ۽ سجاد جڏهن بابا سان ملاقات لاءِ ويندا هئاسين ته بابا ۽ ڪامريڊ دوستن جا ٽهڪ ٻڌي آئون سجاد کي چوندي هيس ته "بابا ۽ ان جا دوست هتي جيل ۾ ڏاڍو خوش آهن، هو ڪڏهن به گهر نه ايندا." هي ان معصوم ٻارڙي جا ڪمينٽس هئا، جيڪا جڏهن ڪان سمجهه پري ٿي، هئي ته پنهنجي انقلابي پيءُ ڪامريڊ جام ساقي کي سدائين ساٿين سميت جيل جي سلاخن پويان ئي ڏٺو هئائين. اسان جيل ڪان ٻاهر ساٿين تنظيم پئي ناهي، قافلا پئي منظم ڪيا ۽ اسان جا باندي ساٿي جيل ۾ به پارٽي جو ڪم جاري رکيو پئي آيا، هو موت ڪان به اڳتي سوچي رهيا هئا، هو آمريت جي ڪاري رات ۾ سماج لاءِ هڪ سوجهري جي علامت هئا، ان وقت سندن احساس آڪاش جي هن شاعري جيان هئا ته،

"اسان جي مئاسين سفر ۾ او ساٿي
ته ماٽيندا منزل پنهنجا ڊول ڊاٿي"

4 جنوري 1983ع تي اسان جي بهادر ساٿين امداد چانڊيو، شير محمد ۽ محمد خان کي پٺن تي ڪوڙا هنيا ويا، ان ڏينهن جڻ هي ڪوڙا پاڪستان جي شاگرد سياست ۽ انساني شعور کي لڳا هجن، هي دؤر ويڙهه ۽ مزاحمت جو دؤر هو، اسان جي ساٿين جيان ڊاڪٽر نياز سومرو، ڏاڏي متاري ۽ عنايت هيسباڻي به حيدرآباد جي سينٽرل جيل جي ڪولين ۾ بند ٿي آمريت خلاف شعوري بغاوت پئي ڪئي، سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ امداد چانڊيو

۽ ٻيا ڪامريڊ ساٿي اسٽڊي سرڪل هلائيندا هئا، هي هَنيلا نوجوان رڄ ۽ رڻ واري سماج ۾ انقلابي رنگن جي انڌلٽ تي ايريا هئا. امداد تہ جيل ۾ بہ شيخ اياز جي انقلابي شاعري ”ڳاءِ انقلاب ڳاءِ“ ۽ ”تخت ڪيرائڻ“ وارا گيت، پئي ڳايا. ايذي وڏي جبر ۽ ڏاڍ ڪي مُنهن ڏيڻ جي نتيجي ۾ نہ رڳو اسان جا حوصلا وڌيا، پر عوام بہ اسان کي ڀرپور موٽ ڏني، ان وقت اسان هي نعرئ هڻندا هئاسين، ”چينو چينو پاڪستان، جيسي چينا افغانستان، قوم کي ان غدارون کو ايک ڌکا اور دو، نيلي پيلي ڪارون کو ايک ڌکا اور دو، گرتي هوئي ديوارون کو ايک ڌکا اور دو“

# قافلا هلندا رهيا

ضياءَ شاهيءَ جو جيترو جبر وڌيو ٿي، سنڌ ۾ مزاحمت بہ اوتري ٿي وڌي، ڪميونسٽ تحريڪ جو اهم شاگرد اڳواڻ گهنشام پرڪاش گرفتار ٿي ويو، شبير لاشاري کي بہ گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو، مڪ ليڊرشپ جيل ۾ هئڻ باوجود تحريڪ جاري رهي. ڪامريڊ جام ساقي لاهور جي شاهي قلعي ۾ قيد هو، پر سندس بهادري جا قصا ۽ ڪهاڻيون ڪميونسٽ تحريڪ ۾ نئون حوصلو پيدا ڪري رهيون هيون، سرخ پرچم ۽ مشعل ڇپجڻ جو سلسلو جيئن جو تيئن جاري رهيو، هو اسان جي شعور کي بند ڏئي روڪي نہ سگهيا، هڪڙا دوست گرفتار پئي ٿيا تہ ٻين ڪامريڊن اچي قافلن جي سرواڻي پئي ڪئي، مڪ قيادت جي گرفتاري ڪان پوءِ ڊاڪٽر طالب لاشاري، علي حسن چانڊيو، حميد سومرو، اظهر عباس، ڊاڪٽر مرتضيٰ کهڙو ۽ ٻين دوستن شاگرد سياست ۾ سرواڻي وارو ڪردار ادا ڪيو، سنڌ هاري ڪميٽي جي فرنٽ تي تاج مري، غلام رسول سهتو، صالح بلو، ڪامريڊ مانڊل شر، چاچا اسماعيل قريشي، شاهہ محمد دراني، ڪامريڊ غلام حسين شر، غلام قادر مرڙاڻي، ڪامريڊ آچر ماڇي، ڪامريڊ فوٽو رستماڻي، ڪامريڊ احمد لغاري ۽ ڪامريڊ رانجهو ڏينهن رات سنڌ ۾ ضياءَ جي آمريت خلاف ۽ انقلاب لاءِ پئي ڊوڙيا، ڊڪيا ۽

وڙهيا. قافلي ۾ شامل اسان سڀ دوست سر جو سانگو لاهي نڪري پياسين، پنهنجي اسٽڊي سرڪلن ۾ اسان قومي جمهوري انقلاب جي ڳالهہ تہ ضرور ڪندا هئاسين، پر اوس اسان جي منزل سوشلسٽ انقلاب هو، ڪامريڊ دوست هارين، مزدورن ۽ شاگردن کي ٻڌائيندا هئاسين تہ هڪ ڏينهن آمريت جو خاتمو اچڻو آهي ۽ ملڪ جو پورهيت طبقو، هاري ۽ مزدور حڪومت تي قبضو ڪري وٺندا. پرولتاريہ (مزدور) هاري آمريت ذريعي سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي حڪومت جي پڄاڻي ٿيندي ۽ اقتدار ۽ اختياربن جا اصل مالڪ هيٺين طبقي وارا مسڪين ۽ پورهيت ٿيندا. اسان جي نظر ۾ ان وقت پرولتاريہ جي حڪمراني ۽ سوشلسزم دنيا جي سڀ کان وڏي جمهوريت هئي. ضياءُ جي آمريت وارن ڏينهن ۾ ڏاڍ ۽ جبر هو، لکڻ، ڳالهائڻ ۽ سوچڻ تي پهرا هئا، پر سنڌ جو اهڙو ڪو ڳوٺ ۽ شهر نہ هو، جتي انقلاب جي ڳالهہ نہ ٿيندي هجي. هن انقلابي جدوجهد دوران ڪامريڊ دوستن تہ پنهنجي اولاد کي بہ وساري ڇڏيو هو، سندن اکين ۾ هڪ ئي خواب هو، اهو هيو پورهيت انقلاب وارو خواب. اسان ڪامريڊ ساٿين کي پارٽيءَ جون واضح هدايتون هيون تہ گرفتارين کان بچڻو آهي ۽ سچو ڪم ڳجهي نموني ڪرڻو آهي. جيل مان ڪامريڊ ساٿين جا خط ۽ پيغام بہ اسان جي نظرياتي تعليم ۽ تربيت جو اهم ذريعو هئا. ڏينهن جي شروعات ”ڪامريڊ سرخ سلام“ کان ٿيندي هئي ۽ رات جي موڪلاڻي بہ انهيءَ ساڳئي انقلابي جذبي سان، ڪامريڊن جي ڪچهرين ۾ پڙهڻ، ڪڙهڻ ۽ ان حد تائين تہ پنهنجي طبقي لاءِ مرڻ جا سڀ گُس ۽ پيچرا ڏسيا ۽ سيکاريا پئي ويا، تن ڏينهن ۾ سرڪاري نوڪري اسان لاءِ ڄڻ مِهڻو هئي.

# ڪندياري ۾ هاري ڪانفرنس

ڪندياري جي هاري ڪانفرنس ۾ جڏهن اسٽيج تي ڪميونسٽ اڳواڻ ڪامريڊ ڄام ساقي جي تصوير آندي وئي هئي تہ هزارين ماڻهن اٿي بيهي، ڄام ساقي جا نعريٰ هنيا هئا. ڪامريڊ صالح بلو ۽ تاج مري ڏاڍا محنتي هاري اڳواڻ هئا، جن هن جلسي لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏي هئي. وڏيرڪي ۽ جاگيرداراڻي نظام خلاف سنڌ هاري ڪميٽي هڪ وڏي مزاحمتي سگهہ طور اڀري هئي. هاڻ هي سمورا هاري اڳواڻ دوست پنهنجو وارو وڄائي سياست ڪان پاسائتا ٿي ويا آهن، پر ماضي پلا ڪنهن ڪان وسرندو آهي ڇا ؟ سچ تہ تن ڏينهن ۾ جن هاري اڳواڻن جدوجهد پئي ڪئي، سياست انهن لاءِ محبوب جيان هئي، غلام رسول سهتي ۽ ٻي ڪامريڊ سنگت پنهنجو پاڻ کي سياست ۽ جدوجهد لاءِ ارپي ڇڏيو هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مک قيادت جي جيلن ۾ هجڻ باوجود سنڌ ۾ پارٽي جي مک محاذن تي سرگرميون جاري رهيون، سڪرنڊ، مورو، ڇمبڙ، جوهي، خيرپورميرس، سکر ۽ روهڙي سميت سنڌ جي هر ننڍي وڏي ڳوٺ ۾ جلسا ٿيندا هئا، ”جاڳيا، جاڳيا هاري جاڳيا“ ”تنهنجو ساٿي منهنجو ساٿي ڄام ساقي ڄام ساقي“ ”آٿيندا سين آٿينداسين، انقلاب آٿينداسين“ جا اپ ڏاريندڙ نعريٰ هوندا هئا، سڄي سنڌ ماڻ چندو ڪري، بسن جي قافلن ۾ نڪربو

هو، ڳاڙها جهنڊا هٿن ۾ هوندا هئا، سڄي رات جلسا جاڳي ٻڌبا هئا، نہ ڪا رهائش نہ سهولت، اسر ويل بسن ۾ واپسي ٿيندي هئي، اوجاڳيل اکين سان موٽي اچي آرامي ٿبو هو. ڪنڊياري ۾ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو تاريخي جلسو ٿيو هو ۽ ان ڏينهن وڏو جلوس نڪتو هو، هڪ نعرو اڄ بہ يا اٿم ”ڪنڊياري ۾ پهتو،پهتو، غلام رسول سهتو، سهتو“ انهن ڏينهن ۾ اسان سڄي سنڌ ۾ هاري ڪانفرنسون، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ورسي وارا جلسا ۽ گڏجاڻيون ڪندا هئاسين، جڏهن اسان بسن جي قافلن ۾ نڪرندا هئاسين تہ بسن مٿان ڳاڙها جهنڊا لڳل هوندا هئا ۽ لائوڊ اسپيڪرن تي انقلابي گيت ٻڌندا ۽ نعريٰ هڻندا اچي جلسن ۾ پهچندا هئاسين، جڏهن سنڌ کان ٻاهر ڪنهن شهر ۾ ٿيندڙ جلس ۾ ويندا هئاسين تہ ٽرين جي انجڻ اڳيان ڳاڙها جهنڊا هٽي چڙهيندا هئاسين ۽ جڏهن اها ريل ڪنهن ريلوي اسٽيشن تي بيهندي هئي تہ جهنڊا کڻي جلوس ڪڍي نعريٰ هڻي وري اچي ريل ۾ ويهندا هئاسين ۽ ائين اسان جو سفر گيتن ۽ نعرن سان پورو ٿيندو هو.

# نذير عباسي جي شهادت

ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي ميمبر ۽ ڊي ايس ايف جي باني ۽ نوجوان ڪميونسٽ اڳواڻ ڪامريڊ نذير عباسيءَ کي 30 جولاءِ 1980ع تي گرفتار ڪري مٿس سخت جسماني تشدد ڪيو ويو ۽ نيٺ 8 آگسٽ 1980ع تي نذير عباسي انقلاب ۽ پورهيت طبقي لاءِ جان ڏئي امر بڻجي ويو، ڪراچيءَ جي ماڙيپور ٽارچر سيل ۾ نذير عباسي کي سخت جسماني تشدد ڪرڻ بعد شهيد ڪري ڪيس ڪراچي جي سخي حسن قبرستان ۾ هٿيارن جي پهري هيٺ دفنايو ويو، اخبارن تي بندش هئي، مظاهرن ۽ احتجاج جو حق کسيو ويو هو، هر طرف آمريت جو ڌهڪاءُ هو، هڪ عظيم ڪامريڊ جي شهادت واري هي خبر بندش ڪري اخبارن ۾ نمايان طور شايع نہ ٿي. جڏهن تہ بي بي سي تي نذير عباسي جي وچڙي وڃڻ واري هيءَ خبر بنهہ مختصر هلي، جنهن ذريعي ڪامريڊ ساٿين کي نذير عباسيءَ جي شهادت جو پتو پيو. نذير عباسي جي شهادت ۽ گرفتاري حادثاتي نہ هئي، شاگرد اڳواڻ علي حسن چانڊيو پنهنجي ڪتاب ”منهنجو سياسي سفر“ ۾ لکي ٿو تہ اڳوڻي برگيڊيئر امتيار بلا هڪ ٽي وي چينل ۾ ڳالهائيندي انڪشاف ڪيو هو تہ ”جڏهن افغان انقلاب آيو تہ پنڊيءَ ۾ هڪ گڏجاڻي ٿي هئي، جنهن ۾ انقلاب جو جائزو ورتو

ويو ۽ اها راءِ ٺهي تہ انقلاب جو فائدو پاڪستان ۾ ڪنهن کي ٿيندو ۽ اها راءِ جڙي تہ ڪميونسٽن کي ۽ پوءِ پاڪستان اندر ڪميونسٽن خلاف وٺ پڪڙ شروع ٿي.“ ضياءُ الحق جي آمريت وارن ڏينهن ۾ هنن شهيد نذير عباسي کي شهيد ڪري اسان جي تحريڪ کي ختم ڪرڻ پئي گهريو، پر اسان جي پارٽي جو هي شهيد تہ اسان جو حوصلو ۽ اتساهہ بڻيو. اسان ڪامريڊ ساٿي جڏهن بہ ڪا وڏي ڪمٽمينٽ ڪندا هئاسين تہ شهيد نذير عباسي جو قسم کڻندا هئاسين. هنن هڪ نذير کي شهيد ڪري سوين نذير عباسي پيدا ڪيا، اسان جڏهن ڪنهن جلسي ۽ جلوس ۾ شرڪت لاءِ نڪرندا هئاسين تہ هي گيت ڳائيندا هئاسين، ”لال جهنڊا ليڪر ڪامريڊ آگي بڑهتي جائينگي تم نهين رهي، هي اس ڪا گم بهي پر آگي بڑهتي جائين گي“. آئون جڏهن ان دوز جي ڪميونسٽ تحريڪ ۽ نذير عباسي جي شهادت تي سوچيندو آهيان، منهنجي نظر ۾ نذير عباسي جي شهادت کي ضياءَ شاهي ۽ افغان انقلاب جي ٽڪراءَ واري سياسي ۽ نظرياتي پسمنظر ۾ ڏسڻ ۽ سمجهڻ گهرجي. ملڪ مٿان مارشل لا مڙهي انساني ۽ جمهوري آزادين کسيندڙ ضياءَ شاهي جو پارٽيءَ کي چٿڻ وارو فيصلو ئي شهيد نذير عباسيءَ جي شهادت جو مک ڪارڻ بڻيو. نذير عباسي جي شهادت واري درد کي آڪاش انصاري جي هن نظم ذريعي ئي محسوس ڪري سگهجي ٿو،

او امان! او امان!
منهنجي جيجل امان!
جيڪڏهين، رات جي
رهزنن جي هٿان،
مان بہ ماريو وڃان،
منهنجي ساٿين جيان.
توکي پنهنجي ئي ممتا جو آهي قسم.
ڪين تون روئجان،
ڪين دل لاهجان.

سچ ۽ سونهن جي
سوپ خاطر ڪڍهين،
مان بہ شيشن مٿان
جي سمهاريو وڃان،
پره جي پياس ۾
پنهنجي پيارن جيان،
جي سنجهي جو ئي
سوريءَ پڪاريو وڃان
ڪنهن بہ شاهي قلعي جو
مان سينگار ٿيان،
يا دلائيءَ جي
ڪيمپن ۾ درڪار ٿيان
لانگ بوٽن جي هينيان
چيٿاڙيو وڃان.
موت پنهنجي ڪان
اڳ ۾ ئي ماريو وڃان،
ڪين تون روئجان،
ڪين دل لاهجان.
منهنجي راهن ۾،
رت جي آ خوشبو رچيل،
منهنجي ساهن ۾ آ،
بند جي بوءِ ڀنل،
منهنجي سوچن تي
صدين کان پهرا پيل،
منهنجي نس نس ۾
ناسور آهن ڪليل،
منهنجي گس گس ۾ پڻ،
گرز ڀالا ٽنگيل.
منهنجي وک وک تي،

ويرين جون وارون ٽيل.
منهنجي ڪڪ ڪڪ ۾،
پنهنجن جا خنجر ڪتل.
منهنجي تاريخ،
صدين جي قرضي ٽيل.
منهنجي ٻولي ٻه آ،
ٻاليشاهي ٻنيل..
منهنجي مارئن مٿان
موت آ مچريل.
منهنجي سانگين جو ڪيڏو
ستم آ سٺل
ڪو آ ٽياسن ٽنگيل،
ڪو ڪڙهاين ڪڙهيل.
ڏس ته آ ڏيهه ۾،
ڏاڍ ڪيڏو مٿل.
جو به هٿ ٿيو اپو،
سوئي هٿ آ ڪپيل،
هيڏي ڏهڪاءَ ۾،
ڪيس ڪهڪاءَ ۾،
ڪيئن سپ ڪجهه سهان؟
ڪيئن چپ مان رهان؟
منهنجي ڏاهي امان!
منهنجي پياري امان!
ڪين مون کي تون جهل،
ڪين مون کي تون پل،
مان وڃان ٿو وڃان.
مان وڃان ٿو وڃان.
جي نه موٽي اچان!
منهنجي منڙي امان!

جي نہ پيريءَ ۾ تنهنجو
سهارو ٿيان
ڪنهن عباسيءَ يا
بوبي سينڊس جيان
جيڪڏهن رات جي
رهزنن جي هٿان،
مان بہ ماريو وڃان،
منهنجي ساٿين جيان،
توکي پنهنجي ئي ممتا جو آهي قسم
ڪو نہ ڏکڙو ڪجان
ڪين دل لاهجان!
جي نہ ميندي هٿن تي
لڳائي سگهان
تنهنجون آسون
نہ توکي پسائي سگهان،
ڪنهن بہ هوشو جيان
ڪنهن بہ هيمون جيان
رت جي راند ۾،
گهوٽ ڳاڙهو ٿيان.
توکي پنهنجي ئي ممتا جو آهي قسم!
ڪو نہ ڏکڙو ڪجان
ڪين دل لاهجان!
منهنجي ننڍپڻ جي
يادن جي تصوير کي،
منهنجي اکڙين مان نڪتل
جميل نير کي،
سورمي جي لهو جهڙيون لوليون ڏجان
اڻ ڏٺل منهنجي
خوابن جي تعمير کي،

منهنجي هٿ ۾ پيل
لوهي زنجير کي،
لال ميندي ملي
منهنجي شاديءَ جا
ڳيچ پئي ڳائجان!
پاڙ پرپائجان!
توکي منهنجي جواني جو آهي قسم!
پر تون نہ روئجان
کين دل لاهجان.
او امان! او امان!

# نذير عباسي جي موتيا ۽ وائيسز گروپ

وائيسز گروپ جو آواز ۽ شيخ اياز جي شاعري ”تون مون کي ڦاهيءَ چاڙهيندين، مان تو کان مور نہ مرٽو هان.“ هلندي ساز ۽ آواز جهڪو ٿي وجي ٿو. موتيا ڳالهائي ٿي، ”بابا مان ننڍڙي آهيان، هڪ ڏينهن توهان بہ تہ ننڍڙا هُيوَ ۽ هڪ ڏينهن مان بہ وڏي ٿيندس ۽ اسڪول ۾ منهنجي مس پڇيو تہ موتيا اهو تہ ٻڌاءِ تہ تون اسڪول ڇو ايندي آهين. مون چيو تہ گهڻو ڪجهہ سکڻ ايندي آهيان ۽ جڏهن مان وڏي ٿيندس تہ دنيا کي بدلائيندس ۽ ناهيندس“. ڪامريڊ نذير عباسيءَ جي نياڻي ٻالڪپڻي ۾ هئي، هوءَ ڪي جي ۾ پڙهندي هئي. ادي حميده جو گهر ڪراچي جي لالو کيت واري علائقي ۾ هو تہ انقلابي تحريڪ کي سر سنگيت ۽ گيتن ذريعي اتساهيندڙ وائيسز گروپ جا 2 ساٿي شاهد پنو ۽ بيدل مسرور پنهنجي ڪامريڊ ساٿياڻي جي ان گهر آيا هئا ۽ موتيا جو هي آواز رڪارڊ ڪري ان وقت جاري ٿيندڙ وائيسز گروپ جي ڪيسيٽ ۾ شامل ڪيو هئائون. اسان جڏهن اياز جا اهي گيت ۽ فيض جي شاعري ٻڌندا هئاسين تہ موتيا جو هي نياپو اسان کي نہ رڳو ڪامريڊ شهيد نذير عباسيءَ جي عظمتن ۽ قربانين جي ياد ڏياريندو هو، پر ٻالڪپڻي ۾ جڏهن شهيد نذير عباسي جي ننڍڙي موتيا دنيا کي بدلائڻ ۽ ناهڻ واري ڳالهہ پئي چئي تہ اسان جا حوصلا هماليہ جبل جي بلندين کي ڇهڻ وارا ٿي پئي ويا. ڪامريڊ

نذير عباسي موتيا سان حد کان وڌيڪ پيار ڪندو هو. ادي حميده پئي ٻڌايو ته جڏهن موتيا جو جنم ٿيو هو ته نياڻيءَ جي ان جنم تي نذير ڏاڍو خوش ٿيو هو. ڪامريڊ نذير کي زرقا فلم بي حد پسند هئي ۽ هو ان فلم جي ڪردار زرقا کان ڏاڍو متاثر هو. تڏهن ئي هن پنهنجي نياڻيءَ جو نالو زرقا رکيو هو. اسان جيئن ته انڊر گرائونڊ هئاسين تنهن ڪري زرقا کي نئين نالي موتيا سان سڏيندا هئاسين.

موتيا جو آواز رڪارڊ ڪرائي انقلابي گيتن ۾ شامل ڪرڻ وارو ڪم انتهائي تخليقي هو. موسيقيءَ کي مقصديت ڏيڻ وارو ڏانءُ ايڏو ڪو سولو ناهي. اهو وائيسز گروپ ئي هو. جنهن شيخ اياز ۽ فيض احمد فيض جي شاعري کي پاڪستان جي انقلابي تحريڪ سان اڇي جوڙيو هو. وائيسز گروپ جا ساٿي بيدل مسرور، شاهد پنو، حنيف لاشاري، پرويز سومرو، منور پناڻ، پيڻ تمسيلا شاهه، پيڻ شڪيلا شاهه ۽ ذلف پيرزادو جڏهن اياز ۽ فيض احمد فيض جا گيت ڳائيندا هئا ته اسان ۾ لطيف سائين جي هن شعر جهڙا جذبا جنم وٺندا هئا،

اڳيان ٿڪر ٿر متان روهه رتيون ٿئين. (شاهه)

دنيا کي بدلائڻ ۽ نئين دنيا ناهڻ ۾ وائيسز گروپ جي ساٿين به وسان ڪين گهٽايو هو. پر انقلابي تحريڪ جي پڇاڙيءَ کان پوءِ هي گروپ به وکري ويو.

# 83 واري تحريڪ جڏهن سنڌ ويٽنام ٿي

ضياءُ الحق جي ڪوڙي ۽ ننگيءَ واري ريفرنڊم جنهن ۾ هن پاڻمرادو پاڻ کي صدر چونڊرايو هو، کان هڪ سال پوءِ The Moment Of Restoration Of Democracy (M R D)جي نالي سان 14 آگسٽ 1983ع کان جنرل ضياءُ الحق جي آمريت خلاف جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ شروع ٿي، ايم آر ڊي کي پنجاب، خيبرپختونخواهہ (سرحد) ۽ بلوچستان ۾ ايڏي موٽ نہ ملي، مظاهرا ۽ گرفتاريون، پاڪستان جي ٻين وحدتن مان بہ ٿيون، اتان بہ بي بي سي تان اهڙيون خبرون آيون پئي پر سنڌ ۾ تاريخي مزاحمت ٿي، پوليس کان ڳالهہ چڙهي وئي، سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن مان اهڙيون خبرون بہ آيون تہ پوليس پنهنجن ماڻهن تي گوليون هلائڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو ۽ حالتون گهرو ويڙهہ جهڙيون هيون، ”نہ ڪپي نہ ڪپي مارشل لا نہ ڪپي“ جا نعرا هڻي سنڌ جي ماڻهن گرفتاريون پئي ڏنيون، سڄي سنڌ ٻري اٿي هئي. سنڌ حبيب جالب جي هن شعر جيان ضياءُ الحق ڏانهن هي نياپو موڪليو هو تہ ”هم نهين مانتي، تيري دستور ڪو صبح بي نور ڪو“ آمر ضياءُ الحق پنهنجي حڪومت کي بچائڻ ۽ سنڌ ۾ هلندڙ مزاحمتي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ فوج موڪلي، پر سنڌ جو عوام جان ڏيڻ جي حد تائين وڃي چڪو هو.

آمريت خلاف ان ويڙهہ ۾ اسان جي ٻالڪ هٿن ۾ ڪيترائي پٿر اڇلايا ۽ شيل ڪاڏا، اسين تن ڏينهن ۾ ميهڙ جي رستن تي فوجي آمريت خلاف نعرن هڻندڙ ساٿين سان گڏ ٻينا هئاسين. مون کي 83 جي تحريڪ اڄ بہ وسري نہ ٿي، ٻدين ڪان وني سکر، ڪينجهر ڪان وني ڪارونجهر تائين، سنڌ ويڙهہ جي ميدان تي لٿل هئي. ميهڙ ۾ شهر جي مختلف چئونڪن تان جلوس نڪرندا هئا ۽ اسين نعريٰ هڻندا گهنٽا گهر واري چوڪ تي پهچندا هئاسين، آمريت خلاف ڪاوڙ انتها تي پهتل هئي، وڏيرا ۽ هاري، دڪاندار ۽ صحافي سڀ ضياءُ الحق جي آمريت ۽ مارشل لا خلاف ويڙهہ ۾ پنهنجون زندگيون ڏيڻ لاءِ تيار هئا.
ان عوامي مزاحمت کي ڪچلڻ لاءِ رياست بہ پنهنجي وحشياڻي روپ ۾ ظاهر ٿي، 83 جي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ گوليون هلڻ لڳيون. ان وقت جي سنڌ منظور سولنگي جي هنن سٽن جيان هئي،
”لوڙهن، مَنَهَنَ، ڇپرن ۽ گهر، گهر ۾ گوليون، فوج پوليس چوي ڏاڙيل پيا ڳوليون. پاپ نہ آ، پهريون تنهنجو ٿيون خالي ڪئين جُهوليون، فوج پوليس چوي ڏاڙيل پيا ڳوليون“ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش هئڻ ڪري، اها ظاهري طرح ايم آر ڊيءَ ۾ شامل تہ نہ هئي، پر جيئن تہ ضياءُ الحق پاڪستان جي عوام، جمهوريت ۽ انقلاب جو دشمن هو، تنهن ڪري پارٽيءَ جمهوريت واري بحالي جي تحريڪ ۾ ڀرپور شرڪت جون هدايتون ڏنيون ۽ 1983ع ۾ اسان ڪامريڊ سنڌ جي ٻين شهرن ۽ ڳوٺن جيان دادو ضلعي ۾ ضياءُ الحق جي ڏاڍ ۽ جبر خلاف هلندڙ هن تحريڪ جو حصو ٿي وياسين. صبح جو سوير ميهڙ هاءِ اسڪول کان جلوس نڪرندو هو، پيپلز پارٽي جو اڳواڻ ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو همدرد دوست پيرل خان ڪوسو بوسڪي جو پٽڪو ٻڌي، جلوس ۾ پهچندو هو، نعريٰ ”اي آمر توسا جهيڙو آ، نہ ڪپي نہ ڪپي ضياءُ الحق نہ ڪپي، جاري آهي جاري رهندي جنگ اسان جي جاري رهندي“ ايم آر ڊي جي هن تحريڪ دوران پيپلز پارٽي جا دوست

وزيراعظم بينظير جا نعرا هڻندا هئا ۽ اسان ”آٽيندا سين، آٽيندا سين انقلاب آٽيندا سين“ وارا نعرا هڻندا هئاسين. ڇاڪاڻ تہ پارٽيءَ جمهوريت ۽ اقتدار کي انقلاب نہ پئي سمجهيو ۽ اسان جي منزل سوشلزم هئي، پوليس سان چڪريون ٿينديون هيون، شيلنگ ٿيندي هئي، آنسو گيس جا گولا اڇلايا ويندا هئا، دادو ۾ فوج گوليون بہ هلايون، اسان جڏهن پوليس سان چڪريون ڪري گهٽين ۾ داخل ٿيندا هئاسين تہ مائرون پنهنجن گهرن جا در کولي ڪپڙا آلا ڪري اسان کي ڏينديون هيون ۽ اهي اسين اکين تي رکندا هئاسين تہ جيئن آنسو گيس لڳڻ ڪري سڙندڙ اکين کي آرام ملي سگهي. ميهڙ ۾ اسان جي ساٿي شبير سومري کي مزاحمت ڪندي آنسو گيس جو گولو ٽنگ ۾ لڳو هو ۽ نيم بيهوشيءَ ۾ ڪيس پوليس جي لنين کان بچائي ورتو هئوسين.
معشوق انتهائي ذهين ۽ اڳتي نظر رکڻ وارو هو، تنهن اسان تي ضابطہ اخلاق لاڳو ڪيو هو تہ ننڍي عمر وارا ساٿي گرفتاريون نہ ڏيندا، پوليس مٿان پٿراءُ ڪبو، جلوس ۾ انقلابي نعرا هڻبا، هيءَ تحريڪ ڊگهي هلڻي آهي، وڏيرا اقتدار جي حاصلات لاءِ جيلن ۾ وڃي رهيا آهن ۽ اسان جو مقصد اقتدار نہ انقلاب آهي. اڳتي هلي اسان کي هن تحريڪ کي سامراج مخالف عوامي تحريڪ وارو رخ ڏيڻو آهي، وقت گذرندو ويو ۽ ويڙهہ بہ وڌندي وئي، هاڻ تہ صبح جو اسر ويل هاري هر ڪاهي، مال لاءِ گاهہ پنو ڪري اچي شهرن ۾ پهچندا هئا، جي فوج سامهون ايندي هئي تہ گاڏين سامهون ليٽي پوندا هئا، اها سنڌ ڪا ٻي سنڌ هئي، جنهن دنيا آڏو هي ثابت ڪيو هو تہ سنڌ مزاحمت ڪرڻ ڄاڻي ٿي ۽ سنڌي ڊڄڻا نہ پر بهادر آهن. 17 سيپٽمبر 1983ع واري ڏينهن تہ خيرپور ناٿن شاهہ ۾ وڏو ڪِيس ٿيو، جلوس مٿان سڌيون گوليون هلايون ويون، هن ڏينهن تي ڪي اين شاهہ ۾ بي هٿيار ۽ پرامن ماڻهن مٿان سڌيون گوليون هلائي، شاهنواز ڪوسو، حبيب الله لغاري، نظام الدين نائچ، غلام نبي ڪوسو، ضمير جاگيراڻي، الهورايو لانگاهہ، عبدالغني ابڙو، ديدار ڪوکر ۽ عبدالعزيز لاڪير

کي شهيد ڪيو ويو، سنڌ ۾ وڏندڙ عوامي مزاحمت کي ڪلچڻ لاءِ فوج ۽ پوليس پنهنجي ئي ملڪ جي عوام تي هٿيار سڌا ڪري ورتا هئا. سڪرنڊ ويجهو علائقي جي معتبر ۽ راڄائتي مڙس رئيس پنهل چانڊيو جي اڳواٽي ۾ قومي شاهراهه تي پاڪ ڪتاب کڻي وينل ڳوناٽن مٿان سڌيون گوليون هلايون ويون، جنهن ۾ ڪيترائي بيگناهه ماڻهو شهيد ۽ زخمي ٿيا. دادو ويجهو ڳوٺ احمد خان برهماڻي جو گهيرو ڪري ڳوٺ کي ئي باهه ڏني وئي. سنڌ جي انقلابي ۽ مزاحمتي ڪردار مخدوم بلاول جي درگاهه ويجهو ڳوٺ احمد خان برهماڻي، ضياءُ الحق جي آمريت خلاف وڏو مزاحمتي مورچو سمجهيو ويندو هو هن ڳوٺ جا اڙڏا ماڻهو "باغين" جا ميزبان هئا ۽ مٿن ڌاڙيل تا رهايو واري جڙتو الزام مڙهي ڪڙو چاڙهي، ڳوٺ کي ئي باهه ڏني وئي هئي. گوليون هلائيندڙ اهلڪارن جو الزام هو ته ڳوٺ ۾ ڌاڙيل ترسيل هئا، ريڊ ٿيو هو، فائرنگ ۽ جوابي فائرنگ ۾ 2 اهلڪار مارجي ويا هئا، وائرليس تي ميسيج چڏيو ويو، گهيرو ٿيو، ڳوٺ جا لوڙها ساڙيا ويا ۽ ماڻهو ماريا ويا، پار ۽ نياڻيون قطارن ۾ ويهاريون ويون.

- ان ۾ ڪو به واڌارو ناهي ته 83 واري تحريڪ دوران سنڌ ۾ سياسي مزاحمت جا نت نوان طريقا استعمال ٿيا، مزاحمتي نوجوان رات جو وڻ وڍي رستن تي اڇلائي ڇڏيندا هئا ۽ روڊ بلاڪ ٿي ويندا هئا، ريل جي پٽڙين تي ماڻهو ليٽي پوندا هئا،
- رولو ڳڏهن تي ضياءَ جا نالا لکي شهر ۽ ڳوٺن ۾ ڇڏيو ويندو هو. جڏهن آئون ان دؤر کي ياد ڪيان ٿو ته واقعي رڳو دادو نه سنڌ ويٽنام جهڙي لڳي ٿي.

# بروهي هوٽل تي ٿيندڙ بحث

سڄي سنڌ ۾ هوٽلن تي انقلابي ۽ مزاحمتي گيت هلندا هئا. آمريت خلاف آواز ۽ شاعري به اسان جي وڏي سگهه هئي، گڏجاڻين ۽ جلسن کان اڳ زاهد شيخ جي شاعري "هر قوم زماني جي سچ کي آ سجاڻي وئي، مظلوم اٿيا ميڙي پاڪار آ ٻولين ۾" اسان سياسي ڪارڪنن جي روح کي گرمائي ڇڏيندي هئي. اسان جي ميهڙ ۾ ڪا به آفيس نه هئي، اسان جي ڪچهرين جو مرڪز گهنٽا گهر چوڪ ميهڙ سان گڏ بروهين جو هوٽل هوندو هو، سمورين سياسي پارٽين جا ڪارڪن، هوٽل جي آخري حصي ۾ نهيل ڪمري ۾ ويهندا هئاسين، پٺ جي مٿان لکيل هوندو هو "سياسي گفتگو ڪرڻ منع آهي" هوٽل جي ان پٺ هيٺان ئي ويهي اسان سياسي ڪچهريون ڪندا هئاسين ۽ ٻاهرين حصي ۾ ڏاندن جي گوءِ ۽ ڪڪڙن جا خفتي وڙنا هوندا هئا. انهيءَ هوٽل تي جيئي سنڌ، سنڌ وطن دوست تنظيم، پيپلز پارٽي ۽ عوامي تحريڪ جي دوستن سان وڏيون ڪچهريون ۽ بحث ٿيندا هئا، حجت عباسي، امير چانڊيو، پيرل ڪوسو ۽ مظفر ڪلهوڙو جهڙا نظرياتي دوست اچي گڏ ٿيندا هئا، اسان مختلف نظرين جا پرچارڪ هوندا هئاسين، اسان جي وچ ۾ نه رڳو ان وقت جي سياسي صورتحال تي بحث ٿيندو هو، پر اسين ته ضياءُ الحق جي

آمريت کان پوءِ جي سياست ۽ تبديلين تي ڳالهائيندا هئاسين. پيپلز پارٽيءَ وارا اسلامي سوشلزم جي ڳالهه ڪندا هئا ۽ اسان کين هي دليل ڏيندا هئاسين تہ سوشلزم بہ ڪو مذهبي ٿيندو آهي ڇا؟ سوشلزم تہ سرمائيداريءَ ۽ جاگيرداري کي ختم ڪري پورهيت طبقي جي حڪومت قائم ڪرڻ وارو نظام آهي ۽ اسان پيپلز پارٽيءَ وارن کي هي ڳالهہ چئي بحث اڪلائي ڇڏيندا هئاسين تہ اسان ڪامريڊن جو اوهان سان جمهوريت جي بحاليءَ تائين وارو سفر آهي، اسان جي منزل حقيقي سوشلزم آهي. سائين جي ايم سيد جي پوئلڳن ۽ سنڌ دوست ۽ وطن دوست جي دوستن جو نقطہ نظر واضح ۽ چٽو هو، هو پاڪستان جي سياست جا انڪاري هئا ۽ هو پاڪستاني جمهوريت کي اهو چئي رد ڪندا هئا تہ سنڌ ملڪ آهي ۽ پنجاب سامراج ان تي قبضو ڪيو آهي، جيستائين سنڌ آزاد نہ ٿيندي، سنڌي قوم جي غلامي ختم ٿيڻي ناهي. ان ڪري پهرين سنڌ جي آزادي ان کان پوءِ جمهوريت ۽ سوشلزم.

عوامي تحريڪ جي دوستن سان سڄيءَ سنڌ ۾ بحث ٿيندا هئا ۽ اسين انهن نظرياتي ڪچهرين ۾ هڪٻئي کي ٽڪائي اٿندا هئاسين، ميهڙ ۽ خيرپور ۾ ثناءُ الله سومرو، نعمت الله جتوئي ۽ مختيار عباسي وارن دوستن وٽ جڏهن پارٽي جي مرڪزي قيادت ايندي هئي تہ خاص نياپو ڪري هو اسان کي ڪچهريءَ لاءِ گهرائيندا هئا. عوامي تحريڪ جو سربراهہ رسول بخش پليجو ان وقت جيل ۾ هيو ۽ اسان جي پارٽيءَ جيان عوامي تحريڪ جي دوستن بہ ضياءُ الحق جي آمريت خلاف ويڙهاند پئي ڪئي، عوامي تحريڪ جو بہ تنظيمي ڍانچو ڪميونسٽ پارٽيءَ جهڙو هو ۽ هو بہ پاڻ کي سوشلسٽ ۽ مارڪسسٽ سڏرائيندا هئا، اسان ليننسٽ ۽ مارڪسسٽ هئاسين تہ عوامي تحريڪ جي دوستن کي مائوئسٽ سمجهندا هئاسين. اسان ٻنهي پارٽين جا دوست هڪٻئي جا سخت نظرياتي مخالف هئاسين، هو پنهنجين ڪچهرين ۾ مارڪس ازم سان گڏ مائوزيتنگ جي نظرياتي واڌارن جي ڳالهہ

ڪندا هئا ۽ سندن لاڙو چين جي ڪميونسٽ پارٽي ڏانهن وڌيڪ هو ۽ اسان مائو ازم کي مارڪس ازم ۽ لينن ازم ۾ ترميم پسندي چئي رد ڪندا هئاسين، اسان پنهنجو نظرياتي ڳانڍاپو سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان ڳنڍيندا هئاسين، اسان انقلاب جو هر اول دستو مزدورن کي سمجهندا هئاسين ۽ عوامي تحريڪ جا دوست انقلاب جو هر اول دستو هارين ۽ مزدورن کي سمجهندا هئا، هي منهنجو ذاتي نقط نظر آهي ته پاڪستان ۾ ڪميونسٽ تحريڪ جي .اها بدقسمتي هئي جو پاڪستان ۽ سنڌ جي ڪامريڊن هتان جي معروضي حالتن کي ڏسي سياست ڪرڻ بجاءِ پنهنجي نظرين جا مرڪز ۽ ماڊل چين ۽ سويت يونين جي انقلابي تحريڪن ۽ سماجن کي ڏسي ٺاهيا هئا.

# ڪامريڊ ساٿين جون گرفتاريون

پاويل جوڻيجو سان بروهين جي هوٽل تي ملاقات جو وقت رکيل هو، هو جيئن ئي هوٽل ۾ پهتو ته سندس اکين ۾ نئين چمڪ نظر آئي، مان، معشوق ۽ شبير ايم آر ڊيءَ جي تحريڪ بابت ويچاري رهيا هئاسين، پاويل ايندي ئي چيو ڪامريڊ ساٿيو وقت اچي ويو آهي، هاڻ سرخرو ٿيڻ جي ۽ گرفتاريون ڏجن. معشوق، پاويل جي ڳالهه ٻڌندو رهيو، آئون خاموش رهيس، شبير ۽ معشوق گرفتارين جي مخالفت ڪئي، معشوق چيو "پاويل ڏس وڏيرن ڪي اقتدار جو آسرو آهي، هو سندن زمين تي هارپو ڪندڙ هارين سميت جيل پريو تحريڪ ۾ حصو وٺي رهيا آهن، پيپلز پارٽي وٽ وڏي عوامي سگهه آهي، پهرين مرحلي ۾ انهن دوستن کي گرفتاريون ڏيڻ ڏيو، وڏيرا مايوس ٿيڻ ۾ دير ناهن ڪندا، اسان کي گرفتارين بجاءِ تحريڪ کي اڳتي وٺي وڃڻو آهي، گرفتاريون ڏبيون پر هاڻ نه ٻئي مرحلي ۾ تورو ترسو". معشوق ملاح پارٽيءَ ۾ هو ڪيس پارٽيءَ جي لائين ۽ پاليسين جي مڪمل ڄاڻ هئي، ڪميونسٽ پارٽي جمهوريت جي بحالي واري هن تحريڪ ۾ نه رڳو حصي وٺڻ واريون هدايتون ڏنيون هيون، پر اسان ان تحريڪ کي سامراج مخالف قومي ۽ طبقاتي تحريڪ وارو رخ ڏيڻ پئي چاهيو. اسان جي وچ ۾ تفصيلي ڳالهه ٻولهه تي ۽ نيٺ سمجهائڻ باوجود پاويل پنهنجو ضد نه ڇڏيو، هو اسان سان

سهمت نہ ٿيو ۽ چيائين چندو ڪيو، هار وٺو مون ڪي عوام سان عشق ويھڻ نہ ٿو ڏئي جيل وڃڻو آهي. هي ڏينهن 15 آگسٽ 1983 وارو ڏينهن هو، پاويل جي راءِ جو احترام ڪيوسين، چندو ڪري گلنڊ جا هار ورتاسين، نعريٰ لڳا. ”تنهنجو ساٿي منهنجو ساٿي ڄام ساقي، ڄام ساقي آڻينداسين، آڻينداسين انقلاب آڻينداسين، شهيد نذير عباسي جو رستو اسان جو رستو.“ پاويل جوڻيجو پ پ اڳواڻ رفيق مهيسر، ظفر لغاري، شفيق مهيسر، علي گل تيوڻو سان گڏ گرفتاري ڏني، دادوءَ ۾ پ پ اڳواڻ پير مظهرالحق سان گڏ ڪيس سينٽرل جيل حيدرآباد آندو ويو.

پاويل آزاديءَ ڪان پوءِ اچي اسان کي ٻڌايو تہ مون وٽ ڪيسي ۾ 100 روپيا بہ نہ هئا، جڏهن جهڙتي ورتي وئي تہ منهنجي ڪيسي مان شهيد نذير عباسيءَ جو بيج نڪتو، جنهن تي لکيل هو ”شهيد نذير عباسيءَ جو رستو اسان جو رستو“ پوليس اهلڪارن دڙڪو ڏئي چيو بيج جمع ڪراءِ، منهنجو جواب هو شهيد جو بيج نہ ڏيندس، ان ڪان اڳ جو مون تي لنين ۽ مڪن جو وسڪارو ٿئي ها. نيٺ پير مظهرالحق چيو تہ ”نذير منهنجو بہ دوست هو، بيج پاويل وٽ ئي رهڻ ڏيو“ چئي هن 500 روپيا جيل اختيارين وٽ جمع ڪرايا هئا. اسان جي ڳوٺ مان وڏيري نورمحمد ٽيٻو، دلبر چانڊيو بہ 83 واري تحريڪ ۾ گرفتاريون ڏنيون هيون ۽ هو بہ وڏي بهادريءَ ۽ حوصلي سان جيل ڪاٽي آيا هئا، دلبر چانڊيو جو تہ جيل ۾ نور ئي هليو ويو. پاويل هڪ سال جيل ۾ رهيو ۽ جڏهن 11 سيپٽمبر 1984 تي آزاد ٿيو تہ هو نہ مايوس ۽ نہ ئي نظرياتي طور ٿڪل هو، جيل ڪيس ڪُندن بڻائي ڇڏيو هو، پاويل جنهن ڏينهن گرفتاري ڏني هئي، تنهن ڏينهن پنهنجي امڙ ۽ بابا لاءِ هي نياپو ڇڏيو هئائين تہ ”مان هڪ عظيم مقصد لاءِ جيل وڃي رهيو آهيان، منهنجي گرفتار ٿيڻ ڪان پوءِ پنهنجي اکين ۾ لڙڪ نہ آڻجو“.

هيءَ رڳو هڪ پاويل نہ هو، ننڍي عمر هوندي ڊي ايس ايف جي ساٿي مومن جمالي ضياءُ الحق جي آمريت کي ”نہ“ چئي گرفتاري

ڏني. حيدرآباد مان ڊي ايس ايف جو اڳواڻ علي حسن چانڊيو عوامي تحريڪ جي ساٿين سان گڏ گرفتاري ڏئي سينٽرل جيل حيدرآباد پهتو هو، مهيش مليرائي 19 سالن جي عمر ۾ گهوٽڪي مان گرفتاري ڏني هئي. فوجي عدالت ۾ مهيش کي پيش ڪيو ويو، فوجي عدالت جي ججن جڏهن ڪيس ٻڌو هو ”اوهان جا هي ڏينهن سياست ڪرڻ جا ڏينهن ناهن، پنهنجي تعليم ڏانهن ڌيان ڏيو ۽ لکي ڏيو ته سياست نه ڪندؤ.“ مهيش جو جواب هو ”ان شرط تي آزاد ناهي ٿيڻو، اوهان لکي ڏيو ته هر پنجن سالن بعد پنهنجي ملڪ کي فتح نه ڪندؤ.“ 83 جي تحريڪ ۾ وڏيرن ۽ پيپلز پارٽيءَ جي دوستن پنهنجن راڄن ۽ ڪارڪنن کي جيل ۾ سنياليو پئي، سچ ته شابس هجي ڪاٻي ڌر جي ڪامريڊ ساٿين کي جن پئسي جي اڻ هوند ۽ غربت باوجود پنهنجا لِنگ لوهه جا بڻائي ڇڏيا هئا ۽ وڏي همت ۽ بهادريءَ سان هو جيل جي اذيتن کي منهن ڏئي سرخرو ٿي موٽي آيا.

آمريت خلاف ان ويڙهه ۾ سنڌ جا ڌرتي ڌڻي آڪاش جي هن نظم جيان هئا ته، دار جي درد کي پنهنجي لذت هئي، جيڪا ويئي چڪي. تون پڇين ٿو پرين! مان هليو چو ويس.

# سنڌ ۾ ڌاڙيل ڪلچر ۽ اسان جون رولاڪيون

1983 واري تحريڪ شروع ٿيندي ئي سزا طور سنڌ ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن حوالي ٿي، شهرن ۾ نسل پرست سياستٰ جو ٻج ڇٽيو ويو ۽ ٻهراڙيون ڌاڙيلن حوالي ڪيون ويون، آئون هڪ ڏينهن شام جو رائيس ڪينال جي ڪپَ تي ڪتاب پڙهي رهيو هئس، هڪ ڪليل ڊاٽسن تي هٿيارن سميت ٻٽ ٻڌل همراهه اچي بيٺا، دل ۾ سوچيم اڄ خير ناهي، پڪ سان اغوا ڪري ويندا پر همراهن ٻانهن ۾ هٿ ٻه ڪو نه وڌو ۽ رڳو اهو ڇئي اڳيئين منزل ڏانهن روانا ٿي ويا ته اهڙي پڙهڻ ڪان وڙهڻ چڱو آ، ملندئي ڪجهه ٻه ڪون پڙهي ڪندين ڇا؟ هنن اهو نه پئي ڄاتو ته ان وقت آئون مشهور انقلابي ناول ”نوجوانن جو گيت“ پڙهي رهيو هئس ۽ مون اهو ڄاتو پئي ته هٿيار هٿ ۾ ڪٽي ماڻهو ماري يا اغوا ڪري وقتي طور انتقام جي باهه کي ٿڌو ڪري سگهجي ٿو، پنهنجن کي ئي ماري اغوا ڪري پئسا ته هٿ ڪري سگهجن ٿا، تبديلي نه ٿي آڻي سگهجي، ڏوهن جي دنيا پويان اهي ئي هٿ هوندا آهن، جيڪي سماج کي جيئڻ جو تيئن رکڻ چاهيندا آهن، ياد اٿم ته انهن ڏينهن ۾ اغوا، ڌاڙا ۽ قرون زورن تي هيون، سڄي سنڌ ۾ ڏوهه وڌي ويا، سکر جيل ٻه ٽٽو جتان ڏوهاري ڀڄي نڪتا، يا هٿ سان ڀڄايا ويا، سنڌ ۾ پرو چانڊيو ۽ غلام قادر ملاح سميت

ڏاڙيلن جا ڪيترائي ٽولا سرگرم هئا، پرو چانڊيو واري ٽولي لاءِ ڪيئي ديو مالائي داستان مشهور ٿيا، پرو چانڊيو ماڻهن ۾ ڏاڍو مشهور ٿيو، جن ڏاڍن ڏاڙيلن جي ٽولن جي مٿي تي هٿ رکيو، تن ئي ڪين ٽاسڪ پوري ٿيڻ بعد ختم پئي ڪيو. شاهه پنجو ڦاٽڪ وٽ اڳوات وينل پوليس اهلڪارن جي مقابلي ۾ پرو چانڊيو ۽ غلام قادر ملاح ساٿين سميت مارجي ويا ته مٿن سوين اجرڪ پيا. اخبارن ۾ هيءَ خبر لڳي "پرو چانڊيو مارجي ويو" هڪ ٽولو ۽ ان جو سربراهه مئو ته وري ٻيا ٽولا پيدا ٿيا، سنڌ ۾ ڏاڙيلن جون اغوا ۽ ڦرن واريون ڪارروايون جاري رهيون، آخر ۾ ته هاري ۽ ماستر به اغوا ٿيا، ٻيلن ۾ "مهربانن" ئي ڏاڙيلن کي جديد هٿيار پئي پهچرايا، سنڌ ڌوهن ۽ ڌوهارين جي ورچڙهيل هئي، اهڙين حالتن ۾ به سنڌ جي سياسي ڪارڪنن پنهنجون سرگرميون جاري رکيون.

آئون ڪامريڊ ساٿين سان ملڻ ٻورڙي ويل هئس ۽ پاويل جوڻيجو، معشوق ملاح ۽ شبير سومرو ڳوٺ صوبو خان مگسي اسٽڊي سرڪل لاءِ آيل هئا، اسان جي سنڌ جا ڪامريڊ ساٿي غريب هئا ۽ ڪا سٺي بينڪ نه هئڻ ڪري اڪثر اسان ڪنهن وڻ جي ڇانوءَ يا هوٽل تي ويهي نظرياتي تعليم واري پرچار ڪندا هئاسين، هوٽل جا ڇپرائي اسان جي بينڪ هئا، معشوق وارا سوڀو خان جي هڪ غريباڻي هوٽل تي ڪامريڊ ساٿين سان ڪچهري ڪري رهيا هئا ته پرو جي ننڍي ڀاءُ علي گوهر چانڊيو ۽ نادر جسڪاڻيءَ جو ٽولو به اچي ساڳئي هوٽل تي چانهه پيئڻ پهتو، سنگت ڏاڙيلن کي ڏسندي ئي اتان اٿي ميهڙ ڏانهن واپس اچڻ لاءِ رواني ٿي ان دوران شاهه پنجو ڦاٽڪ تي بيٺل پوليس اهلڪارن ۽ سامهون بيٺل ڏاڙيلن جو سڌو مقابلو ٿي پيو، پاويل، شبير ۽ معشوق جي هٿ ۾ پمفليٽ ۽ ٻيا نظرياتي ڪتاب هئا، هو اتي ئي وچ رستي تي ويهي رهيا ۽ هڪ ٻئي کي چيائون ته ڪو به ڪامريڊ زخمي ٿئي ته ڪيس ڇڏبو نه، اسپتال پهچائبو، ڏاڙيلن ۽ پوليس وچ ۾ فائرنگ هلندي رهي، نيٺ ڏاڙيل ڪچي ۾ لهي

ويا ۽ ٺئين دوست ڦاٽڪ وٽ پهتا، پوليس اهلڪارن کين ڏسي چيو صفا زندگيءَ کان بيزار آهيو، وجو وڃي مٿائي ورهايو، هو ماٺ ڪري ميهڙ موٽيا ۽ سمورو سماچار اچي اسان ڪامريڊ ساٿين کي ڏنائون. اهي ڏينهن اسان جي انقلابي جوڀن وارا ڏينهن هئا، تن ڏينهن ۾ زندگي جو هڪ مقصد هو ۽ ان مقصد ڪري اسين خوف مٿان غالب هئاسين.

# وساريان نہ وسرن

سنڌي ٽوپي مٿي تي، ڪپڙا گهنجيل ۽ هٿ ۾ ڪتاب ڪنيو هڪ ٻڪرار هر ٻئي چوٿين ڏينهن اچي اسان وٽ پهچندو هو، ٻولي ڏاڍي سادي پر ڳالهہ گهري وزن واري، هي هيو ڪامريڊ محمد حسن مگسي، جنهن جي ڳالهہ شروع ئي هن جملي ڪان ”ٿيندي هئي تہ بابا سنڌ ۾ جاگيرداري ۽ زمينداري انگريزن ڪان اڳم هئي ئي ڪا نہ، وڏيرن ۽ جاگيردارن ڪي زمينون انگريزن جي دؤر ۾ مليون هيون، زمين تي وڏيرن ناحق قبضو ڪيو آهي، زمين جو مالڪ اهو آهي، جيڪو کيڙي ٿو“. ”سر“ ۽ ”خان بهادر“ جا لقب انهن کي مليا، جن انگريزن سان وفاداري ۽ وطن سان غداري ڪئي، تنهن ڪري همٿ ڪيو، حڪومت ۽ جاگيردار هڪ آهن، اچو تہ سندن ظالم حڪومت ختم ڪيون، زمين هارين کي ڏياريون. اسان ڪڏهن بہ ڪامريڊ حسن واتان، اهڙو ڪو ڏکيو لفظ نہ ٻڌو، جيڪو سمجهي سگهجڻ جهڙو نہ هجي. هو علائقي جي زميندار عبدالحميد خان جتوئي تي تنقيد ڪندو هو، سندس ٻولي ڏاڍي سخت هوندي هئي، پر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي پراڻي ساٿيءَ هجڻ ڪري احترامن جتوئي يا جتوئين جي ڪنهن راڄ جي ماڻهو ڪامريڊ تي آڱر بہ سڌي نہ ڪئي.

ڪامريڊ حسن مگسي، حيدر بخش جتوئي سان پيرين پنڌ جَهرِ جهنگ سنڌ گهميو هو ۽ هاري ڪميٽيءَ کي تنظيمي طور

مضبوط ڪيائين، ڪا تنظيمي سياسي سرگرمي ٿيندي هئي تہ شيخ ۽ هندو واپارين ڏانهن ڳڏ هلي ڪين چوندو هو، لطيف سرڪاري چوي ٿو تہ ”ڏيو چندو ڪامريڊن ڪي تہ ٿئيوَ ڪا سٽائي“ ڪامريڊ ڪي شهر ۽ تر جا ماڻهو ڏاڍو پائيندا هئا ۽ چندو بہ دل سان ڏيندا هئا، اسان ڪلي چوندا هئاسين تہ ڪامريڊ، لطيف سائين ڪتي اهو چيو آهي، جيڪو اوهان سينين ڪي چندي وٺڻ وقت چَئو ٿا. جواب ۾ چوندو هو تہ سر ڪاهوڙي جي معنيٰ ئي اها آهي تہ ڪاهوڙين جي سفر جا ساٿي ٻڌجو ۽ انهن جي مدد ڪيو، وري چوَندو هو شيخ وري مون يا اوهان جي ٻڌندا چا، جي لطيف سرڪار جي نالي تي جهولي جهليون ٿا تہ بہ ڏوڪڙ مليو پون، اوهان ٻيون ڳالهيون ڇڏيو چندو ڳڏ ڪيو ۽ ڪامريڊي سفر جاري رکو. ڪامريڊ حسن مگسي، هاري تحريڪ جي ماضيءَ جا قصا ٻڌائيندو هو ۽ سائين جي ايم سيد سان بي انتها محبت جو اظهار ڪندو هو. چوندو هو بابا سائين جي ايم سيد هاري ڪميٽي جو بنياد رکڻ وارن مان آهي. ڪامريڊ حسن سيني جو هو، هو چوندو هو سائين جي ايم سيد جا پوئلڳ اهو چو وساري وينا آهن تہ برصغير ۾ طبقاتي سياست جا نظرياتي بنياد وجهڻ وارن ۾ سائين جي ايم سيد جو غير معمولي ڪردار آهي. سائين جي ايم سيد وڏو سوشلسٽ ۽ انقلابي آهي. ڪامريڊ حسن انقلاب ڪي صدين جي پسمنظر ۾ ڏسندو هو، تنهن ڪري اسان ڪيس ڪڏهن بہ مايوس نہ ڏٺو.

21 مئي 1970ع تي 69 سالن جي ڄمار ۾ هاري تحريڪ جي سرواڻ ڪامريڊ حيدر بخش جو لاڏاڻو ٿيو تہ ڪامريڊ حسن مگسي ڪي ڏاڍو دلي صدمو پهتو، پنهنجي اڳواڻ جي وڇوڙي واري صدمي ڪي هن طاقت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي وڇوڙي بعد سنڌ هاري ڪميٽي جي جدوجهد جاري رهي، پارٽيءَ تي بندش هجڻ ڪري سنڌ هاري ڪاميٽي جي ڏاتي وارو ڳاڙهو جهنڊو ڄام ساقيءَ ان جي ساٿين ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سڃاڻپ بڻجي ويو. ڪامريڊ حسن ان هاري جدوجهد سان

پنهنجو نظرياتي رشتو زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين جاري رکيو. هي ٻڪرار ڪامريڊ تر جي جاگيردارن ۽ ڏاڍن خلاف جدوجهد جي علامت طور مشهور هو، اسان ڪامريڊ حسن مگسي مان گهڻو ڪجهہ سکياسين، هو پنهنجي اولاد سميت هاري جدوجهد سان عمل جي ميدان ۾ رهيو. سچ تہ هي ڌنار ۽ ٻڪرار پڪو پختو ڪميونسٽ ۽ ڏاهو ماڻهو هو.

# چاڪنگ، گيت ۽ شاعري

ايوب جي آمريت واري دؤر جي مزاحمت، ادب، شاعري ۽ گيتن بابت گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي، مان پنهنجي سياسي دؤر جا ڪجهه واقعا يادگيرين طور پڙهندڙن آڏو رکندس. سنڌ ۾ اظهار جي آزاديءَ تي بندش هئي، اخبارن ۾ سياسي سرگرميون نه پئي ڇپيون، مضمون به شايع ڪرائڻ ممڪن نه رهيا هئا، سياسي پارٽين ۽ انهن جا ڪارڪن، چاڪنگ، پوسٽرن ۽ پمفليٽن ذريعي پنهنجا پيغام نعريٰ سياسي لائين ۽ موقف عوام تائين پهچائيندا هئا. اسان ڪامريڊ ساٿين ڪي سڄي سنڌ ۾ "مارشل لا نه کپي" ۽ ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ ان جي ساٿين کي آزاد ڪيو، شهيد نذير عباسي جو رستو اسان جو رستو، سرمائيداري، جاگيرداري مرده باد، انقلاب زنده باد، وارا نعريٰ لکڻا هئا، مختلف شهرن مان چاڪنگ ڪندي مان ۽ معشوق راڏڻ شهر پهتاسين. رات جو راڏڻ ۾ ڪامريڊ ساٿين گهر ۾ ترسايو، اڄ جي حالتن ۾ ته سياسي ڪارڪن ڏينهن ڏٺي جو چاڪنگ ڪن ٿا، بينر هڻن ٿا، ضياءَ الحق جي آمريت وارن ڏينهن ۾ چاڪنگ ڪندي گرفتار ٿيڻ جي ٻي معنيٰ ست سال قيد ۽ ڦٽڪا کائڻ هئي، اسان شام جو شهر گهمي چاڪنگ واري هنڌن جي چونڊ ڪئي، ڪامريڊن رات جي ماني ڪرائي، جهڙو رنگ تهڙا ڪپڙا پائي رات جو لڳ ڀڳ 2

وڳي ڌاري نڪتاسين، چاڪنگ ۽ پوسٽر هٽڻ وارو ڪم گهٽ ۾ گهٽ
ياڳي 2 کان 4 وڳي رات جي وچ واري ٽائيم ڪرڻو هوندو هو،
چاڪاڻ تہ ان وقت چوڪيدار ۽ پوليس وارا ٿڪجي سمهي رهندا
هئا، اسان بہ روڊن رستن تي چاڪنگ ڪندا، پنهنجي آخري حدف
ريلوي اسٽيشن تي پهتاسين، ”ضياءَ شاهي مرده باد، مارشل لا نہ
کپي“ وارو نعرو اجا مس ٿي لکيو هئوسين تہ ڪتن جي باهوڙ
تي پوليس وارا خبردار ٿي ويا، پوءِ تہ پوليس اهلڪار، شهر جا
چوڪيدار ۽ ڪتا اسان جي پويان هئا ۽ اسين ڪُتن جي باهوڙ
دوران گهٽين ۾ ڊوڙندا رهياسين، ان ڏينهن شهر جي ڪُتن بہ
وسان ڪِين گهٽايو، ڊوڙي ڊوڙي صفا اڌ مُئا ٿي پياسين. مڙئي
جان ڇڏائي اچي ڪامريڊ ميزبانن وٽ پهتاسين، جتان ڪپڙا مٽائي
نيرن ڪري صبح جو پنهنجي ڪيل چاڪنگ ڏسي واپس ٿياسين.
سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ۾ مزاحمتي ادب، شاعري ۽
راڳ جو اهم ڪردار رهيو آهي، جيئن جبر وڌيو، تيئن مزاحمت
بہ ٿي، شيخ اياز ۽ فيض احمد فيض جي انقلابي گيتن اسان
سياسي ڪارڪنن کي وڏو جذبو ۽ اتساهہ پئي ڏنو، وائيسس
گروپ جو هي ڳايل گيت ”ڏوهي هان“ ڏاڍو مقبول ٿيو، شيخ اياز
۽ فيض احمد فيض جي شاعري ۽ بيدل مسرور، وائيسس گروپ
جا سر ۽ آواز ”هٽڪ هلو، ڏينما هلو، پنڌ پري اوکير ڪري“ ڏوهي
هان مان ڏوهي هان، جب تخت گرائي جائين گي، بڏي انقلاب تان
جانِ ارپڻ لاءِ دل پئي چوندي هئي.
سنڌ جي هر هوٽل تي قومي ۽ انقلابي گيت هلندا هئا.
سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو......
انقلاب، انقلاب ڳاءِ انقلاب ڳاءِ.....
منظور سخيراڻيءَ جو آواز استاد بخاري جي شاعري، شاهہ لطيف
جون وايون جيجي زرينہ، رسول بخش پليجي جون ڏُنون اهي
سڀ منظر ياد ڪري يقين سان اهو چئي سگهجي ٿو تہ سچ تہ ان
وقت سنڌ روايتي وڏيرڪي ۽ جاگيرداراڻي سياست جي اثر مان
نڪري بدلجي رهي هئي، هي عوامي رنگ ۽ مزاحمت ڪا ٻي

هئي، اڄ سنڌ ۾ هوٽلن تي سنڌي توڙي اردو چينل هلي رهيا آهن ۽ ماڻهن جي هٽن ۾ چانهه جو ڪوپ آهي ۽ چانهه جون چسڪيون آهن ۽ سندن ڪچهريون ۽ ڳالهيون به گهٽي ياڳي بي مقصد آهن، جنهن سنڌ جي مان ڳالهه ڪري رهيو آهيان ان سنڌ جي هوٽلن تي مقصديت واري گفتگو ٿيندي هئي، مزاحمتي گيت هئا ۽ شهر جي هر ٻئي هوٽل تي سياسي ڪارڪن، گڏ تي سماج کي بدلائڻ تي سوچيندا ۽ ڳالهائيندا هئا. سنڌ آمر سان گڏ روايتي جاگيرداراڻي سياست سان اٽڪي پئي هئي، مون کي اڄ اهي هوٽل نظر نٿا اچن، جتي نظرياتي فڪري ويهڪ ٿيندي هجي، ميهڙ وارو بروهي هوٽل به ڊهي چڪو آهي. حيدرآباد ۾ ڪيفي جارج جتي حسن مجتبيٰ پنهنجي سنگت سان ويهي عالمي ادب تي ڳالهائيندو هو کي ڍهندي مون اکين سان ڏٺو، جتي لائيبريريون هيون ۽ جن هوٽلن تي فڪري ويهڪ ٿيندي هئي، اتي اڄ ڪڙهائي گوشت پيو ٺهي، هڪ دؤر هو جنهن جي پڄاڻي ٿي وئي.

# ڄام ساقي ڪيس ۽ ان وقت جي ميڊيا

اڄ اسان جي هٿن ۾ موبائل آهن ۽ اسان واٽس اپ سميت سوشل ميڊيا جا مختلف ذريعا ڄاڻ ڏيڻ ۽ وٺڻ لاءِ استعمال ڪيون ٿا، ڪو حادثو، واقعو يا خبر ٿئي ٿي ته سيڪنڊن ۾ سوشل ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا تي موجود هجي ٿي، پر ضياءُ الحق جي ڪهري آمريت واري ڏينهن ۾ ڪو به نجي ٽي وي چينل نه هو، ٽي وي ۽ ريڊيو سرڪاري ميڊيا طور ڄاتيون ۽ سڃاتيون ويندڙيون هيون، اخبارن تي حڪومت جي سختي هوندي هئي، اهڙين حالتن ۾ بي بي سي اسان لاءِ ڄاڻ جو هڪ اهم ذريعو هئي، جس لهڻ ان وقت جا ايڊيٽر ۽ صحافي جن اهڙين بندشن هوندي نت نئون طريقن سان پنهنجا فرض نڀايا ۽ آمريت هوندي ڄاڻ ڏيڻ واري دري بند نه ڪئي.

1983ع ۾ ڪراچيءَ جي فوجي عدالت ۾ جڏهن ڪامريڊ ڄام ساقي، پروفيسر جمال نقوي، احمد ڪمال وارثي، شبير شر، امر لال، بدر جمال ابڙو ۽ سهيل سانگي تي ڪيس هلڻ شروع ٿيو ته ان ڪيس سياسي ۽ نظرياتي طرح ڪميونسٽ پارٽي ۽ کاٻي ڌر جي سياست کي غير معمولي حد تائين فائدو ڏنو. ڄام ساقي ڪيس واري سڃاڻپ رکندڙ هن ڪيس ۾ مير غوث بخش بزنجو، عبدالولي خان، محترمه بينظير ڀٽو، مولانا شاهه محمد امروٽي،

معراج محمد خان، منهاج برنا، فتحياب علي خان ۽ افضل صديقي شاهد طور پيش ٿيا، پاڪستان جي نظريي ۽ ملڪ خلاف بغاوت جهڙن الزامن هيٺ فوجي عدالتن کي منهن ڏيندڙ ڪامريڊ جام ساقي ۽ ان جي ساٿين لاءِ مير غوث بخش بزنجي فوجي عدالت ۾ هي بيان ڏنو هو ته ”مون ڪڏهن به ڪامريڊ جام ساقي کي ملڪ دشمن سرگرمين ۾ شرڪت ڪندي ناهي ڏٺو ۽ آئون فوج خلاف نفرت پکيڙڻ جو ذميوار انهن مُهمجو جنرلن کي سمجهان ٿو، جن مارشل لا مڙهي پنهنجيٰ ذاتي اقتدار کي قائم رکڻ لاءِ فوج ۽ عوام کي هڪٻئي سامهون بيهاريو آهي.“ جام ساقي ۽ ان جا ساٿي ضمير جا قيدي هئا ۽ هي ڪيس ڪراچي جي فوجي عدالت ۾ هلندڙ هو، جتي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي نياڻي ۽ ضيائي آمريت خلاف ملڪ ۾ جيل ۾ سختيون سهندڙ پاڪستان پيپلز پارٽي جي چيئرپرسن بينظير ڀٽو جي فوجي عدالت ۾ اچڻ ۽ هي بيان ڏيڻ ته ”هن وقت پاڪستان ۾ قانوني حڪومت ناهي، مارشل لا آهي، مارشل لا جو مقصد فوج جي حڪومت آهي، آئون مارشل لا جي عدالت کي غير قانوني سمجهان ٿي، قانوني مجرم اهو هوندو آهي، جنهن کي قانوني عدالت سزا ڏئي، جنهن کي مارشل لا جي عدالت سزا ڏئي، منهنجي نظر ۾ اهو شخص قانوني طور معصوم آهي“ محترمه بينظير ڀٽو جي اهڙي بيان سان هي راءِ عامه جڙي هئي ته اسان جي ساٿين کي بيڏوهي جيلن ۾ قيد رکيو ويو هو. ان وقت شايع ٿيندڙ سنڌي اخبارن عبرت، مهراڻ، آفتاب ۽ هلال پاڪستان سان گڏ امن ۽ بشارت هن ڪيس کي نمايا طور شايع ڪيو. امن اخبار ۾ جمع خان جو ڪالم ڇپبو هو، جنهن ڪالم کي وڏي پذيرائي ملي هئي. ان ڪيس ۾ فوجي عدالت جي ڪمري ۾ نڪتل هيءَ يادگار تصوير ان دؤر جي جدوجهد جو عڪس چٽي ٿي، جنهن ۾ محترمه بينظير ڀٽو فوجي عدالت ۾ آهي. جڏهن ته ڪميونسٽ اڳواڻ ۽ ضمير جي قيدي جام ساقي جي ڪُلهن تي هٿڪڙين واري زنجير رکيل آهي.

اسان جي تحريڪ کان گهٽي ياڳي اڄ جا سياسي ڪارڪن اڻڄاڻ

آهن، هيءُ سماج کي تبديل ڪرڻ واري هڪ بي مثال جدوجهد آهي، جنهن جي وڪريل ورقن کي گڏ ڪري سنڌ جي نئين ٽهيءَ حوالي ڪرڻ وارو هي ڪم هٿ ۾ کڻجي ته ٻن ڏهاڪن واري خال کي پورو ڪري سگهجي ٿو.

# محترمہ بينظير ڀٽو جي وطن واپسي

ڦاهين، ڦٽڪن، فوجي عدالتن جي سزائن، جيل ۽ ڪوڙن وارو ڪَهري دور هاڻ پوئتين پساهن ۾ هو ۽ فتح آخر عوام جي ئي ٿي، عوام جي آمريت خلاف هڪ ڊگهي جدوجهد ۽ 1983ع جي تحريڪ پاڪستان جا سياسي منظر ئي تبديل ڪري ڇڏيا، عالمي حالتن بہ اوچتو ڦيرو کاڌو ۽ جنرل ضياءَ الحق لاءِ وڌيڪ اقتدار ۾ رهڻ ڏکيو ٿيندو ويو، نيٺ هن مجبور ٿي ملڪ مٿان مڙهيل آمريت کي عوامي حمايت جي هجڻ وارو تاثر ڏيڻ لاءِ 1984ع ۾ ڪُلِ جهڙو ريفرنڊم ڪرائي پاڻ کي صدر چونڊرايو، پر ان دوکي ۽ دولاب واري ريفرنڊم کي ڪا بہ عالمي ۽ ملڪي مڃتا نہ ملي ۽ هي دوکو ۽ دولاپ بہ نہ هلي سگهيو. سچ تہ 83ع واري تحريڪ ۾ سنڌ جي ماڻهن جي جيڪڏهن سياسي مزاحمت نہ هجي ها تہ ضياءُ الحق جو ڪهري دور پنهنجي پڄاڻيءَ تي نہ پهچي ها، هاڻ سڀ منظر تبديل ٿيڻ لڳا، ضياءُ الحق جي آمريت ۾ اها سگهہ نہ رهي ۽ نيٺ بدلجندڙ ملڪي ۽ عالمي حالتن جي نتيجي ۾ 6 سالن جي نظربندين ۽ گرفتارين کي بهادريءَ ۽ حوصلي سان منهن ڏيندڙ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي نياڻي ۽ پيپلز پارٽي جي چيئرپرسن محترمہ بينظير ڀٽو کي آزادي ملي ۽ حڪومت کيس علاج لاءِ لنڊن وڃڻ جي اجازت ڏيڻ تي مجبور ٿي.

30 ڊسمبر 1985ع تي غير جماعتي چونڊن ذريعي ضياءُ الحق، محمد خان جوڻيجو کي اقتدار ۾ حصيدار بڻايو ۽ ملڪ مٿان آمريت جا ڪجهه ڪَڪَر گهٽيا ۽ جڻ سج اڀرڻ جي هڪ اميد پيدا ٿي. ضياءُ الحق جي 8 سالن جي مارشل لا وارو ڪارو دؤر عارضي طور پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتو ۽ اهڙيءَ ريت محمد خان جوڻيجو جي اقتدار ۾ شراڪت هوندي به ضياءُ الحق ملڪ ۾ ڪنٽرول ڊيموڪريسي ذريعي آمريت برقرار رکڻ پئي چاهي ۽ هن چالاڪ آمر انين آئيني ترميم ذريعي اسيمبلين کي ٽوڙڻ وارا صدارتي اختيار پاڻ وٽ رکيا، جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ جو ئي نتيجو هو جو محمد خان جوڻيجو جي حڪومت اچڻ شرط ئي ملڪ ۾ سياسي پارٽين کي سرگرمين جي اجازت ڏني وئي، ٻين سياسي جماعتن جيان اسان به پنهنجن باندي ڪامريڊ ساٿي اڳواڻن جي آزاديءَ، جمهوريت جي بحالي لاءِ احتجاجي مظاهرن جو سلسلو شروع ڪيو، سڄيءَ سنڌ ۾ جلسا ۽ ڪارنر گڏجاڻيون ڪري ماڻهن سان مخاطب ٿي هي موقف رکيوسين ته جمهوريت بحال ٿيڻ ڪان پوءِ به جدوجهد جي پڄاڻي ناهي ٿيڻي ۽ اسان جي اڳيئين منزل پورهيت انقلاب آهي.

تاريخ جو اهو وڏو سچ آهي ته پنجاب، سنڌ جي ڀيٽ ۾ ايم آر ڊي واري تحريڪ ۾ وڏي چڙهي حصو نه ورتو هو، پنجاب جي عوام جي هڪ خاص نفسيات رهي آهي ته هو مزاحمت بجاءِ مفاهمت واري پاسي تي ٻيهندا آهن، جڏهن سياسي سرگرميون بحال ٿيون ۽ ملڪ ۾ تبديلي جي هوا گهلڻ لڳي ته جوڻيجو جي حڪومت اچڻ بعد پنجاب به هَوا جو رخ سمجهي جمهوريت جي بحالي واري هن تحريڪ ۾ ڀيرو وٺڻ لڳو. محترمه بينظير ڀٽو پنهنجن اڳواڻن کي اهو نياپو پهچائي چڪي هئي ته هوءَ جلد ڏيهه موٽڻ واري آهي، محترمه واپسي وارو هي فيصلو تبديل ٿيندڙ عالمي حالتن کي نظر ۾ رکي ڪيو هو، پيپلز پارٽي پنجاب به ضياءُ الحق جي حڪومت کي ڊاهڻ لاءِ وڏيڪ سرگرم ٿي وئي، لاهور جي موچي گيٽ تي ايم آر ڊي جو جلسو ٿيو، جنهن ۾ ايم آر ڊي

۾ شامل پارٽين پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪيو.
ڏگهي جلاوطني ڪان پوءِ 10 اپريل 1986ع تي جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي نياڻي محترمہ بينظير ڀٽو لاهور جي هوائي اڏي تي پهتي تہ عوام جو سمنڊ اٿلي پيو، اهو ڏينهن ضياءُ الحق جي آمريت خلاف عوام جي هڪ نئين نياپي وارو ڏينهن هو، نعرا لڳا، ”وزيراعظم بينظير“ سنڌ بجاءِ لاهور ۾ محترمہ بينظير ڀٽو جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ پنهنجو سياسي سفر ان ڪري بہ شروع ڪيو هو تہ هن ان وقت جي ملٽري اسٽيبلشمينٽ کي اهو تاثر ڏيڻ پئي چاهيو تہ پنجاب ۽ٺن سان گڏ آهي ۽ پيپلز پارٽي وفاق جي علامت آهي. بينظير جي لاهور واري جلسي ۾ هي نعرو ڏاڍو مقبول ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين لڳندو اچي تہ ”چارون صوبون ڪي زنجير، بينظير بينظير.“
محترمہ بينظير ڀٽو جي ڏيهہ اچڻ ڪان پوءِ اسان جي پارٽيءَ جي گڏجاڻي ۾ ڪامريڊ دوستن جو چوڻ هو تہ هاڻ ضياءَ شاهيءَ جو دؤر پونئين پساهن ۾ آهي ۽ تبديلي اٽڪر تي چڪي آهي، جوٽيجي حڪومت جمهوريت واري بحالي جو تاثر ڏيڻ لاءِ سياسي سرگرمين تان بندش تہ هٽائي هئي، پر ڪامريڊن تي سختيون برقرار هيون ۽ لولي لنگڙيءَ جمهوريت جي بحالي ڪان پوءِ بہ اسان جا ڪامريڊ ساٿي جيلن ۾ بند هئا. پارٽيءَ فيصلو ڪيو تہ باندي ڪامريڊ ساٿي اڳواڻن جي آزادي لاءِ سڄي پاڪستان ۾ احتجاجي تحريڪ شروع ڪئي وڃي. اهڙيءَ ريت سنڌ هاري ڪميٽي، ڊي ايس ايف ۽ مزدور ساٿين سڄي ملڪ ۾ احتجاجي مظاهرا ڪيا. اسان سنڌ ۾ احتجاجي مظاهرا ڪري روڊن تي ڌرڻا هنيا ۽ ڪامريڊ جام ساقيءَ سميت سمورين باندي ساٿين جي آزاديءَ جي گهر ڪئي. حيدرآباد ۾ جام ساقيءَ سميت سمورن ڪامريڊ ساٿين جي آزادي جي لاءِ تاريخي جلوس نڪتو، مون کي ياد آهي تہ اسان ڪامريڊ ساٿين حيدرآباد ريلوي اسٽيشن ڪان سينٽرل جيل تائين مارچ ڪيوسين ۽ حيدرآباد جي سٽي گيٽ وٽ سينٽرل جيل سامهون ڌرڻو هڻي ويهي رهياسين. محترمہ بينظير

پنهنجي پاڪستان جي جنهن ڪُنڊ ۾ وئي پئي، اتي ساٿين نعريٰ هڻي ڪامريڊ ڄام ساقي، امداد چانڊيو، شبير شر، محمد خان سولنگي، ڪمال وارثي، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، پروفيسر جمال، گهنشام پرڪاش، سهيل سانگي، بدر ابڙو ۽ ٻين ساٿين جي آزادي جي گهر پئي ڪئي. سنڌ ۾ جڏهن محترمہ بينظير ڀٽو دؤري تي نڪتي تہ اسان ساٿين سڄيءَ سنڌ ۾ هر جلسي ۾ پهچي، پلي ڪارڊس ۽ بينر ڪڍي ساٿين جي آزاديءَ وارا نعريٰ تي هنيا. پيپلز پارٽي جي جلسن ۾ بہ اسان ڪامريڊ پنهنجي هجڻ جو احساس ڏيندا رهياسين. محترمہ بينظير ڀٽو سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ خطاب ڪندي حقيقي جمهوريت جي بحالي، چونڊن ڪرائڻ سان گڏ ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ سندس ساٿين جي آزادي جو مطالبو ڪندي هئي.

# ڪامريڊ ساٿين جي آزادي

آمريت جي اڏيل ديوار جي هر سر ڪرڻ لڳي ۽ ٻين سياسي قيدين سان گڏ اسان جي جيل ۾ بند ڪامريڊ ساٿي دوستن جي آزادي جو عمل شروع ٿيو، آڪٽوبر 1986ع ۾ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو باندي اڳواڻ امداد چانڊيو پنهنجي سزا پوري ڪري جڏهن آزاد ٿيو ته سج جي روشني ۾ آزاد ڪرڻ بجاءِ رات جي اونده ۾ جيل جا در کليا نه ڪنهن ڪامريڊ کي امداد جي آزاديءَ جي خبر هئي، نه گلن جا هار هئا ۽ نه ئي جيل ٻاهران "انقلاب زنده باد جا نعريٰ لڳا" هو جڏهن 7 سالن واري جيل جي سزا پوري ڪري ٻاهر نڪتو هو ته سرخ جهنڊن سان سندس آجيان ٿي نه سگهي هئي، اونده جهڙي سماج ۾ سج ايرڻ جو پختو يقين رکندڙ هن انقلابيءَ ان وقت ٿڌو ساهه ڀري آسمان ڏانهن نهاريو هو ۽ ستن سالن جي سزا به ڪيس جهڪائي نه سگهي هئي، اسان جو محبوب دوست امداد خيرپور جي ڪامريڊ ساٿين تائين پهتو ۽ ٻئي ڏينهن خيرپور يونيورسٽي ۾ سندس مان ۾ ڏنل آجياڻي ۾ شريڪ ٿي ٻيهر سرگرم ٿي ويو. امداد کي رات جو دير سان ان ڪري جيل مان آزاد ڪيو ويو ته جيئن سندس استقبال ٿي نه سگهي. آزادي جو سلسلو جاري رهيو، 15 ڏينهن ڪان پوءِ خيرپور جيل مان شير محمد مگريو ۽ سکر جيل مان محمد خان سولنگي آزاد ٿيا. شبير شر ۽ ڪمال وارثي هڪ سال وڌيڪ جيلن جي

ڏکين ڏينهن ديوارن پويان رهي پنهنجن آدرشن جي جوڙيل مالها کي سنڀاليندا رهيا ۽ نيٺ 17 ڊسمبر 1987ع تي شبير شر خيرپور سينٽرل جيل ۽ ڪمال وارثي ڪراچي جيل مان آزاد ٿيا.
اسان جي ڪامريڊ دوستن جا پورهيا ۽ قربانيون ته ڏسو سهيل سانگي مسلسل قيد ۾ رهيو، سهيل سانگي ۽ بدر ابڙو ڊٽينشن ۾ هئا، سهيل ۽ بدر ابڙي جي اوچتو طبيعت خراب ٿي وئي ۽ کين سول اسپتال جي نفسياتي وارڊ ۾ داخل ڪيو ويو، ڊاڪٽر ظهير جيل اختيارين کي لکيو ته هي نوجوان مريض آهن ۽ سندن علاج ٿيندو ۽ اوهين کين واپس وٺي وڃي نٿا سگهو. سهيل جو گهروارن سان نه رابطو ۽ نه ڪو پيغام جو ذريعو نيٺ اسٽار ۾ ڪم ڪندڙ صحافي ظفر عباس کي هن سندس اسپتال ۾ موجود هجڻ جو نياپو ڪرايو، ان نياپي کان پوءِ ظفر عباس، سول اسپتال ڪراچي ۾ پهچي، سهيل سانگي سان ملاقات ڪئي ۽ گهروارن کي اطلاع ڪيو. سهيل سانگي جي گهرواري صحافي شيخ علي محمد کي مدد لاءِ چيو، شيخ علي محمد ۽ سهيل جي گهرياتين جا شيخ علي محمد سان خانداني ذاتي لاڳاپا هئا، شيخ صاحب جڏهن گورنر جهانداد سان ملاقات ڪئي ته هن حيرت مان ڏسي شيخ صاحب کي جواب ڏنو ته ”هي ڪميونسٽ آهي ۽ وڏو خطرناڪ ماڻهو آهي.“ جنهن تي شيخ صاحب کيس جواب ڏنو ته ”سهيل جي ٻانهن منهنجي حوالي ڪريو“ ان ملاقات کان پوءِ به سهيل آزاد نه ٿيو ۽ نيٺ سندس گهرواري ڊي ايم ايل اي جي آفيس سامهون ٻار وٺي ڌرڻو هڻي ويهي رهي، اختيارين کيس چيو ته سهيل جي آزادي لاءِ هڪ نه پر 2 ضامن کپن ۽ هن وڏي انتظار کان پوءِ هيءُ جواب ڏنو هو ته ٻي ضامن آئون آهيان ۽ نيٺ سموري لکپڙهه کان پوءِ سهيل اسپتال مان جڏهن آزاد ٿيو ته ان وقت ڪو به هجوم نه هو، هو ۽ سندس گهروارا هئا، جيڪي کيس واپس وٺي آيا، بدر ابڙو به سول اسپتال مان ئي آزادي ماڻي. جمال نقوي کي جيل کان اسپتال منتقل ڪيو ويو ۽ نيٺ 23 مارچ 1986 ۾ پوڻا 6 سال جيل جون سختيون سهي واپس

پنهنجي گهر پهتو، ڊاڪٽر جبار خٽڪ به جيل جي سختين کي منهن ڏئي وڏي سهپ، ڏاهپ، جرئت ۽ حوصلي سان سزا پوري آيو، هو جڏهن سينٽرل جيل ڪراچي مان آزاد ٿيو ته لياري ۽ ڪراچي جي هزارين نوجوانن ۽ ڪامريڊ ساٿين سندس آجيان ڪئي ۽ هي نعرو لڳو هو "لياري سي اٽڪ تلڪ، جبار خٽڪ، جبار خٽڪ" جيل ۽ سزا جي فقط هڪ قيديءَ کي ئي خبر هجي ٿي، امر لال سميت سمورا ڪامريڊ دوست جيلن ۾ به بهادريءَ جا ڪيترائي داستان ڇڏي آيا، ڪامريڊ ڄام ساقي 11 ڊسمبر 1986ع واري ڏينهن جناح اسپتال مان آزاد ڪيو ويو. گهنشام پرڪاش جي سزا برقرار رهي. ضياءُ الحق جي ڪهري دؤر جي پڄاڻي ڪان پوءِ جڏهن 1988ع ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت آئي ته هن سندس سزا ختم ڪئي ۽ گهنشام آزاد ٿيو. ڪامريڊ ڄام ساقي سميت آزاد سمورن ڪامريڊ دوستن جي آزادي اسان لاءِ نئين اميد ۽ حوصلي جو سبب بڻي ۽ سوچيو سي پئي ته هاڻ ڏيهه ۾ لڪين ڏاٽا ايا ٿيندا ۽ انقلاب جي عيد جو چنڊ ايرڻ ۾ هاڻ دير ئي ناهي.

"سڄو ڏيهه ڏاٽا ڪري جي أيا، لڪين عيد جا چنڊ أيري پون"

# ضياءُ الحق جي موت جي خبر

ضياءُ الحق جي آمريت ايڏي تہ ڏکي تي وئي هئي جو جڻ آمريت جو اهو سج لهندي نظر ئي نہ پئي آيو، حالتن رخ تہ ضرور مٽايا هئا پر آمريت جي پڇاڙي ڪيئن ٿيڻي آهي، تنهن جي ڪنهن کي خبر ئي نہ هئي، اها اسان لاءِ حيرت جي گهڙي هئي، جڏهن هيءَ خبر ٻڌي سين تہ 17 آگسٽ 1988ع تي صبح جو ضياءُ الحق پنهنجن پنجن ٻين جنرلن ۽ پاڪستان ۾ آمريڪي سفير آرنلڊ رافيل سان بهاولپور کان اسلام آباد پئي ويو تہ سندن سي 130 جهاز فضا ۾ ئي تباهہ ٿي اچي زمين تي ڪريو ۽ ائين ضياءَ الحق جي زندگي جي پڇاڙي ٿي آهي. سچ تہ ان خبر تي اعتبار ئي نہ پئي آيو، پر ان ڏينهن وارو صبح ضياءَ جي موت واري خبر کڻي آيو هو، ضياءُ الحق جو موت سنڌ ۾ سياسي ڪارڪنن لاءِ آڪاش جي هنن سٽن جيان ڪجهہ هن احساس جهڙو آهي، ”زندگيءَ جي ذليل گهڙين ۾ ضياءُ جي موت جي خبر آهين. منهنجي هوندين بہ منهنجو ناهين جڻ سنڌ جو شهر آهين.“ معشوق ملاح ۽ آئون ذوالفقار علي ڀٽي جي ڦاهي کان پوءِ پاڪستان مٿان طويل مارشل لا جي هجڻ ، ضياءَ شاهي جي مهربانين ذريعي افغاني جهاد، هيروئن، هٿيار، افغانين جي يلغار ۽ ملڪ ۾ وڌندڙ بنياد پرستي تي ڳالهائيندا رهياسين، سرد جنگ

جي پڄاڻي پٺي تي عالمي طاقتون هڪ نئين دؤر ۾ داخل ٿي رهيون هيون، سڀ منظر بدلجڻ لڳا هئا ۽ اهڙين حالتن ۾ ضياءُ الحق جي فوجي آمريت پنهنجي هجڻ جو جواز وڃائي ويٺي هئي. آئون جڏهن ڊائري جا هي ورق لکي رهيو آهيان، تڏهن سوچيم پئي ته جسماني طرح ضياءُ الحق 17 آگسٽ تي نه رهيو، پر ضياءُ الحق جنهن مائينڊ سيٽ کي جنم ڏنو هو، اهو اڄ به اسان جي ڪتابن ۾ سياست ۾، ادب ۾، صحافت ۾، سماجي روين ۾ پنهنجو اثر برقرار رکيو اچي ۽ اسين ترقي پسند لبرل سوچ رکندڙ دوست اڄ به ضياءُ شاهي جي هڪ خاص نفسيات سان مهاڏو اٽڪايو اچون، ضياءُ الحق جي آمريت وارن ڏينهن ۾ اسان جي هٿن”ضياءُ شاهي مرد آباد“ جا نعريٰ پتين تي لکيا هئا ۽ اڄ اسان ان جو اظهار قلم ذريعي پيا ڪيون، هي جهيڙو ته صدين تائين هلڻو آهي، ضياءُ الحق پنهنجي دور ۾ بنياد پرستي جو جيڪو ٻج ڇٽيو هو اهو ٻج اڄ وڏي وڻ تي ويو آهي، جنهن سان نه رڳو پاڪستان جي جمهوري ۽ لبرل قوتن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي، پر ضياءُ شاهي جي اها سوچ عالمي امن لاءِ خطرو بڻجي وئي آهي.

# ڄام ساقي جو ساٿين سميت دورو ۽ اختلاف

ڪامريڊ ساٿين جي آزاديءَ اسان ۾ نئون جوش ۽ جذبو پيدا ڪيو ۽ پاڪستان سميت پوري سنڌ جو عوام ڪامريڊن سان ملڻ لاءِ آتو هو، ڪامريڊن به آرام ڪرڻ يا مٿن مائٽن ۾ ويهي دعوتون کائڻ بجاءِ جلسن ۽ آجياڻن ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو، جتي به جلسا پئي ٿيا، هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو شريڪ ٿي ڪامريڊن سان محبت جو اظهار ڪري رهيا هئا. ڪامريڊ دوستن به جڏهن سنڌ جو دورو ڪيو ته ان قيادت کي مبارڪون ۽ جس پئي ڏنا. جن مک قيادت جي گرفتارين کان پوءِ عوام ۾ موجود رهي نه رڳو ڪامريڊ ساٿين جو نظرياتي ۽ سياسي پورهيو سنڀاليو پر پاڻ کي تڪليف ۾ رکي به نظرياتي آدرشن جي پوکيل فصل جي ڪنهن آمر کي پيل ڪرڻ نه ڏني هئي.

86 جي پڇاڙڪن ڏينهن ۽ 87 جي شروعات ۾ ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ آزادي ماڻيندڙ ڪامريڊ ساٿين سنڌ جو دورو شروع ڪيو، غلام رسول سهتو، امر لال، مير ٿيبو، رحيم بخش جعفري، صالح بلو ۽ غلام حسين شر سنڌ جي مختلف ضلعن جا دورا ڪري سمورا انتظام مڪمل ڪيا. دوري جي تيارين جي سلسلي ۾ فنڊ مهم شروع ٿي، امر لال ميهڙ پهتو ۽ اسان ضلعي جي مختلف همدرد دوستن جي لسٽ ترتيب ڏني، امر لال، مان، معشوق ۽ پاويل

جوڻيجو ميهڙ پرسان مهيسرن جي ڳوٺ رفيق مهيسر وٽ ويا سين، امر لال، عالمي ۽ ملڪي حالتن جو تجزيو ڪري ڪجهه هن طرح صورتحال ٻڌائي ته قومي جمهوري انقلاب هاڻ ڪو گهڻو پري ناهي رهيو، بس انقلاب ڪجهه سالن جي ڪهاڻي آهي ۽ اسين ڪامريڊ دوست اختيارن ۽ اقتدار جا ڏٺي ڏيٺا آهيون. رفيق مهيسر، امر لال ڪي انتهائي پيار ۽ پاٻوهه سان ٻڌو ۽ جام ساقي جي استقبال لاءِ وس آهر مدد ڪئي، مير ٽيپو به ڪامريڊ دوستن جي دؤري لاءِ ان حد تائين اڳتي ويو جو هن پيپلز پارٽي جي اڳواڻ ۽ ڳوٺ جي وڏيري نور محمد ٽيپو سان ملڻ لاءِ نياپو موڪليو ۽ اسين سڀ ڳهاڙي جا ڪامريڊ دوست نور محمد ٽيپو سان ملياسين، سياسي ڪچهري ٿي ۽ ڳوناٽي سياست جي نندڙن تضادن هوندي نور محمد ٽيپو، ڪامريڊ جام ساقيءَ لاءِ محبتن پريو پيغام موڪليو ۽ آجياڻي لاءِ فنڊ به ڏنو. معشوق، مان ۽ پاويل دادو ضلعي جي ٻين دوستن سان گڏجي هر ننڍي وڏي ڳوٺ تائين پهتاسين ۽ ڳوٺ واسين، سياسي ڪارڪنن ۽ پورهيتن کي ڪامريڊ جام ساقي جي استقبال لاءِ دعوتون پهچايون. ڪامريڊ جام ساقي جو سنڌ جي ٻين شهرن جيان دادو ضلعي ۾ به تاريخي استقبال ٿيو، ڪامريڊ جام ساقي جڏهن ميهڙ ويجهو ڳوٺ سويو خان مگسيءَ پهتو ته سون جي تعداد ۾ گاڏين جو قافلو هو ۽ هزارين ماڻهو ڪامريڊ ساٿين کي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ لاءِ پهتا هئا، ڪچي ۾ ڏاڙيلن جو وڏو زور هو، پر ڪامريڊ جام ساقيءَ جي ته ڪچي جي ڏاڙيلن به عزت پئي ڪئي، تنهن ڪري بنا ڊپ ڊاءَ جي ماڻهو آجيان لاءِ ڳوٺ سويو خان مگسي پهتا هئا. ڳاڙهن جهنڊن سان ڳوٺ سينگاريل هو، ڳوٺ سويو خان مگسي جي سنگت پاڻ نيايو. ڳوٺ سويو خان مگسيءَ ۾ امداد چانڊيو ڏاڍي جذباتي تقرير ڪئي، جيڪا ماڻهن ۾ ڏاڍي مقبول ٿي، هن ئي جلسي ۾ امداد چانڊيي چيو هو "ڪامريڊ جام ساقي مرد قلندر آهي، هو ڪڏهن نه جهڪيو نه جهڪندو." جام ساقي جڏهن ميهڙ جي گهنٽا گهر چؤنڪ وٽ پهتو ته هزارين ماڻهن ڪامريڊ جام ساقي سميت

سمورن دوستن جي آجيان ڪئي، گلن جا هار پارايا ۽ اجرڪ اوڍايا، مير ٽيپو ٽيبل ٽاڪس جو بادشاهه آهي، پر هو پنهنجي مزاج ۽ طبيعت ۾ گهٽ ڳالهائڻو هجڻ ڪري جلسي سان عوامي رنگ ۾ مخاطب ٿي نه سگهيو، ڄام ساقي جو انداز بنهه سادو ۽ عوامي هو، تقرير جو انداز ڪجهه هن طرح ته ”هڪڙو هنداڻو مٿان صوف ۽ هيٺان 2 ڪيلا رکي ڇڏيو ته سنڌ جو جاگيردار تيار“ هو لطيفن ۾ انتهائي اهم ڳالهيون ڇئي ويندو هو، جنهن ڪي ماڻهو پيا ڪچهرين ۾ ورجائيندا هئا، ڄام ساقي جو دادو ضلعي جي هر شهر ۾ والهاڻو استقبال ٿيو، دادو ويندي رفيق مهيسر جيڪو بعد ۾ قومي اسيمبلي جو ميمبر بڻيو ۽ هاڻي وفات ڪري چڪو آهي، جي گاڏي کي حادثو پيش آيو ۽ هن گاڏي اتي ئي ڇڏي ۽ ٻين ڪامريڊ دوستن سان گڏ ڄام ساقي جي قافلي ۾ موجود رهيو، دادو ۾ پ پ اڳواڻ ڪلثوم چانڊيو ڪان وٺي ترقي پسند، لبرل ۽ قومپرست ڪارڪنن ڄام ساقي کي وڏيون عزتون ڏنيون ۽ جلسي ۾ شرڪت ڪئي، دادو جي پارڪ ۾ هزارين ماڻهو ڪامريڊ دوستن جي آجيان لاءِ پهتا هئا، امداد چانڊيو غضب جو مقرر آهي، هن ئي جلسي ۾ امداد اسٽبلشمينٽ خلاف سخت ٻولي ڳالهائي هئي، امداد جي تقرير ايتري ته سخت هئي جو امداد جي اهڙي تقرير تي دادو جي مقامي مخبر دوستن ڪامريڊن کي نياپو ڪيو ته ”اسين امداد جي ان قسم جي ڪيل تقرير جي رپورٽ نرم ڪري ئي موڪلينداسين، پر يار تازو جيل مان نڪري آيو آهي، ڪيس اسٽبلشمينٽ تي هلڪو هٿ رکڻ گهرجي.“ اسان ته دادو اچڻ ڪان اڳ ڳوٺ احمد خان برهماڻي ۾ به ويا هئاسين. جنهن ڳوٺ کي 1983ع واري تحريڪ هلندي باهه ڏني وئي هئي.

نوابشاهه، هالا، سکر، مورو سميت سنڌ جي جنهن به ننڍي وڏي شهر ۾ ڪامريڊ ويا پئي گڏهه گاڏن، ٽانگن، اٺ گاڏن، ڪارن جا سوين قافلا بيٺل نظر آيا، دهل، شرنائين تي رقص ٿيندو رهيو، انقلاب ۽ سماجي تبديليءَ لاءِ سالن جا سال قيد ڀوڳي موٽي اچڻ

تي سنڌ ڪامريڊن ڪي عظيم پيتا ڏني، اهڙي موٽ عوامي تحريڪ جي سربراهه رسول بخش پليجي کي به ملي هئي. ڪميونسٽ پارٽي سميت سموري ڪابي ڌر جي اڳواڻن جي جلسن ۾ ته هزارين ماڻهو شريڪ ٿيا، پر افسوس رڳو اهو آهي ته عوام جي ان موٽ کي ڪابي ڌر جون سياسي جماعتون پنهنجي جهوليءَ ۾ سمائي نه سگهيون. روپوشيون، جيل، ڪوڙا ۽ سختيون بس هڪ ماضي بڻجي ويون.

دادو کان پوءِ ڪامريڊ جام ساقي، امداد چانڊيو، غلام رسول سهتو، مير ٿيٻو ۽ ڪامريڊ دوست نه رڳو سنڌ پر پاڪستان جي جنهن به شهر ۾ پهتا. ڪامريڊ ساٿين ۽ ترقي پسند ڌرين سندن پرپور آجيان ڪئي، عوام جون معصوم محبتن جيل جي ساٿين جا ٿڪ ئي لاهي ڇڏيا هئا. ڪامريڊ جام ساقيءَ جي آزاديءَ کان پوءِ ملندڙ عوامي موٽ هڪ نئين صبح جيان هئي، ضياءَ شاهي جي اونده انڌوڪار جي پڄاڻي پئي ٿي ۽ اسان کي انقلابي تحريڪ جو جڻ هڪ نئون سج اڀرندي نظر پئي آيو، پر ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ اختلافن جي ايري اچڻ واري خبر جڻ اسان مٿان وڄ ٿي ڪري، معشوق، آئون، پاويل ۽ شبير سومرو بروهي هوٽل تي ويٺا هئاسين، ڪامريڊ جام ساقي ۽ ساٿين کي مليل عوامي موٽ اسان لاءِ مقبول عوامي سياست وارا در کولي ڇڏيا هئا، اسين ان عوامي اپار تي ڏاڍو خوش هئاسين، پر معشوق بي مزي هو، هن اسان کي ٻڌايو ته پارٽيءَ ۾ اختلافن جي توهان سيني ذوستن کي اڳ ۾ ئي خبر آهي، پر اقليت ۽ اڪثريت جو جهيڙو ان حد تائين وڌي ويو آهي جو ٻنهي ڌارائن مان اسان کي ڪنهن به هڪ ڌارا جي چونڊ ڪرڻي پوندي، سينٽرل ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي اڪثريت جمال نقوي جي ڊاڪيومينٽ جي حمايت ڪئي آهي ۽ امتياز عالم جي ڊاڪيومينٽ کي اقليت جي حمايت حاصل آهي، ڪامريڊ جام ساقي ۽ غلام رسول سهتو، امداد چانڊيو عوام جي اپار کي ڏسي پارٽي اندر موجود تضاد کي ماٺو ڪرڻ لاءِ جتن ڪري رهيا آهن، پر آئون نٿو سمجهان ته هو

پارٽي بچائي سگهندا، مون ٿڌو ساهہ پريو ۽ معشوق کي چيو تہ هي وقت پارٽي کي ٻن ڌارائن ۾ ورهائڻ بجاءِ عوام ۾ وڏيڪ منظم ٿيڻ جو وقت آهي نہ تہ اسان پنهنجو نظرياتي ۽ پارٽيءَ جو تنظيمي وجود وڃائي ويهنداسين. معشوق ڳالهہ جاري رکي پارٽيءَ ۾ نظرياتي اختلاف تہ ان وقت ئي شروع ٿي چڪا هئا، جڏهن اڃا امداد چانڊيو، جام ساقي ۽ ٻيا ڪامريڊ ساٿي جيلن ۾ ئي هئا، ڪامريڊ جام ساقي جي آزاد ٿيڻ بعد سنڌ ۽ پاڪستان جو دورو شروع ٿيڻ وقت بہ پارٽيءَ ۾ اقليت ۽ اڪثريت جو نظرياتي جهيڙو هلندڙ هو، پر امداد چانڊيو، غلام رسول سهتو، رحيم بخش جعفريءَ ۽ مير ٿيٻو جي ڪوشش آهي تہ ڪامريڊ جام ساقي غير جانبدار رهي، ٻنهي ڌارائن اقليت ۽ اڪثريت وچ ۾ نظرياتي پل وارو ڪردار ادا ڪري پر ائين نہ ٿيو ۽ نظرياتي اختلاف وڌي سياسي ۽ نظرياتي رستا ڌار ٿيڻ واري ڏنگ تي پهتا آهن. آئون اهي سڀ ڳالهيون ٻڌي ذهني طور پريشان ٿي ويس معشوق پارٽيءَ ۾ هلندڙ بحث وارا دستاويز اسان حوالي ڪيا، شايد آئون حد کان وڌيڪ حساس هئس، تنهن ڪري معشوق اختلافن واري ڳالهہ هن کان اڳ مون سان ماني ڪري رکي هئي.

يادگيرين جون هي سٽون لکڻ وقت منهنجي امداد چانڊيو سان فون تي ڳالهہ ٿي، امداد چانڊيو جي هنن لفظن ۾ ڪيڏي نہ پنهنجائپ ۽ درد آهي تہ "اسان سوچيو هئوسين تہ جام ساقي پارٽيءَ کي متحد رکي سگهندو، پر هو پاڻ بہ اڪثريت سان ٿي بيٺو. اها اسان کي خبر ئي نہ هئي تہ اسين ساٿي ائين هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويندا سين". ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ضياءَ شاهي ختم ڪري نہ سگهي، پر اقليت ۽ اڪثريت جي دستاويزن پارٽيءَ جي چيلهہ ئي ڀڄي وڌي، مون کي اهي ڏينهن ياد آهن تہ اڪثريت ۽ اقليت جي جهيڙن جي نتيجي ۾ گڏيل پارٽي اندر ڪامريڊ جام ساقي، اعزاز نذير، جمال نقوي، جاويد شڪور، چاچو مولابخش، رمضان ميمڻ ۽ ٻيا ڪامريڊ دوست اڪثريت واري پاسي ٿي بيٺا، جڏهن تہ غلام رسول سهتو، مير ٿيٻو، امداد چانڊيو، امتياز

عالم، افراسياب خٽڪ، لطيف آفريدي، مختيار باچا ۽ رحيم بخش جعفري اقليت واري ڌارا سان بيٺا رهيا. ڪامريڊ ڊاڪٽر جبار خٽڪ ان جهيڙي ڪان ئي پاسائتو ٿي ويو، وڌيڪ اختلافن جي دڪندڙ دونهيءَ تي گاسليٽ وارو ڪم هي ٿيو ته 1987ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ سي پي پي جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي ميمبر مير ٿيٻي کي تنظيمي چارج شيٽ ڏئي ڪيس پارٽي مان ڪڍيو ويو، منهنجي پڇڻ تي امداد چانڊيو اختلافن جي تڏهوڪي ڪهاڻي ٻڌائيندي چيو ته مير ٿيٻو کي جڏهن ڪميونسٽ پارٽيءَ مان ڪڍيو ويو ته اختلافن ۾ وڌيڪ شدت آئي. ان وقت پارٽيءَ جو اهو فيصلو صحيح نه هو ان سان گڏيل پارٽيءَ اندر اختلافن جي ماني ٿيڻ بجاءِ ان ۾ وڌيڪ شدت آئي.

ان وقت ڪميونسٽ پارٽي جو ٽٽڻ ڪا معمولي ڳالهه نه هئي. ڪامريڊ جام ساقيءَ سان ڪچهري پئي ٿي اسان هڪ دفعو ٻيهر ماضيءَ ڏانهن هليا وياسين، ڪامريڊ جام چيو "اقبال تو کي خبر آهي ته جڏهن خان غفار خان لاڏاڻو ڪري ويو هو ته سندس وصيت موجب ڪيس افغانستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو هو، آئون به ان آخري رسمن ۾ شريڪ ٿيو هيس، ڊاڪٽر نجيب کي جڏهن منهنجي موجود هجڻ جي خبر پئي ته هن پاسائتو ٿي ملڻ جو نياپو ڪيو، آئون هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ وڃي ويٺس، نجيب ملندي ئي مون کي هيءَ ميار ڏني ته جام "اوهان جهڙي عوامي اڳواڻ هوندي به پارٽي ڪيئن ٽٽي، اوهان پارٽي اندر ڏنڊو ڪڍو ۽ آئون ٻاهر اچ به اسين پارٽيءَ بچائڻ جي سگهه ۽ صلاحيت رکون ٿا." ڪامريڊ جام ساقي اعتراف ڪيو ته ڊاڪٽر نجيب صحيح چيو هو ته جڏهن پارٽي اقليت ۽ اڪثريت جي ٻن ڌارائن ۾ ورهائجي پئي آئون پارٽي اندر ڏنڊو ڪڍان هان ته پارٽي اقليت ۽ اڪثريت ۾ نه ورهائجي ها. اعزاز نذير، پروفيسر جمال نقوي کي منهنجي خلاف ٿي بيهڻ جي همت نه ٿئي ها. ڪامريڊ جام اها ڳالهه به قبولي هئي ته پارٽي اندر اڻ ڏريو رهڻ واري ڳالهه مون کي غلام

رسول سهتي ۽ امداد چانڊيي بہ ڪئي هئي، امداد ۽ سهتي جي چوڻ تي هلان ها تہ پارٽي نہ ٽٽي ها، هو تہ منهنجا غريب دوست هئا، جن جي ڳالھہ ڪي مون موٽ نہ ڏئي وڏي سياسي ۽ نظرياتي غلطي ڪئي هئي. پر جڏهن ڊاڪٽر نجيب اها ساڳي ڳالھہ چئي تہ مون سان افغانستان جي صدر پئي ڳالهايو، سچ تہ ڊاڪٽر نجيب وڏو ماڻهو هو.

ڪامريڊ جام ساقي ۽ آئون انهن نظرين، خوابن ۽ سوچن تي ڳالهائيندا رهياسين ۽ ان دؤر تي ڳالهائيندا رهياسين، جڏهن اسان جا ساٿي سزائون ڀوڳي آزاد ٿيا هئا.

# قومي انقلابي پارٽي جو نهڻ

هاڻ تہ نظرياتي وهڪرن واري هن پل مان نہ ڄاڻ ڪيترائي وهڪرا وهي چڪا آهن، پر جڏهن فوهہ جوانيءَ ۾ اسان انقلاب لاءِ جان ارپي ڇڏي هئي. اقليت ۽ اڪثريت واري تلوار ڇڻ اسان جي ساهہ جي رڳ تي اچي وار ڪيو هو. انقلابي تحريڪن ۾ اختلافن جي هيءَ لهر رڳو پاڪستان جي ڪميونسٽ پارٽي ۾ نہ هئي، گوربا چوف جي پروسترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ واري هن نئين ايرنڊڙ نظرياتي واچوڙي سڄي عالمي ڪميونسٽ تحريڪ کي پنهنجي وڪڙ ۾ آٽي ڇڏيو هو. 1917 جي بالشويڪ انقلاب جي پڄاڻي جي شروعات پئي ٿي، عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جيان اسان جي پارٽي ٻن واضح ڌارائن ۾ ورهائجي چڪي هئي، اختلافن جي اڏامہ وئي وڌندي، ڪامريڊ دوستن جي آزاد ٿيڻ کان پوءِ 86 کان 88 تائين ڪميونسٽ پارٽيءَ کي اختلافن جي اُڌوهي کائيندي رهي، اقليتي دوستن 1987 کان ئي پنهنجون راهون ڌار ڪري ڇڏيون. 89-1988 تائين اقليت جي دوستن نئين نظرياتي سياسي ڌارا تي بحث جاري رکيا ۽ نيٺ قومي انقلابي پارٽي جو بنياد پيو، جنهن جي پهرين ڪانگريس سوات ۾ ۽ پهريون عوامي جلسو پشاور ۾ ٿيو، افراسياب خٽڪ ۽ باچا خان پارٽيءَ جي مرڪزي قيادت سنڀالي ۽ سنڌ ۾ امداد چانڊيو آرگنائيزر مقرر

ٿيو، خيبر پختونخواهہ ۾ لطيف آفريدي کي قومي انقلابي پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ واري ذميواري ڏني وئي، پنجاب ۽ بلوچستان جا بہ آرگنائيزر مقرر ٿيا. اسين اڪثريت سان ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ ئي رهياسين، جڏهن اقليت ۽ اڪثريت جا ڊاڪيومينٽس بحث هيٺ هئا تہ اقليت جي دوستن ڪميونسٽ پارٽيءَ جو نالو تبديل ڪرڻ واري ڳالهہ بہ رکي هئي. ڪامريڊ ڄام جو چوڻ آهي تہ ”اقليتي دوستن جو زور هو تہ پارٽيءَ جو نالو بدلايون ۽ مون کين چيو هو تہ اسان سي پي پي جو نالو مجرائي چڪا آهيون، تنهن ڪري پارٽيءَ جو نالو ساڳيو ئي رهڻ ڏيو.“ قومي انقلابي پارٽيءَ وارن يارن پارٽي جي ٺئين ڪانگريس ۾ شرڪت ئي نہ ڪئي ۽ هو پنهنجو نقطہ نظر پارٽيءَ ۾ مجرائي نہ سگهيا ۽ سنت ئي ڳالهہ سمجهي سي پي پي کان ڌار ٿي ويا، پارٽيءَ جي ٻن حصن ۾ ورهائڻ ڪا مذاق نہ هئي، انهن سالن ۾ اسان جا خواب ورهائجي رهيا هئا، دليون ورهائجي رهيون هيون، گيت ۽ انهن جون ڌنون ورهائجي رهيون هيون، جيلن جون يادون ورهائجي رهيون هيون ۽ اهي آدرش ورهائجي رهيا هئا، جن اسان جي زندگين کي مقصديت ڏني هئي، اهي ڏينهن جڏهن اقليت ۽ اڪثريت جي نظرياتي جهيڙي کان پوءِ ڪميونسٽ پارٽي ٻن ڌڙن ۾ تقسيم ٿي هئي، تن ڏينهن کان پاڪستان جي ڪلا.سيڪل ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڇڻ سسي ڌڙ کان ڌار ٿي هئي.

سي پي پي ٽُٽِي تہ ان جا سپ فرنٽ بہ ٽٽي ويا، امداد چانڊيو جڏهن گڏيل ڊي ايس ايف جو چيئرمين هو تہ ان وقت اها ڊي ايس ايف پاڪستان جي شاگرد تنظيمن ۾ هڪ سگهاري تنظيم سمجهي ويندي هئي، تنظيم ٻن حصن ۾ ٽٽي تہ اڪثريت جي دوستن جي نظرياتي سرواٽي هيٺ هلندڙ ڊي ايس ايف جو چيئرمين علي حسن چانڊيو ۽ اقليتي دوستن يا ڪٽي چئجي تہ قومي انقلابي پارٽيءَ جي ساٿين جي سفر ۾شامل ساٿين واري ڊي ايس ايف جو چيئرمين پشاور مان ڪفايت ٿيو، اها تقسيم پاڪستان جي سمورن تعليمي ادارن ويندي ڳوٺن تائين پهتي،

نظرياتي ۽ تنظيمي ويڇوڙي لاءِ وهايل هي نظرياتي خنجر ڇڻ اسان جي هيانءَ ۾ لڳو هو، سچ تہ انهن ڏينهن ۾ اسان جي نظرياتي اڱڻ تي ڇڻ تڏو وڇايل هو ۽ ائين پئي لڳو ڇڻ سماج ۽ پورهيت طبقي جي سياست جا ويري ان تڏي تي ويهي اسان تي چٿر ڪندا هجن. اسان ماضيءَ جا دوست هاڻ ڏاڍ ۽ ڏمر جي جهان ۾ جهاتي پائي سماجي تبديليءَ ۽ قومي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ بجاءِ پنهنجون سموريون توانائيون پنهنجن ئي دوستن تي خرچ ڪرڻ لڳاسين. پر وريو ڪجهہ بہ ڪونہ-

قومي انقلابي پارٽي پنهنجو وجود بچائي نہ سگهي، خيبرپختونخواھ جي دوستن گهٽي ياڱي وجي عوامي نيشنل پارٽي ۾ شموليت اختيار ڪئي. وطن دوست انقلابي پارٽي ۽ سي پي پي ۾ انضام لاءِ ڳالهيون هلندڙ هيون، جيڪي بنا نتيجي ختم ٿيون. ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ وارن قومي انقلابي پارٽيءَ سان انضمام ڪيو، سنڌ ۾ سيڪريٽري واري عهدي تي ڳڏيل اميدوار بيهارڻ بجاءِ ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ پنهنجي پراڻي ساٿي مخدوم رشيد کي بيهاريو، امداد چانديي ۽ مخدوم رشيد وچ ۾ مقابلو ٿيو ۽ شايد هڪ ووٽ جي اڪثريت سان مخدوم رشيد سوڀارو ٿيو، آخر قومي انقلابي پارٽي بہ ان دؤر جي نظرياتي ڪُن ۾ ٻڏي لڙهي وئي.

# ٻيهر منظر تيڻ لاءِ جتن

اسان ڪامريڊ ساٿي پارٽي جي ٽٽڻ واري سياسي ۽ نظرياتي زخم تي عمل جا ڦها رکي ٻيهر سرگرم ٿي وياسين، پارٽيءَ جي دوستن ۾ اهو شِدت سان احساس ٿيڻ لڳو تہ مير ٿيٻو، امداد چانڊيو، غلام رسول سهتو، رحيم بخش جعفري، وارا پارٽيءَ جو وڏو اثاثو هئا، ملڪ ۾ نہ ئي سَهي جي سنڌ ۾ پارٽي بچايون ها يا ڪا راهہ ۽ رستو ڪڍون ها تہ اهڙي صورتحال نہ هجي ها، جنهن ڪي اسان ان وقت منهن ڏئي رهياهئاسين، علي حسن چانڊيو وڏو محنتي ڪارڪن هو، جنهن سڄي پاڪستان جو دورو ڪيو، سنڌ ۾ معشوق ملاح، خادم ٿهيم، آئون، اسلم اوڍاڻو ۽ امرتا دؤرن تي نڪري پياسين، ساٿين بہ ساڳي ئي محبت ڀري موٽ ڏني، علي حسن چانڊيو جڏهن حيدرآباد ايندو هو تہ اسان جي گهر ضرور ايندو هو، معشوق ۽ مان گڏ ئي رهندا هئاسين ۽ اسان ٽنهي ساٿين وچ ۾ سڄي رات ٻيهر پارٽيءَ ۽ ان جي فرنٽن ڪي جيارڻ جي ڳالهہ ٿيندي هئي.

يارن جا وچوڙا جاري رهيا، علي حسن بہ پارٽي ڇڏي ڊاڪٽر قادر مگسي سان گڏ سياسي سفر جي شروعات ڪئي، علي حسن ان وقت ڪميونسٽ نقطہ نظر ۽ قومپرست سياست جي بہ واٽي تي بيٺل هو، علي حسن نہ رڳو ناراض ٿيو پر ڪميونسٽ پارٽيءَ کي صفا ڪنهڙي ۾ ٻيهاري ڇڏيائين، اسان بچيل ڪامريڊ ساٿين

جو وري به ساڻ هلندو رهيو ۽ اسان پنهنجون سرگرميون جاري رکيون، سينجيز هوٽل ۾ "تعليم بچايو، سنڌ بچايو ڪانفرنس ڪئي سين" جنهن ۾ سڄي سنڌ جي دوستن شرڪت ڪئي، ڊي ايس ايف جي هن ڪانفرنس ۾ جمال نقوي، ڪامريڊ ڄام ساقي، زاهده حنا، رئوف نظاماڻي، نورالهديٰ شاهه شرڪت ڪئي، ٽنڊوالهيار ۾ ڊي ايس ايف جو ڪنوينشن ٿيو، جنهن کي ڪامريڊ ڄام ساقي خطاب ڪيو ۽ آئون، معشوق ملاح ڪامريڊ ساٿين سان گڏ ان جا انتظام سنڀاليندڙن ۾ هئاسين. سچ ته اسان ٻيهر منظم ٿي رهيا هئاسين، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس ۾ ڊي ايس ايف جو جلسو ٿيو، جنهن ۾ ڪامريڊ ڄام ساقي، رئوف نظاماڻي، زاهده حنا، اظهر عباس ۽ ٻيا دوست شريڪ ٿيا. هن جلسي ۾ به سون جي تعداد ۾ ڪامريڊ دوست پهتا، ساڳيا نعريٰ ۽ جهنڊا هئا، هاڻ اسين مايوسين مان نڪري نئين صف بندي ڪري رهيا هئاسين، خيرپور يونيورسٽي ۾ اظهر عباس جي تقرير دوران قومپرست ڪارڪنن نعريبازي ڪئي، پر اظهر عباس سنڌ سان اهڙو ناتو جوڙيو ۽ ڌرتيءَ کي ماءُ جو درجو ڏنو جو سندس ان جذباتي خطاب تي مخالف دوستن به مخالفت ڇڏي محبت جي مچتا ڏني، اتي ٻيهي تاڙيون وڄايون ۽ "جيئي سنڌ- جيئي پورهيت جا نعريٰ هنيا" خيرپور ۾ ڪامريڊ ڄام ساقي جو وڏو استقبال ٿيو، خيرپور ۾ اسد رضا عابدي، چاچا شاهه محمد دراني، منصور ميراڻي پورهيت طبقي جي نظرياتي سياست سان ٻيڻا رهيا، پارٽي جي ٻن حصن ۾ ورهائڻ کان پوءِ خيرپور جا ڪيترائي دوست سياست کان ئي پاسيرا ٿي ويا، پر تنهن هوندي به هو عملي سياست ۾ هجن يا پاسيرا ڄام ساقي سميت اسان سمورن دوستن کي هو اڄ به ساڳيو پيار ڏيندا هئا ۽ آهن.

اسان ڊي ايس ايف جي دوستن سنڌ جو دورو ڪيو، جيڪب آباد ۾ اسلم اوڍاڻو، خان محمد سولنگي، گل حسن مستوئي، خورشيد مستوئي، سڪندر بختيار ڪوسو، ڊاڪٽر اميربخش پٽي، يونس مهر سان سياسي ۽ نظرياتي ڪچهريون ٿيون، تن ٻيهر پارٽي

سرگرمين ۾ تنظيمي ڪم جي ساراهہ ڪئي. سائين محمد بخش سومرو جهڙن امر ڪردارن کي وساري نٿو سگهجي، جنهن ڪميونسٽ تحريڪ لاءِ جان ارپي ڇڏي، هو اصل ۾ جيڪب آباد جو رهواسي هو، پر جيڪب آباد ڇڏي اچي ڪراچي ترسيو هو، اسٽيل ٽائون ۾ آئون، معشوق ڪڇهرين لاءِ سندس گهر ويندا هئاسين، جڏهن بہ ڪڇهري ٿي بہ اڪر سڪي آياسين، هو هاڻ حيات ناهي پر ڪيس جس هجي، جنهن ڪامريڊ مٺن (امرتا) کي سنڌ جي دوري جي اجازت ڏني ۽ اسان سڄي سنڌ جي تنظيمي دوري تي نڪتاسين.

ڪامريڊ امام علي نازش، طارق آريجي، معشوق ۽ منهنجي ملاقات حيدرآباد ۾ ٿي هئي. ڪامريڊ امام علي نازش هاڻ عوام ۾ ظاهر ٿي چڪو هو ۽ 31 سالن جي زير زمين رهي روپوشيءَ کان پوءِ هو عوامي جلسي ۾ شريڪ ٿي رهيو هو. هو ان وقت بہ مطمعين ۽ پارٽي ڪم لاءِ سنجيده نظر آيو، 24 آگسٽ تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ جلسو ٿيو، ساڳيائي نعريٰ "تنهنجي پارٽي منهنجي پارٽي ڪميونسٽ پارٽي ڪميونسٽ پارٽي، تنهنجو ساٿي منهنجو ساٿي جام ساقي، جام ساقي" امام علي نازش جو زبردست استقبال ٿيو، هن جلسي ۾ پ پ اڳواڻ محترمہ اشرف عباسي خاص طور شرڪت ڪئي. دستڪ گروپ جي ساٿين ثانيہ سعيد ۽ ٻين انقلابي ٿيٽر پيش ڪيو، هڪ دفعو ڪري وري اٿڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو آهي، اسان ڪري وري اٿياسين.

# منهنجي شادي تي ڏاڙيلن جي ڪاهه

قوهه جواني جي ويڙهاند، حاصلات، لاحاصلات ۽ شڪست واري هيءَ ڪهاڻي ڪڏهن به مون کان وسرڻي ناهي، ڪميونسٽ پارٽي ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار هئي ۽ اسان اهڙي نظرياتي رڃ هوندي وري بهار جي موسم بڻجي سرنهن جي ڦولار جيان اپريا ۽ نسرياسين پئي، 14 فيبروري 1991 واري سال ميهڙ ويجهو ڳوٺ گهاڙيءَ ۾ منهنجو منهنجي مڱ گلزار سان وهانءُ رچيل هو، منهنجو مڱڻو وڏي ڀيڻ عيوض منهنجي پڦات ڪريم بخش جي نياڻيءَ سان ان وقت ٿيو هو، جڏهن آئون معصوم ٻار هيس، گلزار ته مون کان به ننڍڙي هئي، اسان ٻنهي کي مهندي لڳي، مون موڙ ٻڌا، گهوٽ ٿيس، مون کي اهي سڀ منظر اڄ تائين ياد ناهن، مون ته بالڪپڻي ۾ ئي موڙ ٻڌا هئا ۽ گهر ۾ سهرا ٿيا هئا، مڱ وڏي ٿي، مائٽن تاريخ طئہ ڪئي ۽ آئون-معشوق سان گڏجي ڳوٺ پهتس، امڙ وارا ڳ ۾ ئي حيدرآباد کان ڳوٺ آيل هئا، شادي واري ڪاڄ جي تاريخ طئہ ٿيڻ بعد ڪراچي کان گهوٽڪيءَ تائين سڄي سنڌ جي ڪامريڊ ساٿين کي ڪاڄ ۾ اچڻ جي ڪوٺ ڏني سين، ڪراچيءَ مان اسحاق بلوچ، محسن رضا، ڊي ايس ايف جون ڪامريڊ ساٿياڻيون امرتا سومرو، سيما، غزالہ، امرتا جي ڀيڻ ادي ماروي سومرو، ڀيڻ شبيران سومرو، ڀيڻ بشيران سومرو، جيڪب آباد مان اسلم اوڏاڻو، ڊي ايس ايف جا ساٿي خادم ٿهيم،

علي محمد بروهي، سنڌ ۽ مهراڻ يونيورسٽي سميت سڄي سنڌ جي سنگت وڏا وڙ ڪري اچي ڳوٺ پهتي، دوستن جي اچڻ جو سلسلو 12 فيبروري کان ئي شروع ٿي ويو هو، مير ٽيپو به قرب ڪري اچي ڪاڄ ۾ شريڪ ٿيو، ڪامريڊ ڄام ساقي جيئن ته ماسڪو جي دوري تي ويل هو، پرڏيهه ۾ هجڻ ڪري هو شادي ۾ شرڪت نه ڪري سگهيو، ڪامريڊ ڄام ساقي جي جيون ساٿي ادي اختر سلطانه، ڪامريڊ ڄام ساقي جو وڏو فرزند ۽ منهنجو دوست ساٿي پارڙا سنگت جو مرڪزي صدر سجاد ظهير ۽ بختاور ڄام ڪاڄ ۾ شريڪ ٿي مون کي پنهنجائپ جو احساس ڏياريو هو، منهنجي شاديءَ کان اڳ منهنجي ۽ بختاور جي دلي ۽ روحاني ويجهڙائپ هئڻ باوجود اسان ڪڏهن به هڪ ٻئي سان ان جو اظهار نه ڪيو هو، مون کي جڏهن گهر جي اڱڻ تي مهندي پئي لڳي، تڏهن منهنجي ۽ بختاور جي اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ اهي ڳوڙها ڳلن تي اچڻ بجاءِ پنبڻين اندر ئي جذب ٿي ٿئي ويا، هڪ طرف لاحاصلات جو درد ۽ ٻئي طرف گلزار جي معصوم مُرڪ ان وقت آئون انهن ٻنهي ڪيفيتن جي به واٽي تي بيٺل هئس، شام ٿيندي ئي ڳوٺ جي روايتن موجب موڙ ٻڌي، ڳوٺ چوڌاري سرگس جو بندوبست ڪيو ويو، دهلن ۽ شرنائين سان گڏ سوين دوست هئا، جن جي هٿن ۾ ڏاٿي ۽ هٿوڙن وارا پارٽيءَ جا جهنڊا ڪنيل هئا ۽ هي نعريٰ هئا "تنهنجي پارٽي، منهنجي پارٽي ڪميونسٽ پارٽي، آٽيندا سين آٽيندا سين، انقلاب آٽيندا سين، شهيد نذير عباسي جو رستو اسان جو رستو." شادي نه ڄڻ ڪميونسٽ پارٽي ۽ ڊي ايس ايف جي دوستن جو جلسو هجي، انقلابي گيتن ۽ شاعري ڪري ان ڏينهن هڪ نئين زندگيءَ ۽ اتساهه جنم پئي ورتو.

سڄ لهي چڪو هو، گهر ۾ مهنديءَ جون رسمون مڪمل ٿيڻ کان پوءِ آءُ گهر ٻاهران ئي لڳل شاديءَ جي چني ۾ اچي وينس، امڙ، اديون ۽ ڪراچي سميت سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن کان آيل مهمان ڀينرن ۽ ڪامريڊ ساٿاڻين سهرا لاڏا پئي ڳايا، هاڻ وقت ٿيو

هو مهنديءَ کٽي ڪنوار جي گهر وڃڻ جو، دهلن ۽ شرنائين سان گڏ گهوٽيتن طرفان ڪنوار جو پڙو کٽي جڇ ڪنواريتن ڏانهن وڃڻ لڳي ۽ اسان ٻاهر چني ۾ ممتاز علي لاشاري جو راڳ پئي ٻڌو ”سنڌڙي تي سر ڪير نہ ڏيندو“، وارن سرن جا آلاپ پورا ٿيا تہ قومي گيت هليو ”هل تہ هلون ڏهيسر، جاڳو منهنجا ڏهيسر“ ڪاڄ واري هنڌ چئو طرف اسان جا هٿياربند ڪامريڊ ساٿي بيٺل هئا، جن گيتن کي ٻڌي نچي ڪڏي اچي چني ۾ هٿيارن سميت رقص ڪرڻ شروع ڪيو، بس ان ئي ويل خبر تڏهن پئي، جڏهن فائرنگ شروع ٿي وئي، ڌاڙيلن پهرين ڊاڪٽر شهزادو ٽيبي جي گهر مٿان مورچي تي بيٺل سندس پهريدار ۽ اسان جي ڪامريڊ دوست پاويل جوٽيجو جي سئوٽ مکڻ جوٽيجو کي نشانو بڻايو ۽ هو تڏي تي شهيد ٿي ويو، ڌاڙيلن معشوق ملاح جي وڏي ڀاءُ ادي محمد صالح ملاح مٿان سڌي فائرنگ ڪئي، جنهن دوران هو زخمي ٿي پيو، ڪلاشنڪوف جا برسٽ ۽ ڌاڙيلن جون ڌمڪيون، رڙيون، مون کي هار پاتل هئا، تقريب جي مووي ناهيندڙ همراهہ هار لاهي مون کي اسٽيج هيٺان ڌڪو ڏئي هيٺ سمهاري ڇڏيو، اغوا جي هي واردات نہ جڻ ڪاڄ تي ڪاهہ هئي، هو ڪامريڊ دوستن کي قنداقن جا ڌڪ هڻندا رهيا، نہ سُر رهيو نہ سنگيت سڀ ساز اسٽيج تي وکري ويا، لڳاتار فائرنگ کان پوءِ جڏهن هو منهنجي اَحساسن ۽ ڪامريڊ ساٿين جي عظمتن کي لتاڙي-ماري هليا ويا تہ ڪامريڊن پنهنجا ساٿي سنڀاليا، اسان جي تحريڪي ساٿين لاءِ اها گهڙي ڪنهن وڏي عذاب کان گهٽ نہ هئي، جڏهن ڌاڙيل منهنجي شاديءَ جي هن ڪاڄ مان منهنجا ڪامريڊ ساٿي-ساٿي ٻارڙا سنگت جو مرڪزي صدر ۽ جام ساقي جو پٽ ۽ منهنجو دوست سجاد ظهير، قومي انقلابي پارٽي جو اڳواڻ ۽ منهنجو دوست مير ٽيبو، ڊي ايس ايف جا اڳواڻ حفيظ دايو، حمزو نونداڻي، هاري ڪميٽي جو اڳواڻ حميد سومرو، پريل ڪلهوڙو، خالد جوٽيجو، گوناڻا نوجوان منير پنو ۽ شمن پنو کي اغوا ڪري کڻي ويا، ڪامريڊ ساٿين جي اغوا ٿيڻ واري واردات

ٽيڻ شرط ٿي آئون صدمي ۾ بيهوش ٿي ويس ۽ جڏهن هوش آيو ته گهرياتي ۽ ڪامريڊ ساٿي نماڻا نيڻ ڪٽي مون کي نهاري رهيا هئا، نه مون لائون لڌيون نه ڪي رسمون ٿيون ۽ ڏنيون.

اغوا واري هن واردات ڪان پوءِ صبح ٿيندي ئي سڄي سنڌ ۾ تحريڪ شروع ٿي وئي، سمورين سياسي پارٽين ان تي سخت ردعمل جو اظهار ڪيو. هن واردات واري ٻئي ڏينهن سنڌ ۾ احتجاجي مظاهرا ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ هڙتال به ٿي، منهنجي هٿن تي مهندي لڳل هئي ۽ آئون ڪامريڊن سان گڏ ميهڙ اچي پهتس. ان ڏينهن ميهڙ واسين پاڻمرادو هڙتال ڪري ڇڏي هئي، منهنجي سامهون سوين شهري هئا، منهنجي هٿن تي مهندي لڳل هئي ۽ جڏهن مون ڳالهايو پئي ته منهنجي سامهون بيٺل ماڻهن سڏڪا پئي ڀريا "نعرئي لڳا" "جاري آهي، جاري رهندي جنگ اسان جي جاري رهندي." ميهڙ جي گهٽين گهر واري چونڪ تي اسان ڪامريڊ ساٿي بک هڙتال تي ويهي رهياسين. مون واري شاديءَ ۾ ڏاڙيلن جي ڪاج تي ڪاهه ۽ ڪامريڊن جي اغوا واري واقعي ته سڄي سنڌ جاڳائي وڌي، ڪنهن به سياسي اڳواڻ جي شادي واري ڪاج تي چڙهائي ڪري سياسي ڪارڪنن کي مارڻ ۽ اغوا ڪرڻ وارو هي سنڌ ۾ پهريون واقعو هو.

وفاق ۾ مسلم ليگ (ن) نواز شريف جي حڪومت هئي، سنڌ پيپلز پارٽي کان پاسائتو ٿي اسٽبلشمينٽ جي پاسي تي بيٺل سنڌ جي وڏي وزير جام صادق علي حوالي ٿيل هئي، سنڌ جا شهر دهشتگردن جي دهشتگردي هيٺ هئا ۽ ٻهراڙين ۾ ڏاڙيلن جو راڄ هو، سنڌ ۾ بي گناهه ماڻهو ماريا، ڦريا ۽ اغوا ڪيا ٿي ويا، منهنجي شاديءَ جي ڪاج تي ڪيل ڪاهه ڪامريڊن جي اغوا واري واردات خلاف گڏيل احتجاج ٿيا ۽ پيپلز پارٽي، عوامي تحريڪ، ڪميونسٽ پارٽي، سنڌ هاري ڪميٽي، جيئي سنڌ جي سمورن ڌرين، سنڌ نيشنل فرنٽ، ساٿي ٻارڙا سنگت، لطيف سنگت، سنڌ دوست تنظيم، سنڌي ادبي سنگت سميت سمورين قومپرست، ترقي پسند ۽ جمهوريت پسند ڌرين احتجاج ڪيا، سنڌ

جي ڪيترن ئي شهرن ۾ روڊ بلاڪ به ٿيا. اسان کي خبر پئي ته اغوا واري هيءَ واردات ڪراڙي چانديي واري ٽولي ڪئي هئي، اغوا ٽيل ڪامريڊ دوستن کي ڪچي جي سونا ٻندي ٻيلي ۾ رکيو ويو. اغوا واري واردات کان پوءِ منهنجي ڪامريڊ سنگت ۽ ان جي خاندانن وڏو لوڙيو. حفيظ دايو ته اهي ڏينهن سارينٿي جڏهن هي چيو ته "هو رڳو ڪاڄ ۾ اغوا واري واردات ڪري هٽڙي (ينگ) هٽڻ لاءِ نه آيا هئا، هو شادي خراب ڪرڻ ۽ توکي ڪٽڻ نه مارڻ آيا هئا."

ڪامريڊ ساٿين سياسي پارٽين جي اڳواڻن سان ملاقات جو سلسلو شروع ڪيو. ڪامريڊ رمضان ميمڻ، شاهينه رمضان، بختاور، ادي اختر ڄام، حميرا شاهين، احمر رمضان، اسحاق بلوچ ۽ عاصم، بلاول هائوس ۾ محترمه بينظير ڀٽو سان ملاقات ڪري محترمه کي اغوا واري واردات جا تفصيل ڏنا، محترمه بينظير ڀٽو ان وقت مخالف ڌر جي اڳواڻ هئي ۽ پاڻ به عتاب جو شڪار هئي، ڪامريڊ ساٿين کي مخاطب ٿيندي هن چيو "مون ڄام صاحب جي پٽ جي اغوا بابت اوهان ڏانهن همدرديءَ جو خط لکيو آهي، ڇا اهو اوهان تائين پهتو" ڪامريڊن ڪيس جواب ڏنو ته نه خط ناهي پهتو، هن آٿت ڏيندي چيو هو ته اوهان پريشان نه ٿيو سڀ نيڪ ٿي ويندو، محترمه بينظير ڀٽو نه رڳو همدرديءَ جو اظهار ڪيو، پر منهنجي شاديءَ ۾ ٿيل هن اغوا واري واردات تي پنهنجو احتجاج رڪارڊ ڪرائيندي هي بيان ڏنو ته مير ٽيبو، سجاد ظهير ۽ ٻين سياسي ماڻهن جي اغوا ان ڳالهه جو چٽو ثبوت آهي ته حڪومت ناڪام ٿي چڪي آهي. هڪ طرف اغوا واري هن واقعي خلاف سنڌ ۾ سياسي جدوجهد پئي هلي ته ٻئي طرف ڪامريڊ ساٿين حيدر منزل تي سائين جي ايم سيد، ڪنگري هائوس ۾ پير پاڳاري، سياسي اڳواڻن اسماعيل راهو، مسرور جتوئي سان ملاقات ڪري انهن سان ڌاڙي واري ٿيل واردات ۽ ڪامريڊ ساٿين جي اغوا واري واقعي جي ماجرا بيان ڪئي-سنڌ ۽ ملڪ جي قومپرست ۽ ترقي پسند جمهويت پسند پارٽين ۽ انهن جي

اڳواڻن نہ رڳو ان واقعي جي مذمت ڪئي، پر هو ۽ سندن پارٽيون ۽ انهن جا ڪارڪن عملي طور بہ هر احتجاج ۾ اسان سان گڏ رهيا. ڪامريڊ جام ساقي جي والد سائين سچل ۽ بختاور بہ حوصلو نہ هاريو، هو بہ هر ڏينهن احتجاجي مارچ ۽ مظاهرن جي اڳواٽي ڪندا ۽ بک هڙتال تي ويهندا هئا. ڪامريڊ ساٿين جا بيلن ڏانهن پنڌ هوندا هئا، ڪامريڊن جي بازيابي لاءِ ڪامريڊ غلام رسول سهتو، حفيظ دايي جو وڏو ڀاءُ عبدالرئوف پارس دايو، اختيار ٻٽو، فيض محمد تنيو، محمد حسن ٻهڻ ۽ مشتاق ڪلوڙ تہ ڊپ ڪان متاهان تي بيلن ۾ ڌاڙيلن تائين وڃي پهتا، سنڌ ۾ ان حد تائين ردعمل سامهون آيو جو خود ڌاڙيلن بہ ڪراڙو چانڊيو واري ٽولي کي هيءَ ميار ڏني تہ اوهان اهڙن ماڻهن کي اغوا ڪري آيا آهيو، جن ڪامريڊن تہ انقلاب ۽ پورهيت طبقي لاءِ پنهنجون زندگيون ارپي ڇڏيون آهن.

ڌاڙيل ڪامريڊ ساٿين کي پيرين پنڌ سونا ٻنڌي ٻيلي کان جتوئي جي ڪيٽي تائين مختلف هنڌن تي ترسائيندا ۽ لڪائيندا رهيا، مشهور ڌاڙيل لائق چانڊيو هفتي کان پوءِ اغوا ڪندڙ ٽولي وٽ پهتو، حفيظ دايو يادگيريون سارينديي ٻڌايو تہ ”لائق چانڊيو، ڪامريڊ مير ٿيٻي سان پيرين پئي اچي مليو“ هن ڪراڙي چانڊيي کي سمورن ڪامريڊ دوستن کي ڇڏڻ لاءِ زور بار وڌو هو، ڪراڙي وارا ٻين ساٿين کي ڇڏڻ لاءِ راضي نہ ٿيا ۽ نيٺ لائق چانڊيو سجاد ظهير ۽ حمزو نونداڻي کي اغوا ڪندڙ ڌاڙيلن جي ٽولن کان ڇڏائي پاڻ سان وٺي آيو. ”حفيظ يادگيريون سارينديي ٻڌايو تہ ڌاڙيل تہ معصوم ٻارڙن کي بہ اغوا ڪندا هئا، هڪ معصوم ٻارڙو جڏهن اغوا ٿي بيلي ۾ پهتو تہ ڏينهن رات پيو روئيندو هو، ڌاڙيل اچي بيزار ٿيا، مون کين صلاح ڏني تہ ڪوڏي ڪوڏي راند ٿا کيڏون، کٽيندڙ رانديگر کي پيسا ملن سي ٻارڙي کي خرچي طور ڏجن ۽ ٻار تہ ٻار آهي، جي ملي خرچ تہ بيلو ٿي چو نہ هجي، هو پرچي پوندو. حفيظ دايي جي ان صلاح تي خرچي ملڻ کان پوءِ ٻارڙي بہ روئڻ ڇڏي ڏنو، ان ٿي راند ۾

شمن پٽي ڏاڙيل کي چمات وهائي ڪڍي، جنهن تي ٻئي ڏاڙيل رڙ ڪري چيو "يار راند ۾ ڏاڙيل نہ ٿجانءِ"

ڪامريڊ دوستن جي بازيابيءَ لاءِ آئون ۽ معشوق نصيرآباد جي پرپاسي ڪنهن ڳوٺ ۾ ڏاڙيلن جي هڪ يار سان ڪنهن دوست جو نياپو ڪٽي مدد لاءِ مليا هئاسين، جنهن چيو هو تہ اغوا ڪندڙ ٽولو بہ اڄي اوهان ڪامريڊن مان ڦاٽو آهي، چون ٿا تہ هي واردات ڳچيءَ ۾ پئجي وئي آهي، ڪامريڊن مان تہ گولين جي خرچ جيترا پيسا بہ نٿا نڪرن.

سجاد ظهير جي بازيابيءَ بابت ڪامريڊ ڄام ساقي کي سويت يونين ۾ پاڪستاني سفارتخاني طرفان اطلاع ڏنو ويو هو تہ سجاد ظهير جلد بازياب ٿي ويندو هو ڳڻتي نہ ڪري، سيني ڪامريڊ ساٿين ۽ انهن جي مائٽن کي جس هجي جن صبر سان ان تڪليف وارن ڏينهن کي منهن ڏنو. دوست ڏاڙيلن وٽان بازياب ٿيندا رهيا. حفيظ دايو ۽ آخر ۾ 120 ڏينهن جا عذاب ڀوڳي مير ٿيبو بہ پُنگ پري بازياب ٿيا، مير ٿيبي اغوا واري واردات کان بازيابي تائين جي گهاريل گهڙين جو ذڪر ڪاوش گروپ طرفان نڪرندڙ سنڌ رنگ ڊائجسٽ ۾ تفصيل سان ڪيو آهي.

انهن سمورن ڏينهن ۾ آئون بابي وارن سان گڏ رات جو مورچن تي ويني گذاريندو هوس، ميهڙ ٿاڻي تي ڏاڙي ۽ اغوا واري واردات جو ڪيس بہ داخل ٿيو ۽ دهشتگرديءَ جي انت آڻڻ واري عدالت ۾ هليو بہ ڪجهہ گرفتاريون بہ ٿيون ۽ بنا نتيجي ڪيس ختم بہ ٿي ويو. مون کي ڪنهن دوست ٻڌايو تہ جڏهن ڏاڙيلن خلاف آپريشن شروع ٿيو تہ اغوا ۾ ملوث ڏاڙيلن جو اهو ٽولو ئي مارجي ويو. مهينن تائين آئون، معشوق، پاويل ۽ شبير منهنجي شاديءَ ۾ ٿيل واردات کان پوءِ جي حالتن سان جهيڙيندا رهياسين ۽ نيٺ مان پنهنجي پنل اڪيلن سان ڳوٺ کي الوداع ڪري گلزار ۽ امڙ وارن کي وٺي حيدرآباد واپس ٿيس.

# ڊي ايس ايف ۽ سنڌ يونيورسٽي

حيدرآباد جون گهٽيون ۽ رستا منهنجي لاءِ اوپرا نہ هئا، علي سائين جا قدم ۽ فقير جو پڙ، گاڏي کاتو، مارڪيٽ ۽ نئين پل وارن روڊن تي مون پنهنجي پٽڪڙن پيرن سان بابا سائين ۽ چاچي جي ڇيچ پڪڙي ڪيترائي انگل ڪيا هئا، نوناري ڳوٺ لطيف آباد مان پنج درجا پاس ڪرڻ بعد ٽنڊين هوائن ڪي ڇڏي ميهڙ جي گرم ۽ سرد موسمن ڪي منهن ڏئي آئون جڏهن پيهر حيدرآباد واپس ٿيو هيس تڏهن آئون بنهہ بدلجي چڪو هيس، هاڻ منهنجي ناني سان گڏ ڪامريڊ جڙجي چڪو هو ۽ آئون ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن ۽ ڊي ايس ايف سنڌ جو اڳواڻ هئس.

سنڌ يونيورسٽي ۾ ڊي ايس ايف ٻن حصن ۾ ورهايل هجڻ ڪري اسين ماضيءَ جا نظرياتي دوست ھڪٻئي جي آمهون سامهون ٿي بيناسين ۽ اسان جي سنڌ يونيورسٽي اچڻ کان اڳ ۾ رشيد راڄڙ، منظور سولنگي، اعجاز منگي، امداد چانڊيو ۽ مير ٿيٻي واري سنگت سان سياسي نظرياتي طرح بيٺل هئي ۽ اها ڊي ايس ايف تنظيمي طور اسان ڪانَ سگهاري ۽ وڏيڪ منظم هئي. سنڌ يونيورسٽي ۾ نبي بخش ٿهيم ۽ ڪجهہ دوست اسان واري ڏارا ڪامريڊ ڄام ۽ سي پي پي سان بيٺل هئا. منهنجو دوست رشيد

راڄڙ، منظور سولنگي، اعجاز منگي نہ رڳو تنظيمي طور سرگرم هئا، پر رشيد جو نظرياتي پسمنظر قومپرست سياست وارو هو، تنهن ڪري هو يونيورسٽي ۾ ڳلي جا پہ ٻٽڻ کولي هلندو هو ۽ اسان واري ڊي ايس ايف جا دوست پيا رشيد کي ڏسي رستا مٽائيندا هئا. هڪ تنظيم جي پن حصن ۾ ورهائجڻ جون عجب کهاڻيون هجن ٿيون، رشيد راڄڙ واري سنگت تعليم پوري ڪري يونيورسٽي مان ڊگريون وٺي نڪتي تہ منظور سولنگي جي ساٿي ٽيم نہ رهي ۽ سنڌ يونيورسٽي ۾ منهنجي، معشوق ملاح، مشتاق ڪلوڙ، حفيظ قاسماڻي، منهوج ڪمار، حفيظ دايو ۽ فتاح دائودپوٽو واري سنگت اچڻ بعد حالتن بنهہ نئون رخ اختيار ڪيو. ڏوڪري مان علي احمد بروهي جي داخلا وٺڻ سان بہ اسان کي وڏي سگهہ ملي، راجا ينور لال ۽ حفيظ قاسماڻي جهڙن دوستن وڏي جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪئي ۽ ائين پهريون دفعو ڊي ايس ايف جي ميمبرشپ سون جي تعداد تائين پهتي، مهراڻ يونيورسٽي ۾ ڊريانو ڪيسواڻي ۽ انور ابڙو جهڙن جاکوڙي ڪامريڊ دوستن پنهنجي تعليم سان گڏ تنظيمي ڪم بہ جاري رکيو، زرعي يونيورسٽي ۾ منظور ٿهيم، حيدر رستماڻي، رشيد پنڌراڻي ۽ برڪت گورڙ جي قيادت ۾ ڪم ڪندڙ هي تنظيمي يونٽ سنڌ جي مضبوط ترين تنظيمي يونٽن مان هڪ هو، زرعي يونيورسٽي ۾ تہ BSOبلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ۽ ڊي ايس ايف جي ڪارڪنن ۾ جهيڙو بہ ٿيو، پر ٻنهي تنظيمن جي مرڪزي ۽ صوبائي قيادت وچ ۾ پئي جهيڙو ٽاري وڌو نہ تہ ٻنهي ڌرين وٽ هٿيار هئا ۽ وڏي خونريزي ٿئي ها. پهريون دفعو ڊي ايس ايف جا دوست هٿياربند ٿي هاسٽلن تي مورچا ناهي وينا هئا، ڊي ايس ايف جي ان تنظيمي رجحان تي، سي پي پي جي گڏجاڻي ۾ بحث ٿيو هو، جنهن گڏجاڻي ۾ ان قسم جي تنظيمي رجحان کان پاسو ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي، پارٽيءَ جو ذڪر آئون ان ڪري رهيو آهيان تہ جڏهن بہ ڊي ايس ايف جي ڪارڪنن تي شاگرد جماعتون تشدد ڪنديون هيون، ڪامريڊ شاگرد ساٿي

پارٽيءَ جي گڏجاڻين ۾ پنهنجي تحفظ لاءِ هٿيارن رکڻ واري گهر
ڪندا هئا، پر سي پي پي جو واضح موقف هوندو هو ته انڊر
گرائونڊ رهي تنظيمي ڪم ڪرڻو پوي ته ڪيو پر هٿيار نه
کڻجن، تعليمي ادارن ۾ رتوڇاڻ واري ايجنڊا ته حڪمرانن جي
رهي آهي.

# بائيڪاٽ جي بائيڪاٽ جو اعلان

سنڌ ۽ سنڌ يونيورسٽي جي شاگرد سياست بہ هڪ نئين دؤر ۾ داخل ٿي چڪي هئي. ڊاڪٽر قادر مگسي، حيدر شاهاڻي، آصف بالادي، منور لغاري، ڊاڪٽر دودو مهيري، گڏيل جساف کان ڌار ٿي جساف اسٽڊي سرڪل ناهي سنڌ ۾ نئين قومپرست سياست جي شروعات ڪري چڪا هئا. هو تنظيمي طرح تنگ نظر نہ هئا ۽ اسان وانگر هو بہ ”بائيڪاٽ جو بائيڪاٽ“ ڪيو جهڙا نعريٰ هٽنڌڙ هئا، ”اوهان جي سياست تي بندش آهي“ واري سختگير پاليسي بجاءِ هو سياست سيني ترقي پسند قومپرست شاگرد تنظيم جو حق آهي، واري ڳالهہ ڪندا هئا، شاگرد يونين جي بحالي واري مطالبي جهڙن مطالبن تي اسان ٻنهي شاگرد تنظيمن وچ ۾ نظرياتي ۽ ذهني هم آهنگي هئي. ڊاڪٽر قادر مگسي جيئي سنڌ ۾ ترقي پسند ڌارا وارو بنياد رکيو هو ۽ ڊاڪٽر جا دوست جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پيٽ ۾ اسان سان تنظيمي طرح وڌيڪ ويجها رهيا.

سنڌ جي ٻين تعليمي ادارن جيان سنڌ يونيورسٽي ۾ بہ اسٽوڊنٽس ايڪشن ڪميٽي جو بنياد رکيوسين، جنهن ۾ جساف اسٽڊي سرڪل، سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن، ڊي ايس ايف (ٻئين گروپ) سپاف، ٻئين گروپ شامل هئا، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس

فيڊريشن ايڪشن ڪميٽي کان ٻاهر رهي. آئون ڊي ايس ايف جي اڳواڻ طور ايڪشن ڪميٽي جو سيڪريٽري به رهيس، منهنجي ڊي ايس ايف سنڌ جي سيڪريٽري ٿيڻ کان پوءِ به شاگردن جي تنظيمن جي هيءَ گڏيل ايڪشن ڪميٽي سدائين شاگردن جي مسئلن جي حل لاءِ جدوجهد ۾ رهي، وي سي آفيس سامهون بک هڙتال به ٿي، اها بک هڙتال ته ٻن مهينن تائين هلي. اسان شاگرد تنظيمن فيصلو ڪيو هو ته ڪلاسن جو بائيڪاٽ نه ڪبو ۽ نه ئي تدريسي عمل ڊسٽرب ٿيڻ ڏبو. آئون ٻين ساٿين سان گڏ هوشو هاسٽل تي ليڪچر ڏئي رهيو هيس، ايڪشن ڪميٽي جو سيڪريٽري ۽ ڊي ايس ايف سنڌ يونيوسٽي جو صدر فتاح دائودپوٽو به گڏ هو. مون چيو ته ”هاڻ سنڌ يونيورسٽي ڪڏهن به بند نه ٿيندي“ ان وچ ۾ مسجد مان لائوڊ اسپيڪر تان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي اڳواڻ دوستن يونيورسٽي جي ڪلاسن جي بائيڪاٽ جو اعلان ڪيو. شاگردن اسان ڏانهن نهاريو ۽ فتاح مون کي چيو ته هلو پاڻ ايڪشن ڪميٽي طرفان هلي بائيڪاٽ جي بائيڪاٽ جو اعلان ڪريون ٿا، اسان به مسجد سامهون پهتاسين، اعلان ٿيو جيڪي شاگرد ڪلاسن جي بائيڪاٽ جي خلاف ۽ امتحان جي حق ۾ آهن، هاسٽلن کان ٻاهر نڪري اچن، دير ئي ڪا نه ٿي سوين شاگرد اسان سامهون بيٺل هئا.

ايڪشن ڪميٽي جي اڳواڻن کي ترتيب وار تقريرن لاءِ گهرايو ويو، آئون تقرير ڪري رهيو هيس ته جيئي سنڌ جي دوستن مداخلت ڪئي ۽ تقرير بند ڪرڻ لاءِ چيو، جنهن تي فلسطيني شاگرد جذباتي ٿي ويا ۽ چيائون. اسان جا اڇا مٿان ٿي ويا آهن، ڪجهه رحم ڪريو ڪلاس هلڻ ۽ امتحان ٿيڻ ڏيو. جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي دوستن به جهيڙو ڪو نه ڪيو ۽ اسان واپس هاسٽلن تي موٽي آياسين، ٻئي ڏينهن يونيورسٽي جي فيڪلٽين جي تالن ۾ ايلفي وڌل هئي، ڊپ کان پوائنٽ بسون به نه آيون، ڪجهه ڪلاس نالي ماتر هليا، اسان جي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي دوستن سان گڏجاڻي ٿي، اسان کين

حمايت جو يقين ڏياريو ۽ سمجهايو تہ اوهان ڳالهين جي ٽيبل تي اچو ۽ ائين گڏيل گڏجاڻي ۾ ڪلاسن جو بائيڪاٽ نہ ڪرڻ جو فيصلو ٿيو.

سچ تہ پارٽيءَ جي ڪيترين ئي ڏارائن ۾ ورهائجي وڃڻ باوجود من ڪجهہ ڪرڻ پئي گهريو، ائين هلندڙ ويڙهہ ۾ هٿيار ڦٽا ڪرڻ کي دل مڃيو ئي نہ پئي. جيتوڻيڪ سويت يونين ۾ وڏو نظرياتي مانڌاڻ متل هو، پر اڃان سڀ ڪجهہ ختم نہ ٿيو هو، نہ رڳو اسان پر ٻيا قومپرست سياسي ڪارڪن بہ جدوجهد جي ميدان ۾ بيٺا رهيا، شاگرد تنظيمن جون ايڪشن ڪميٽيون اسان شاگرد تنظيمن جي گڏيل جدوجهد جو هڪ ذريعو ٿي پيون، حيدرآباد ۾ بہ اسٽوڊنٽس ايڪشن ڪميٽي جو بنياد پيو، ان ايڪشن ڪميٽي ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو اڳواڻ شفيع محمد برفت ڏاڍو سرگرم هو، اسان جي تنظيم ٻن حصن ۾ ورهائڻ باوجود شاگرد تنظيمن جي دوستن ٻنهي ڌرين کي ايڪشن ڪميٽيءَ جو ميمبر بڻايو. حيدر شاهاڻي بہ شاگرد تنظيمن جي اتحاد لاءِ وڏي جاکوڙ ڪري رهيو هو. مهراڻ يونيورسٽي کان وٺي سنڌ يونيورسٽي تائين اسان جون ڪيتريون ئي ڪچهريون ۽ گڏجاڻيون ٿينديون رهيون. آئون اهي يادگيريون ان ڪري لکي رهيو آهيان تہ سنڌ جي سياسي ۽ نظرياتي ڪارڪنن تحريڪ جاري رکڻ پئي چاهي، ڪارڪن نہ ٿڪا هئا نہ ٽٽا هئا، ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار تہ مرڪزي ليڊر شپ ٿي هئي، جن بدلجندڙ حالتن موجب پاڻ کي بدلائي سگهڻ جي هنر ۾ وڪر کي نہ سکيو هو ۽ نہ ئي استعمال ڪيو هو، يا ڪٿي چئجي تہ حالتن پٺاندڙ سندن ۾ بدلجندڙ جي صلاحيت ئي نہ هئي.

# ٽريڊ يونين آفيس

پارٽيءَ جي ٻن ڏارائن ۾ ورهائجي وڃڻ بعد اسان پنهنجي سياسي سرگرمين جو مرڪز حيدرآباد جي گاڏي کاتي واري علائقي ۾ مزدور آفيس کي بڻايو. مزدورن جي هيءَ آفيس اسان جا ڪامريڊ ساٿي محبوب قريشي ۽ مزدور اڳواڻ ڪامريڊ بشير سنڀاليندا هئا، هي اها ئي آفيس هئي، جنهن جي ڇت تي راتين جون راتيون شهيد نذير عباسي سمهي گذاريون ۽ هي آفيس پارٽي جي ڪامريڊن جي رابطن جو ذريعو رهي، هن ئي آفيس ۾ اسان جون ڪامريڊ اعزاز نذير سان ڪچهريون ٿيون ۽ هيءَ ئي اها آفيس هئي، جنهن ۾ ڪامريڊ شميم واسطي مزدور تحريڪ کي منظم ڪيو، جيل ويو ۽ جڏهن سياست ڇڏيائين ته ٽنڊي محمد خان ۾ وڃي ذاتي زندگي گذاريائين، اسان دوستن واتان ٻڌو هو ته شميم واسطي مزدور سياست ڇڏي وڃي پيش امام ٿيو، هن سياست ڇڏڻ جا نه سبب ٻڌايا نه پارٽي ۾ ڪو اختلافي دستاويز لاٿو هو ۽ آخر ۾ سندس موت به سول اسپتال حيدرآباد جي سرڪاري اسپتال ۾ ٿيو هو. حيدرآباد جي ٽريڊ يونين آفيس مان اسان ڳاڙها جهنڊا کڻي احتجاجي مظاهرا ۽ بک هڙتالون ڪندا هئاسين، سنڌ هاري ڪميٽي ۽ ڊي ايس ايف سميت سمورن فرنٽن جا ساٿي اڪثر ڪري هن ئي هنڌ گڏبا هئاسين، بحث ٿيندا هئا. شاعري،

ادب ۽ نظرين تي ڳالهائبو هو.
بہ گهٽيون ڇڏي سامهون عوامي تحريڪ جي آفيس هوندي هئي/ آهي، جتي رسول بخش پليجو پابنديءَ سان ويهندو هو ۽ عوامي تحريڪ جي سمورن فرنٽن جا اڳواڻ بہ باقائده ڪل وقتي ڪارڪن طور هن آفيس کان سرگرميون شروع ڪندا هئا ۽ سڄي سنڌ پيا لتاڙيندا هئا. عوامي تحريڪ جي هن آفيس ۽ اتي لڳل پريس جو سنڌ جي نظرياتي، انقلابي ۽ قومي تحريڪ ۾ اهم ڪردار رهيو آهي، رسول بخش پليجو ۽ فاضل راهو سميت تحريڪ جي نہ وسرندڙ ڪردارن جا هن آفيس سان ڪئين انقلابي داستان سلهاڙيل آهن، پر ۾ ئي نظام لاج هو، جتي امداد ۽ مير واري نظرياتي ڏارا سان جڙيل دوستن اچي نظرياتي بيٺڪ ٺاهي هئي، جتي منظور سولنگي، لالا رحمان، رشيد راڄڙ ۽ ڊاڪٽر اشوٿاما واري سنگت پنهنجون سياسي ۽ تنظيمي سرگرميون ڪندا هئا. گاڏي کاتو، حيدرچؤنڪ، ان وقت سياسي سرگرمين جو هڪ وڏو مرڪز هو، نظرياتي سياسي پارٽين، شاگرد ۽ مزدور تنظيمن جي آفيس هجڻ ڪري پروارن غريباڻن هوٽلن تي سياسي ڪارڪنن جا ديرا ڄميل هوندا هئا، ڪتاب هٿن ۾، ڏٻرا جسم، سادا ڪپڙا پر اکين ۾ غضب جي چمڪ، ڳالهہ ٿيندي هئي تہ دنيا جي انقلابن جي پورهيتن جي سنڌ جي، ان وقت پريس ڪلب سامهون احتجاج جو رواج نہ هو ڪراچيءَ واري ريگل چوڪ جيان حيدرآباد ۾ احتجاجن جو مرڪز ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي نالي سان منسوب ٿيل حيدر چؤنڪ هو، عبرت آفيس سامهون منصور قادر جوڻيجي جي پريس هئي/آهي، اتي قومپرست دوستن جي بيٺڪ هئي ۽ اسان سان عرفان مهدي واري سنگت بہ اتي ئي ملندي هئي، نظرياتي اختلافن هوندي سياسي ڪارڪنن وچ ۾ هڪ نہ ٽٽندڙ رشتو هو، اهو رشتو هو شعور، سمجهہ ۽ سماج کي بدلائڻ وارو رشتو، حيدرآباد جي حيدر چؤنڪ تي اسان ڪامريڊ ساٿين سون جي تعداد ۾ مظاهرا ۽ بک هڙتالون ڪيون، سنڌ ۾ ڌاري آبادڪاري خلاف وڏي ڪاوڙ هئي، اسان ڊي

ايس ايف طرفان ”بهاري نہ کپن، سنڌ ۾ ڌاريا نامنظور“ واري بينر هيٺ مظاهرو ڪيو ۽ ٻڌجي وياسين پر ستت ئي جيل موڪلڻ کان اڳ آزاد ڪيا وياسين، حيدرچؤنڪ تہ هڪ اهڙي حساس انقلابي احساس جيان آهي، جنهن تي جي آئون شاعر هجان هان تہ هڪ نہ وسرندڙ نظم لکي پئي سگهيس، مون کان منهنجي ڪامريڊن سان گذاريل اهي ڏينهن وسرن ئي نٿا.

# سنڌي مهاجر جهيڙا

1983ع واري جمهوري تحريڪ ۾ سنڌ جي شعوري مزاحمت کي ڏسي ان وقت جي اسٽبلشمينٽ سنڌ ۾ هڪ منظم حڪمت عملي تحت سنڌي مهاجر جهيڙا ڪرايا، آل پاڪستان مهاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن اردو ڳالهائيندڙن جي هڪ خاص پناهگير نفسيات واري سوچ کي اڀاري مٿي ڪٽي اچي ڌرتيءَ ڏٽين سامهون بيهاريو، 1984ع کان 1987ع تائين وارو اهو سمورو عرصو ايم ڪيو ايم اسٽبلشمينٽ جي امبريلا هيٺ رهي، نهي نپني ۽ جوان ٿي. حيدرآباد، سکر ۽ ڪراچي سميت مختلف شهرن ۾ اهي اردو ڳالهائيندڙ جن سنڌين سان مٿيون مائٽيون پئي ڪيون، گڏ رانديون پئي ڪيڏيون، تن صفا اکيون ڦيري ڇڏيون، پٽين تي هي چاڪنگ "اب نهين هوگا گذارا، آدها تمارا، آدها همارا." جهڙن نعرن سنڌ جي اردو ڳالهائيندڙ ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ آبادين کي ورهائي ۽ ويڙهائي وڌو ۽ ايم ڪيو ايم جي سنڌ ورهائڻ واري سياست سنڌ کي نسلي سياست جي اوڙاهه جي ورچاڙهي چڙهيو هو.

ايم ڪيو ايم ٺهي ته ڪن ڌرين اهو تاثر به ڏنو ته مهاجر هاڻ مذهبي جماعتن واري جهان مان نڪري سياسي طرح به وکون کڻي اڳتي آيا آهن، ڪيترائي تجزيا ۽ تبصرا ٿيا، پر ڳالهه وجي

سنڌي مهاجر جهيڙن تائين پهتي، حيدرآباد، ڪراچي، سکر ۽ ٻين شهرن ۾ سنڌي مهاجر جهيڙا ڪرايا ويا ۽ ائين ورهين جون ڪچهريون ورهائجڻ لڳيون، شهرن جي دنگن تي نسل پرستيءَ جون سرحدون جڙيون ۽ انهن سرحدن تي هٿياربند ويهي ويا، رتو چاڙ شروع ٿي وئي. اهي ڏينهن اسان ڪامريڊن لاءِ امتحان وارا ڏينهن هئا، اسان ڪنهن به جذباتي وهڪري ۾ وهي وڃڻ بجاءِ هي نقطه نظر رکيو ته سنڌي، مهاجر جهيڙن پنيان اسٽبلشمينٽ جو هٿ آهي، ۽ اسان جهيڙن بجاءِ امن جي ڳالهه پئي ڪئي، طئه ٿيو ته نه رڳو سنڌي مهاجر جهيڙن جي مخالفت ڪبي، پر هر روز اخبارن کي پنهنجو نقطه نظر ڏبو. هي ڏينهن سنڌ لاءِ ڏاڍا ڏکيا ڏينهن هئا، هر روز بيگناهه ماڻهو مرندا هئا، پاڙا ويران ٿيڻ لڳا ۽ دڪانن، گهرن ۽ بنگلن تي قبضا ٿيا، اهو سڄو عرصو هٿ وٺي سنڌ کي فاشسٽن حوالي ڪيو ويو هو.

معشوق ۽ مان حيدرآباد جي سائيٽ ايريا واري گهر مان نڪري فتح چوڪ پهچي لڪندا، رستا مٽائيندا، ڪاري موريءَ ۾ ڪامريڊ جام ساقي جي فليٽ تي پهچندا هئاسين، اتي اسان جون گڏجاڻيون ٿينديون هيون، حالتن جو تجزيو ڪندا هئاسين، صورتحال جو جائزو وٺي پريس رليز ذريعي پنهنجو نقطه نظر اخبارن کي ڏيندا هئاسين. حيدرآباد شهر ۾ آفتاب اخبار ۽ عبرت اخبار جون آفيسون اهڙي هنڌ هيون، جتي سنڌي ڳالهائيندڙ ورهين کان رهندا اچن، تن پنهنجن گهرن تي مورچا ناهي دهشتگردن کي منهن پئي ڏنو، مون کي ياد آهي ته آفتاب اخبار ۾ پريس رليز ڏئي جڏهن معشوق ۽ آئون حيدر چوڪ پهتاسين ته فائرنگ شروع ٿي وئي، اسان وچ روڊ تي پئي هلياسين. موت چڻ اکين سان پئي ڏٺو، معشوق دڙڪو ڏيندي چيو "ڳوٺاڻا هل ته فضيلت سان ٻانهن لوڏي ٿو هلين، اڄ ته پڪ مارائيندين" منهنجي جواب ۾ معصوميت هئي ۽ چيو هيم، "معشوق مرين ته مر آئون پنهنجي هلٽي ڪيئن مٽايان." اسان حيدر چوڻڪ واري رستي کان نئين پل وٽ پهچي رستا ۽ گهٽيون مٽائيندا، گهر اچي پهتاسين،

ان ئي ڏينهن ان هنڌ جتان اسان گذريا هئاسين ٽن مسڪين ڏرتي ڌڻين کي ماريو ويو هو، اسان ته ڪرفيو وارزي وقفي ۾ به ڪامريڊ ساٿي پنهنجو نقطه نظر اخبارن ذريعي عوام تائين پهچائيندا رهياسين، اسٽبلشمينٽ سنڌ کي ويڙهائڻ ۽ ورهائڻ واري سياست کي هٿي پئي ڏني ۽ اسان سنڌ ۾ مظاهرا، امن ريليون، جلسا ۽ بک هڙتال ڪري ان جي سخت مخالفت پئي ڪئي. اسان جي يار اي جي چانڊيو جا امن جا ٽيٽر اڄ به اسان کي ياد آهن، جنهن ۾ انسان جي عظمت ۽ امن وارو پيغام ڏنل هو.
هڪ ڏينهن شام جو معشوق ۽ مون لطيف آباد ۾ طاهر زيدي (اردو ڳالهائيندڙ ڪامريڊ) جي گهر اسٽڊي سرڪل پئي هلايو، شهر ۾ وڏا جهيڙا ٿي ويا، اسان لاءِ گهر کان ٻاهر نڪرڻ ممڪن ئي نه رهيو هو، اسان طاهر جي گهر ڇت تي ئي سمهي رهياسين ۽ طاهر ۽ ان جي گهرياتين اسان جي حفاظت لاءِ سڄي رات جاڳي گذاري هئي. لساني جهيڙن ۾ ٻنهي طرفن کان مسڪين ماڻهو پئي مئا ۽ اسان انسانيت جي ان ڪوس خلاف قتل و غارت کي روڪرائڻ لاءِ ڪوششون پئي ورتيون، پر بندوق جا آواز اسان جي امن جي آواز کان مٿانهان هئا. سنڌ جي شهرن ۾ ٽرينڊ هٿياربند دهشتگردن جي ڪارروائين ڪري سنڌي ماڻهو پنهنجا صدين کان آباد ويڙها ڇڏي ٻي گهر ٿي نڪتا هئا ۽ جن شهري ويڙهن ۾ ڌرتي ڌڻين جي دفاع واري صورتحال هئي، اتي نوجوان مڙس ٿي مورچن تي ويهي رهيا، ايم ڪيو ايم اردو آباديءَ لاءِ حالتون ان حد تائين خراب ڪري ڇڏيون، جو عام اردو ڳالهائيندڙ سنڌ جي ٻهراڙي وارن علائقن ڏانهن چرپر ڪري نه پئي سگهيو ۽ وري ڪراچي ۽ حيدرآباد مان ته سوين بيگناهه ماڻهن جا لاش ڳوڻن تائين پهتا، سموري حڪومتي مشينري غير متحرڪ نظر پئي آئي، پاڙا شهر ۽ گهٽيون ورهائجي ويون.
اسان ڪامريڊ امن جا اڇا جهنڊا کڻي سنڌ جي دوري تي نڪتاسين، ضلعي ڪائونسل حيدرآباد ۾ امن ڪانفرنس گهرائي ۽ شهر ۾ اڇا جهنڊا هٿي امن جي اپيل ڪئي هئي سين، حيدرآباد

۾ ڪانفرنس ڪان اڳ اهلڪار آيا، جيڪي اسان جا اڇا جهنڊا لاهي گاڏين ۾ ساڻ کڻي ويا، ڪامريڊ ڄام ڪي اهلڪارن جي ان عمل تي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ هو بنا ڊپ ڊاءَ جي انهن وٽ هلي ويو ۽ جهنڊا واپس ڪٽائي آيو، چيائين ته مون ڪين چيو ته اسان امن ڪرائڻ چاهيون ٿا ۽ اوهان امن جا جهنڊا نه ٿا هڻڻ ڏيو، پوءِ اوهان ۽ امن جي ويرين ۾ ڪهڙو فرق آهي، اسان وس آهر امن ۽ انسانيت پاسي بيٺا رهياسين، پر ان وقت حالتون اهڙيون هيون جو اسان جو نقطهِ نظر حالتن تي اثر انداز ٿي نه پئي ٿيو، جهڙو وڏندو ويو، حيدرآباد ۾ 30 سيپٽمبر وارو واقعو ٿيو، حيدرآباد شهر ۾ اردو ڳالهائيندڙ سنڌي ماريا ويا ۽ 1 آڪٽوبر تي ڪراچي ۾ قديمي ڌرتي ڌڻين ڪي رت ۾ وهنجاريو ويو، سنڌ ۾ دهشتگرديءَ جا اهي سڀ منظر سچ ته وسرن نه ٿا، ايم ڪيو ايم ان جي سياست ۽ سنڌ ۾ ٿيندڙ مزاحمت جا ڪئين داستان هاڻ ڳجها ناهن رهيا.

هڪ اڱر جي ڇهاءَ سان اها سموري ڄاڻ درياهہ جي تيز وهڪرن وانگر اسان جي ڪمپيوٽر جي عسڪرين تي اڇي وڃي ٿي، جنهن سان ماضيءَ جي ان درد ڪي محسوس ڪري سگهجي ٿو.

اسٽبلشمينٽ جن ڪي ٺاهيو هو، اڄ اهي ئي اسٽبلشمينٽ جي سامهون آهن ۽ ڪن مصلحت ڪئي آهي، ڪي اسٽبلشمينٽ ڪي اکيون ڏيکاري رهيا آهن ۽ ڪي خود لساني سياست جي دور ۾ ٿيندڙ قتل و غارت جا سلطاني گواهہ ٿي اعترافي بيان ڏئي رهيا آهن. ساڳيو ئي حيدر چؤنڪ، جتي ٽن ڌرتي ڌڻين جو جسم ٽڏو ٿيو هو ۽ اسان ڪنبندا بچي نڪتا هئاسين. ان ئي هنڌ سنڌ جي ثقافتي ڏينهن تي هي گيت پئي هليو، ”جيئي سنڌ، جيئي سنڌ جامِ محبت پيئي سنڌ“ اجرڪ ۽ رقص ڏسي مون هڪ نظر آسمان ڏانهن ڏٺو ۽ منهنجا چپ پڙڪيا ۽ چئي وينس، واقعي سنڌ ته جيئڻي آهي، هي اهو گاڏي کاتو آهي، جتي اسان ڦوهہ جواني ۾ امن، انقلاب ۽ انسان جي آزادي لاءِ نعريٰ هڻندي گذاري. الطاف حسين ۽ ايم ڪيو ايم سنڌ ڪي ته نقصان ڏنو ئي ڏنو پر سندن

لساني سياست ڪري اردو ڳالهائيندڙ اڄ بند گهٽيءَ ۾ بيٺل آهن. ايم ڪيو ايم مهاجر قومي موومينٽ وارو نانءُ مٽائي جڏهن متحده قومي موومينٽ ٿي ته سنڌ وري به شعور جون به وکون کڻي کين سياست لاءِ جاءِ ڏني، لساني جهڙن جي باهه ٺڏي ٿي ته مون ڪيئي ڀيرا، سائين جي ايم سيد جي سالگرهه تي ايم ڪيو ايم جي چونڊيل اڻ چونڊيل اسيمبلي ميمبرن ۽ اڳواڻن کي سن جي جلسي ۾ ڏٺو، ايم ڪيو ايم ته پيپلز پارٽي جي اتحادي جماعت طور سنڌ حڪومت ۾ به رهي، ارباب غلام رحيم ۽ علي محمد مهر جي وڏ وزارت وارن ڏينهن ۾ به ايم ڪيو ايم اقتدار جا خوب مزا ماڻيا، اڳوڻو جنرل پرويز مشرف ته ايم ڪيو ايم تي خاص مهربان رهيو، پر تنهن هوندي به هو جڏهن چاهين پنهنجي پتين تي هي نعرو لکي ٿا وٺن. "اب نهين هوگا گذارا، آدها تمهارا، آدها همارا."

# ڪميونسٽ تحريڪ ۽ ڪامريڊ همدرد

ياد پئي آيم هڪ ڏينهن ٽريڊ يونين آفيس جو در بند هو، ڪامريڊ همدرد ڏاڪڻين تي ويٺي ڪجهه لکي رهيو هو، مون ايندي ئي جڏهن ڪانئس پڇيو ڪامريڊ ڇا پيا لکو ؟ جواب ”اهڙو نظم جنهن کي موت پڄاڻا بہ ڪو ماري نہ سگهندو.“ تن ڏينهن ۾ ڪامريڊ همدرد سخت بيمار هو، پارٽيءَ ڪيس ماسڪو علاج لاءِ موڪلڻ پئي چاهيو، پر هن اهو چئي انڪار ڪيو هو تہ منهنجو مرڻ ۽ جيئڻ وارو وچن پنهنجي ڌرتي سان ئي ٽيل آهي، هو راتين جون راتيون منهنجي گهر ترسندو هو، شاعري ڪندو، ڏنون ناهيندو ۽ ٻڌائيندو هو، همدرد ۾ آئون نظرياتي ڪروڙ بجاءِ انقلاب ۽ شعور جي ايرنڊڙ نئين سج تي ڳالهائيندا هئاسين، معشوق ملاح جي ماسڪو وڃڻ ڪري آئون اڪيلو ٿي پيو هيس، ڪامريڊ همدرد اسان جو گڏيل دوست هو، جنهن مون کي معشوق ملاح جي ملڪ ۾ نہ هجڻ وارو احساس ٿيڻ نہ ڏنو.

معشوق جڏهن واپس موٽي آيو تہ اسان ٽنهي ڪامريڊ دوستن راتين جون راتيون جاڳي گذاريون، هڪ ارمان رهجي ويو آهي تہ ڪامريڊ همدرد (نبي بخش) جي ناياب شاعري ڇپجي نہ سگهي، ڳچ سال اڳ سندس فرزند مون سان مليو هو، چيائين ”ڪامريڊ بابا جو ڪتاب ڪو ڪامريڊ وٺي ويو ڪتاب بہ نہ ڇپرايائين ۽

اصل مسودو بہ گم ڪري ڇڏيو اٿائين" ڪامريڊ همدرد جو فرزند پوليس کاتي ۾ آهي ۽ ٻڌو اٿم تہ ڪامريڊن جي تربيت ڪري سدائين لائين حاضر هوندو آهي، سنڌ ۾ ڪامريڊ همدرد جهڙا سوين باغي ڪردار رهيا آهن، سچ تہ سنڌي سماج اهڙن سمورن ڪردارن جو قدر نہ ڪيو، جن پنهنجون سڄيون حياتيون سنڌ، انقلاب ۽ پورهيت تحريڪ لاءِ ارپي ڇڏيون.

# سويت انقلاب جي پڄاڻي ۽ اسٽالن

آئون ۽ معشوق، ناريجا ورڪشاپ ڪالوني حيدرآباد ۾ ويٺا هئاسين، معشوق چوڻ لڳو اقبال پارٽي مون کي نظرياتي ۽ سياسي تعليم لاءِ ماسڪو موڪلي رهي آهي، معشوق واتان اها خبر ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿي، هڪ هاري چاچي محمد جمن جو پٽ سويت يونين پئي ويو، اهو سياسي ۽ نظرياتي ڪارڪن سويت يونين جيِ وفد ۾ شامل ڪيو ويو هو، جنهن پنهنجي سڄي شعور واري حياتي ڪميونسٽ تحريڪ کي ڏني هئي.

اسان تياري ڪرڻ شروع ڪئي. ٻه چار پينٽون، شرٽون ۽ هڪڙو ننڍڙو بيگ ورتوسين. معشوق سان گڏ وهاب پنڊراڻي ۽ اوستا محمد جو دوست محمد علي جمالي ٻه وڃڻا هئا، 18 مارچ 1989 تي ڪراچي ايئرپورٽ کان ماسڪو لاءِ وفد جي روانگي کان اڳ ۾ معشوق ۽ بي سنگت کي پروفيسر جمال نقويءَ گڏجاڻي ڪري کين پارٽيءَ جي ضابطہ اخلاق بابت سمجهائي ۽ ان جي خاص خيال رکڻ واريون هدايتون ڏنيون.

عالمگيريت ۽ عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي ڳالهہ ڪندڙن لاءِ هي عرض تہ عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي اها خوشبو هئي تہ ٿن پورهيت گهراڻن جا ٽي نوجوان دنيا جي ٻئي وڏي سپر پاور ملڪ سويت يونين ڏانهن وڃي رهيا هئا، جن کي اها بہ خبر نہ

هئي تہ ڪين اڳيان ڪتي ۽ ڪنهن وٽ وڃڻو آهي ۽ ايئرپورٽ تي آجيان ڪرڻ وارو ڪير هوندو ۽ تنهن هوندي بہ هو هڪ پروسي ۽ نظرياتي رشتي جي ڏڍ تي جهاز ۾ روانا ٿيا هئا.
ماسڪو ايئرپورٽ تي پهتا تہ اتي هڪ روسي ڇوڪري ۽ نوجوان سندن آجيان لاءِ بيٺا هئا ۽ هو ڪين هڪ ڪار ۾ ويهاري ماسڪو کان ٻاهر هڪ وڻن جي قطارن جهڙي جهنگ ۾ وٺي ويا، هي اهو هنڌ هو جتي انڊر گرائونڊ پارٽين جا ڪامريڊ ترسيل هئا. جڏهن هتان ويندڙ ڪامريڊ ساٿين ڪين هي ٻڌايو تہ ”اسان جي پارٽي سي پي پي انڊر گرائونڊ ناهي.“ واري ڳالهہ رکڻ بعد هو ڪين ماسڪو شهر ۾ واپس وٺي آيا. معشوق ۽ ٻي.سنگت انسٽيٽيوٽ آف سوشل سائنسز واري اداري ۾ مارڪسزم، لينن ازم ۽ ٻين سماجي علمن تي تعليم حاصل ڪري مارچ 1990ع ۾ جڏهن پاڪستان واپس آئي تہ مون معشوق ۽ وهاب ڪي نظرياتي طور مڪمل تبديل ٿيندي ڏٺو هو، معشوق ۽ وهاب وارا سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي، عالمي ڪميونسٽ تحريڪ، لينن ازم، مارڪسزم، فلسفي، نفسيات ٽين دنيا جي ملڪن جي معاشي ۽ سياسي بحران گلاسنوسٽ، پروسترائيڪا ۽ ان جا عالمي سياست تي پوندڙ اثرن جهڙن موضوعن تي ليڪچر ٻڌي ۽ سمجهي، سويت يونين جي پارٽي جي مرڪزي اڳواڻن ۽ پروفيسرن سان ڊگها بحث ڪري موٽيا هئا، مون جڏهن ماسڪو مان واپس ايندڙ انهن ڪامريڊن جون ڳالهيون ٻڌيون تہ سچ تہ هو بدلجي چڪا هئا.
جڏهن معشوق ماسڪو ويو هو تہ حيدرآباد مان اڪيلو ويو هو ۽ جڏهن واپس موٽيو هو تہ بہ اڪيلو ئي موٽيو هو، وڃڻ ۽ واپس اچڻ تائين هو لاڳيتو مون ڪي خط لکي حال احوال ڏيندو رهيو.
واپس حيدرآباد پهتو تہ هو گهر ۾ امڙ حاجل ڪي ماسڪو جا حال احوال ڏئي رهيو هو، آئون پارٽيءَ جي ڪم سانگي ٻاهر ويل هيس واپس اچي در تي بيٺي ڪالونيءَ جي رهواسين سان ڪچهري پئي ڪيم تہ منهنجي ننڍي ياءُ مقبول گهر جي در تي ٻڌايو تہ ادا معشوق واپس آيو آهي، مون مذاق سمجهي ڳالهہ ڪي

ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن گهر اندر داخل ٿيس تہ معشوق کي گهر ۾ موجود ڏسي بيحد خوشي ٿي ۽ هڪ ٻئي سان سڪ ۽ پاٻوهہ سان ڀاڪر پائي ملياسين، مون معشوق کي پارٽيءَ ۽ ڊي ايس ايف جي سرگرمين بابت تفصيل سان ڄاڻ ڏني ۽ ڪيس باقي بچيل پارٽي جي نظرياتي ڏارڻن کان باخبر ڪيو. معشوق مون کي غور سان ٻڌڻ بعد پنهنجي ماسڪو ياترا بابت حال احوال ڏيڻ شروع ڪيا، هو ڳالهائيندو رهيو ۽ آئون پنهنجا لڙڪ لڪائيندو رهيس، معشوق جڏهن ڳالهہ پوري ڪئي تڏهن رات گذري چڪي هئي، هڪ طرف سڄ ايرڻ وارو هو ۽ ٻئي طرف اسان جو نظرياتي سڄ لٿو پئي.

اهي ڏينهن عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي بحران جا ڏينهن هئا، پهريون دفعو سويت يونين جي ماڻهن ڳالهائڻ شروع ڪيو هو، هو سويت حڪومت ۽ پارٽي کان ناراض هئا. سويت يونين ۾ اظهار جي آزادي نہ هئڻ برابر هئي ۽ سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي بيورو ڪريسي واري شڪل اختيار ڪري چڪي هئي، سويت يونين جي عوام کي گهر، صحت، روزگار ڏيڻ سويت حڪومت جي ذميواري هئي، ذاتي ملڪيت جو تصور نہ هو، پَرَ سويت معاشري جا ماڻهو ائين سمجهن پيا تہ چڻ هو دنيا جو حصو ئي نہ هجن، هو ڪميونسٽ ملڪن کانسواءِ ڪيڏانهن چرپر ڪري ئي نہ پئي سگهيا.

سويت معاشري ۾ پروسترائيڪا جي شڪل ۾ دڪندڙ دونهين ۽ عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي بحران کي ڏسندي ئيءَتِنِ ڏينهن ۾ ئي اسان کي اندازو ٿي چڪو هو تہ سويت يونين جي پارٽي کان شيون هٿن مان وڃن پيون. معشوق بہ جڏهن ماسڪو کان واپس موٽيو هو تہ هن مون کي لينن گرانڊ انسٽيٽيوٽ ۾ گورباچوف ۽ جارج حباش سان هٿ ملائڻ کان ويندي، آڪٽوبر هوٽل ۾ پارٽيءَ جي سيڪريٽري امام علي نازش سان ملاقات، نيلسن منڊيلا جي آزادي تي ٽن ڏينهن جي جشن وارا سمورا سماچار ڏنا هئا ۽ واپس اچي هي ٻڌايو هو تہ گلاسنوسٽ ۽

پروسترائيڪا دنيا جي ڪميونسٽ تحريڪ کي لوڙهي ڇڏيندي، ٿيو بہ ائين پر اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ جڏهن ڪامريڊ اسٽالن جي مجسمن کي نفرت جي نظر سان ڏٺو پئي ويو، ان وقت بہ سويت معاشرو ٻن ڌارائن ۾ ورهايل هو، اڳئين ٿهي يا ڪُراڙا افغانستان ۾ قربانيون ڏيندڙ فوجين کي ريڊ سلوٽ (سرخ سلام) ڇئي ڪامريڊ ساٿين جي ڏنل قربانين تي فخر ڪري رهيا هئا ۽ نوجوانن جو چوڻ هو تہ سويت يونين کي افغانستان ۾ فوجون موڪلڻ نہ گهربيون هيون.

اچو تہ وهاب جي اک سان سويت معاشري کي ڏسون.

اسان جڏهن لينن گرانڊ وياسين تہ بحري جهاز ٺاهيندڙ ڪارخاني ۾ مزدور اڳواڻ سان ملاقات ٿي، هن ٻڌايو تہ آئون بنيادي طور آهيان انجنيئر پر هتي مزدوري پيو ڪريان، ڇاڪاڻ تہ مزدور جي انجنيئر کان وڌيڪ پگهار آهي.

27 ملڪن جي ڪامريڊن ۾ بحث پئي هليو، جپاني ڪميونسٽ جو چوڻ هو تہ بغير ڪميونسٽ انقلاب جي اسان جو جپاني معاشرو سويت معاشري کان بهتر آهي.

روسي سائنٽيفڪ ٽيڪنالاجيڪل روليشن (ايس ٽي آر) ۽ گلوبلائيزيشن کان ڊنل هئا ۽ پراڻ پسند ڪامريڊ ان اوچتي آيل تبديلي کان لهرائين پيا.

هڪ ڳالهہ ڏاڍي اهم هئي ۽ آهي، جيڪا وهاب ٻڌائي تہ لينن گرانڊ ۾ سڄي دنيا جي شهيدن جون تصويرون رکيل آهن. پاڪستان جي شهيد ڪامريڊن مان حسن ناصر ۽ شهيد نذير عباسي جون تصويرون بہ لينن گرانڊ ۾ شهيدن جي ان ميجتا هال ۾ موجود هيون، گرفتار ۽ ٽارچر سهندڙ اڳواڻن ۾ دنيا جي ٻين عظيم ڪامريڊ ساٿين جي تصويرن سان گڏ هڪ تصوير ڪامريڊ جام ساقي جي بہ هئي، رمضان ميمڻ جو شهيد نذير عباسي تي اردو ۾ لکيل نظم جڏهن ترجمي سان ترنم ۾ محمد علي جمالي ڳايو تہ سڄي دنيا مان آيل ڪامريڊ لڙڪ هاري وينا ۽ هنن نظير عباسي شهيد بابت پاڪستان مان آيل ڪامريڊ دوستن کان

معلومات ورتي.
ائين ناهي تہ اسٽالن جو عالمي ڪميونسٽ تحريڪ تي فڪري ۽ نظرياتي اثر نہ هو، وهاب ٻڌايو پئي تہ هو جڏهن سويت يونين ۾ هئا تہ ڪامريڊ وي آءِ ڪراسن پنهنجي ليڪچر ۾ جڏهن اسٽالن لاءِ لفظ ظالم استعمال ڪيو تہ 153 ملڪن مان آڏو اڏ ڪامريڊن اٿي بيهي احتجاج ڪيو ۽ اسٽالن جي پاسي تي بيٺا.
سويت يونين جي ٽٽڻ کان اڳ ۾ ۽ ٽوڙڦوڙ واري عرصي دوران ڪميونسٽ پارٽيءَ جي وفدن جو سويت يونين اچڻ وڃڻ ٿيندو رهيو، ڪامريڊ جام ساقي، امام علي نازش، باچا خان، افراسياب خٽڪ، امتياز عالم ۽ ڊاڪٽر جبار خٽڪ سويت يونين ياترا ڪندا رهيا هئا. ڪامريڊ رمضان وارا جڏهن ماسڪو مان ٿي موٽيا تہ حالتون بنهہ تبديل ٿي چڪيون هيون ۽ هاڻ پڪ پڪاٽي محسوس ٿي رهيو هو تہ دنيا جي هيءَ پهرين باقاعده ڪميونسٽ رياست ناهي رهڻي، جڏهن اسان کي ٻڌايو ويو تہ پروسترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ کان پوءِ سويت يونين جو رهڻ مشڪل ٿي چڪو آهي، سڄي عالمي ڪميونسٽ تحريڪ سڪتي واري حالت ۾ هئي ۽ سچ تہ اسان جون ننڍون ئي ڦٽي ويون هيون.

# ڪميونسٽ پارٽي جو اوپن ٿيڻ ۽ وري ٽٽڻ

ڪامريڊ دوستن پنهنجن اختلافي ڊاڪيومينٽس واري روايت برقرار رکي، سال 1989 جي تاريخ 25 کان 28 مئي تي ڪراچي جي شرافي ڳوٺ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ٽين ڪانگريس ٿي، جنهن ۾ ڪامريڊ اعزاز نذير پنهنجن ساٿين سميت ڌار ٿي ويو، ان وڏي نقصان تي فڪرمند ٿيڻ بجاءِ پنهنجي سچي حياتي سوشلسٽ تحريڪ کي ارپيندڙ ڪامريڊ اعزاز نذير جهڙن ساٿين لاءِ هي چيو ويو ”پارٽي ڇڏيندڙ، پارٽيءَ جا دشمن هئا ۽ هو پورهيتن جي انقلابي پارٽيءَ جو مُنهن مُهاندرو خراب ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا“

ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جي مرڪزي سيڪريٽري امام علي نازش ڪراچي پريس ڪلب ۾ پريس ڪانفرنس ڪري سي پي پي جي کليل (اوپن) سرگرمين جو اعلان ڪيو. ڪامريڊ جام ساقي، جمال نقوي، رمضان ميمڻ، معشوق ملاح، آدم ملڪ مان ۽ ٻيا دوست وري به پارٽيءَ سان ٻيناسين، پر قصو سال به نه هليو، 1990 ۾ پارٽيءَ جي چوٿين ڪانگريس ٿي، جمال نقوي بدلجندڙ حالتن کي ڏسي هي تجويز پيش ڪئي ۽ دستاويز لاٿو ته هاڻ ڪميونسٽ سياست بجاءِ اسان کي جمهوري ڌارا سان جڙڻ گهرجي، امداد چانڊيو، مير ٽيپو وارا قومي خودمختياري ۽

جمهوريت جي ڳالهه ڪري ڌار ٿيا هئا، پر جمال نقوي ماضيءَ جي سڄي عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جو جائزو وٺندي، پاڪستان جي زميني حقيقتن موجب سياست ڪي پيهر ڏسڻ، سمجهڻ ۽ حڪمت عملي جوڙڻ وارو خيال ڏنو ۽ ڪميونسٽ پارٽي بجاءِ جمهوري ڌارا سان جڙڻ وارو نقطه نظر رکيو.

پروفيسر جمال جي موقف، نقطه نظر ۽ لائين کي امام علي نازش ۽ ان جي نظرياتي حامين رد ڪري ڇڏيو ۽ اسان جا اهي ڪامريڊ ساٿي تر جيترو به تبديل ٿيڻ لاءِ تيار نه هئا. ڪامريڊ امام علي نازش ۽ ان سان گڏ بيٺل نظرياتي ساٿي ڪميونسٽ سياست ۽ پارٽيءَ کي جيئن جو تيئن جاري رکڻ جي حق ۾ هئا. اهڙين حالتن ۾ جمال نقوي پنهنجن ساٿين سميت سياسي ۽ نظرياتي راهون ڌار ڪري پارٽي ڇڏي هليو ويو، ڪامريڊ ڄام ساقي پارٽي ۾ ئي رهيو، سينٽرل ڪميٽي ڪيس پارٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ۽ ائين شاهي قلعي جي فاتح واري مجتا ماٺيندڙ ڪامريڊ ڄام ساقي به 1991 ۾ ڪميونسٽ پارٽي کي ڇڏڻ جو اعلان ڪيو. جڏهن ته ڪامريڊ امام علي نازش پنهنجي نقطه نظر رکندڙ هم خيال ساٿين سميت زندگيءَ جي آخري هڏڪيءَ تائين سي پي پي سان ئي رهيو. ڪامريڊ امام علي نازش جي وفات ڪان پوءِ اسان اخبارن ۾ پڙهيو ته باقي بچيل ڪميونسٽ پارٽي وري به ٻن ڌارائن ۾ ورهائجي وئي. هڪ ڌارا جي اڳواڻي امداد قاضي ۽ ٻي ڌارا جي اڳواڻي خادم ٿهيم پئي ڪئي.

# مايوسيءَ جو موت ۽ نئين زندگي

اسان سياست ۽ مارڪسزم ڪي پنھنجي پريميڪا ڪان وڌيڪ پئي پانئيو، مون جيئن اڳ ۾ بہ گذارش ڪئي آھي تہ اسان جڏھن سياسي ورڪر طور ڪم ڪندا ھئاسين تہ اسان لاءِ ڦاسي جا ڦندا جڻ محبوبا جا زلف لڳندا ھئا، ڪچھري ۾ چوندا ھئاسين تہ جي گرفتار ٿي وڃئون تہ ھو ٽارچر ڪندا، شيشن تي سمھاريندا، ننھن چڪي پٽيندا ۽ ھو اسان جي جسم ڪي ڏنڀ ڏيندا، جي ھو ماري بہ وجھن تہ بہ ڪجھہ نہ ٻڌائبو، ڪنھن بہ ٻئي ساٿي جو نالو نہ ڪڍبو ۽ نذير عباسي شھيد جيان ھي چئبو "منھنجي زندگي گيت آ، ۽ منھنجو موت جدوجھد جو سڏ آ" سسئي پنھون جي عشق ۾ پير پٿون ڪري سگھي ٿي تہ اسان جو ھي عشق تہ ڪائناتي ھو، سو صفا مست ملنگ ٿيا پيا ھلندا ھئاسين، تيري عشق نچايا ڪرڪي ٿيان ٿيان، واري ڪيفيت ھئي، حيدرآباد پريس ڪلب ٻاھران "نوجوانن ڪي روزگار ڏيو، واري بينر ھيٺ، فريد قريشي ۽ معشوق ملاح سان گڏ مون بہ احتجاجن ڊگريون ڪٽي فٽ پاٿ تي ماڻھن جا بوٽ پالش ڪيا ۽ ھي پيغام ڏنو تہ پاڪستان تي لٽيرن، سرمائيدارن ۽ وڏيرن جو قبضو آھي، جيسين اقتدار، ھارين، مزدورن، مسڪينن ۽ غريبن حوالي نہ ٿيندو، تيسين ڏيھہ مان ڏک ۽ بک نہ ويندي. احتجاجي طور ڪيل بوٽ پالش مان جيڪي

پئسا ملياسي ڊي ايس ايف جي فنڊ ۾ جمع ڪرايا هئاسين، ائين جيئن ڪنهن سندر ناريءَ جي خوابن جي ڪچڙين ولين ڪي لتاڙي ڪنهن اجنبي شخص سان ان جو پرڏو ڪيو وڃي ته ڪيس ڪيڏو نه عذاب پوڳڻو پوندو آهي. اسان ته انقلاب جا عاشق هئاسين ۽ اسان جي رومانس جي پڄاڻي پئي ٿي ۽ تن ڏينهن ۾ اسان جي نظرياتي سوُنهن راڻي جڻ قتل پئي ٿي، هي اهي ڏينهن هئا، جڏهن پروسٽائيڪا ۽ گلاسنوسٽ جي خنجر اسان جي خوابن جي مالها جي ڏاڳي کي ڪٽي ڇڏيو ۽ اسين ڪارڪن لاوارث موتي بڻجي وکري وياسين.

ڊي ايس ايف جي صوبائي جنرل سيڪريٽري واري عهدي تان استعيفيٰ ڏئي، آئون مختصر عرصي تائين اچي گهر وينس ۽ پنهنجي سياسي مستقبل بابت سوچيندو رهيس. ڊي ايس ايف کان منهنجي استعيفيٰ وارو ڪارڻ هڪ ئي هيو ته دوست، هڪ ٻئي سان وڏيڪ سفر نه پئي ڪري سگهيا. ڪميونسٽ تحريڪ مختلف ننڍڙن گروهن ۾ ورهائجي رهي هئي. اسان جي تصورن ۾ به نه هو ته پڳت سنگهه ۽ ان جي ساٿين جيان جيل ۾ هڪ ٻئي کي جان کان به وڌيڪ عزيز سمجهندڙ جيل جا ساٿي نظرياتي طرح هڪ ٻئي جا ازلي دشمن ٿي ويندا، خواب جو ٽُٽا ته اسين به ٽٽي پياسين. سياست زندگي جو مقصد هو، تنهن ڪري مون داخلا ئي سنڌ يونيورسٽي جي پوليٽيڪل سائنس واري شعبي ۾ ورتي، پوليٽيڪل سائنس واري شعبي ۾ سائين عزيز مهراڻوي ڪميونسٽ پارٽي جو همدرد ۽ لڳاتار چندو ڏيندڙن مان هو، جنهن مون کي ڏاڍو پاڻئيو پئي ۽ سني سياسي تعليم پئي ڏني، بي اي آنرس ۾ منهنجي فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن آئي ۽ خرچ پوري نه ٿيڻ ڪري ايم اي نه ڪري سگهيس.

معشوق ۽ آئون، حيدرآباد واري ناريجا ورڪشاپ واري سرڪاري ڪالونيءَ جي گهر ۾ پين گهر پاتين سان گڏ رهندا هئاسين، بابا سائين ۽ امڙ ڪي شابس هجي، جن ڪڏهن به ڪنهن به لمحي اسان ٻنهي کي بيروزگار هجڻ جو احساس نه ڏياريو. ان وچ ۾ معشوق

جي دماغ واري ڪمپيوٽر ڪم ڪيو ۽ چيائين روزي روٽيءَ لاءِ هٿ پير هڻجن، آئون ۽ معشوق ڪامريڊ جام وٽ پهتاسين، معشوق ڪامريڊ کي تجويز ڏني ته گاڏي ڪاتي ۾ هوٽل کوليون ٿا، توهان ۽ آئون پارٽنر ٿينداسين، پيسن جو بندوبست اوهان ڪري ڏيو، ڪامريڊ جام، معشوق کي ڪجهه پيسا ڏنا، جن پئسن مان هن محمدي پلازه سامهون عبرت پريس ويجهو هڪ ڪمري جو دڪان ڪرائي تي وٺي هوٽل جو ڪم شروع ڪيو. معشوق جنهن ڪڏهن رڌڻي ۾ ٿالهي يا ڪوپ کي هٿ نه لاتو هو، گاسليٽ واري چلهي تي بيهي چانهه ڪاڙهڻ لڳو، ايم اي ماس ڪميونيڪيشن جي ڊگري رکندڙ پنهنجي دؤر جو سرگرم شاگرد اڳواڻ ۽ 6 مهينن جي عرصي تائين سويت يونين جي گاديءَ واري شهر ماسڪو ۾ سياسي ۽ نظرياتي تعليم دوران دنيا جي تنهن وقت جي سپر پاور ملڪ سويت يونين جي صدر گوربا چوف سان دوستي جو هٿ ملائيندڙ هي همراهه جڏهن ڪٽلي کڻي عبرت آفيس ۾ چانهه ڏيڻ ويندو هو ته صحافي دوست اتي ڪيس محبت پريي لهجي ۾ هي گذارش ڪندا هئا ته ادا ديز ٿئي ته خير آهي، چانهه پاڻ نه کڻي ايندا ڪيو، ڪنهن ٻئي کي موڪليندا ڪريو ۽ معشوق کين هي چوندو هو ته "مان پورهيت آهيان ۽ اوهين به پورهيت آهيو، اوهان جي خدمت اسان کي عبادت جيان لڳي ٿي" معشوق ڏينهن رات پورهيو ڪيو، پر هي هوٽل به ڪونه هليو نيٺ هوٽل وارو خفو ڇڏي، ڪاوش ۾ سب ايڊيٽر ۽ پڪار سڪر ۾ حيدرآباد جي بيورو چيف واريون نوڪريون ڪيون.

معشوق حيدرآباد جي حسين آباد، گدو واري اسپتال ويجهو شاهي بنگلن جي سامهون هڪ غريب خانو ڳولي لڌو، آئون به روزگار سانگي ڪالوني ڪان شفٽ ٿي معشوق وٽ رهڻ لڳس. فتح ٽيڪسٽائيل مل ۽ پاڪولا جهڙا ادارا ڏناسين، پر لک پڙهه وارو ڪم نه مليو ۽ گهر ۾ بابا جي محبت ۽ سنڀال ڪري هاڻ سخت پورهيو ڪرڻ منهنجي وس جي ڳالهه به نه هئي، نيٺ سروي واري ڪم کي لڳي وياسين، بزنس لاءِ پيسو ڪپي ۽ اسان وٽ پيسي

جي سخت اٿهوند هئي. وڏي جاکوڙ ڪانپوءِ طع ٿيو تہ حيدرآباد جي پراڻي وحدت ڪالوني سامهون اخبارن جو اسٽال ڪولجي، هڪ ڪرسي، هڪ ٽيبل روڊ تي رکي سين، معشوق ۽ اسان ٽنڊي چام جي اسان جي پراڻي ڪامريڊ دوست علي مراد اوٺي وٽ وياسين، جنهن مون کي 500 روپيا ڏنا ۽ آئون صبح جو 5 وڳي سائيڪل تي اچي حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تان اخبارون ڪنيون، اخبار جو وڪڻڻ وارا آواز ۽ سياري جي سرد راتين ۾ لنڊا بازار جو سوئيٽر پائي ريلوي اسٽيشن تان اخبارون کڻڻ واري جفاڪشي مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرندي. شاگرد سياست کي الوداع چئي، سنڌ يونيورسٽي مان پوزيشن کٽي، هاڪر ٿيڻ ۽ اخبار وڪڻڻ وارو ڪم سواءِ ڪنهن نظرياتي ماڻهو جي ٻئي ڪنهن عام شاگرد اڳواڻ جي وس جي ڳالهہ ئي ناهي. جڏهن اخبار جي اسٽال تي اسان سان گڏ سياسي جدوجهد ڪندڙ ڪنهن ٻي شاگرد تنظيم جو اڳواڻ پنهنجي گاڏيءَ مان لهي، اخبار وٺڻ ايندو هو تہ اخبار جا پئسا هٿ ۾ ڏيڻ بجاءِ ٽيبل تي رکندو هو، سندس اهو عمل مون سان جڙڻ ان جي پيار جو اظهار هو ۽ اسان لاءِ فخر جي ڳالهہ بہ هئي، سال ڏيڍ تائين آئون اخبار جي هاڪر طور پورهيو ڪندو هيس. ڪامريڊ چام ساقي هڪ ڏينهن بڪ اسٽال تي آيو، چانهہ گڏجي پيتي سين، هن ويندي هٿ ملائي چيو مون کي اوهان دوستن تي فخر آهي، اوهان سرڪاري زمين تي يا ڪنهن جي گهر ۽ پلاٽ تي قبضا ڪري ڀتا وٺڻ بجاءِ پورهيي ڪرڻ کي ترجيح ڏني آهي، هڪ سني ڪامريڊ ۽ انسان کي ائين ئي ڪرڻ گهرجي.

# چام ساقي جو اليڪشن ۾ بيهڻ

مون کي تہ اهي ڏينهن بہ ياد آهن، جڏهن مارشل لا واري ڪهري دؤر سان جهيڙيندي آمريت جي لهندڙ سج پڇاڙيءَ پاڪستان ۾ جمهوريت جي هڪ تازي هوا واري دري کُلي هئي ۽ 1988 ۾ چونڊن جو اعلان ٿيو هو تہ اسان ڪامريڊ ساٿين ڪامريڊ چام ساقي کي ٿر مان چونڊن ۾ بيهارڻ وارو فيصلو ڪيو ۽ هن ٿرپارڪر مان اين اي 176 تان قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبلي وارن ٽڪن تي فارم ڀرايو هو، اسين سڀ سنڌ جا ڪامريڊ ساٿي نعرا هڻندا، گيت ڳائيندا، اچي ٿر پهتا هئاسين، ماروئڙي جي ديس ٿر جي واريا سين پٽن تي اڏيل پڪڙا ڏسي ائين لڳو ڄڻ ڪامريڊ چام ساقي ۽ ٿر جي هن مٽيءَ سان اسان جو صدين جو روحاني ڳانڍاپو هجي. اسين درياءَ جي وهڪرن جا ماڻهو ۽ هي هيون اسان جي ٿر جون اجايل پٽون، نہ روڊ نہ پاڻي ۽ نہ بجلي، هي ماڻهو تہ هر دؤر ۾ ڏڪار ۽ سڪار ۾ پنهنجي جهانن کي مُنهن ڏيو وينا هئا، مٺيءَ ۾ اسان اليڪشن جو مرڪز ناهيو، اليڪشن جو انچارج ڪامريڊ رمضان هو. قومي اسيمبلي جي ٽڪ تي چام ساقي جي سامهون آزاد اميدوار ارباب امير حسن بيٺل هو ۽ پ پ جو اميدوار غلام محمد لاٽ هو، صوبائي اسيمبلي جي ٽڪ تي چام ساقي جو مقابلو ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم سان هو جڏهن تہ هن ٽڪ تي بہ پ پ غلام محمد لاٽ کي ٽڪيٽ ڏني هئي. منهنجي

ذاتي راءِ آهي تہ پيپلز پارٽي کي ڪامريڊ جام ساقي ۽ رسول بخش پليجي جهڙن ڪاڀي ڌر جي سياسي ۽ نظرياتي اڳواڻن کي جمهوريت جي هن سفر ۾ پاڻ سان گڏ ڪٽي هلڻ گهربو هو، پر پاڪستان اندر ”وڏن“ جي ڪليئرنس ڪان سواءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿي پئي سگهيو تہ سنڌ مان ڪاڀي ڌر جي جماعتن جو ماڻهو اسيمبلي تائين پهچڻ ڏنو وڃي. اسان جو ساٿ جمهوريت جي بحالي واري سفر تائين هو، تنهن ڪري ضياءُ الحق جي حڪومت ڀڄاڻان اسان جون راهون ڀ ڀ ڪان ڌار ٿي ويون، نہ ڀ ڀ ڪامريڊ جام ساقي کي سيٽ آڇي ۽ نہ ئي اسان گهري.

چونڊن ۾ نہ ئي اسان وٽ گاڏيون هيون ۽ نہ پئسو ۽ نہ ئي اليڪشن وڙهڻ جو تجربو، اسان جي سامهون ها تہ جا ارباب، اليڪشن ورڪ شروع ٿي وئي، معشوق ۽ ڪامريڊ رمضان مون کي سڏائي چيو تہ هيءَ اليڪشن آهي، قرب ڪري جذباتي نہ ٿجو، متان ڪٿي ڦڏو ڪري نہ ٻيهو، مون کي ٻن ساٿين سميت تہ جي هڪ ڳوٺ ۾ گاڏي لاهي هلي وئي، ڳوٺ جو نالو ياد ڪو نہ ٿو اچيم نہ اسان جو ڪو واقف نہ رهائش جي ڪا خبر، بس سادي ڀني تي ڪامريڊن هڪ ڇٽ پارٽي جي هڏ ڏوڪي هڪ دوست ڏانهن ڏياري موڪلي، تنهن وٽ وڃي پهتاسين، اسان جا ڌرم تہ ڌار هئا، پر نظريو هڪ هو، تنهن ڇٽ وني پڙهي ۽ دل سان آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ چيائين تہ منهنجا اپرا سيرا ڪک اوهان لاءِ حاضر آهن، پر اسان کي ”اقليت“ وارو نالو ڏئي گڏيل چونڊ سرشتي ڪان ڌار ڪيو ويو آهي، اوهان ڳوٺن ۾ ورڪ ڪيو، پر اربابن بابت ڳالهائڻ وقت ڌيان ڌرجو اسين انهن جي راڄ ۾ وينا آهيون.

اسان جو چونڊ منشور هو، تہ ۾ بجلي، روڊ ۽ مٺو پاڻي، ان وقت اها ڳالهہ بنهہ اڻ ٿيڻي ۽ ديوانن وارو خواب پئي سمجهي وئي.

قومي اسيمبلي وارو تڪ وڏو هو ۽ اسان ان تي ڌيان ڏيڻ بجاءِ سڄو زور صوبائي اسيمبلي واري تڪ تي ڏنو، جلسا ڪياسين، ٽرين سان وڏيون ڪچهريون ٿيون، جام ساقي جي بين الاقوامي ڪميونسٽ تحريڪ سان وابستگي هجڻ باوجود سندس سڄاڻپ

ٿر ۾ پنهنجي والد سائين سچل واري پٽ چام واري هئي، سائين سچل ٿر ۾ تعليم لاءِ وڏو ڪم ڪيو ۽ پنهنجي ذاتي زمين اسڪول لاءِ ڏني. ڪڪاون ڇٺورن واري ذاتي هاسٽل نهرائي، جتي ٻار رهندا ۽ پڙهندا هئا.

ڪامريڊ جمال نقوي جي وڏي نياڻي افشان، عريب اظهر، ناصر آرائين، ماسڪو مان پڙهي واپس ٿيندڙ ڪامريڊ چام جو ننڍيو ڀاءُ ڊاڪٽر سلطان، ڪامريڊ چام جو سئوٽ ۽ جيل جو ساٿي سهيل سانگي سميت سمورن چام جي ساٿين ٿر جي وارياسين پٽن ۾ ”ووٽ پورهيت جو ووٽ ٿر جو ووٽ چام جو“ واري بينر هيٺ اليڪشن مهم هلائي، سياسي پورهيو ڪيو.

چونڊون ٿيون، چونڊن واري ڏينهن پيپلز پارٽي وارا اڳواڻ اسان جي چونڊن ۾ بيهڻ تي ان ڪري به خوش هئا جو کين خبر هئي ته ڪامريڊ اربابن کي ڌانڌلي ڪرڻ نه ڏيندا ۽ اربابن سامهون ٿي بيهندا، اسان ته پولنگ واري ڏينهن به مانيءَ لاءِ پريشان هئاسين، پر همٿ ڪونه هاريسين.

ڪامريڊ جمال نقوي جي وڏي نياڻي افشان، جمال نقوي جي گڏيل صلاح سان نه رڳو ٿر ۾ چونڊ مهم هلائي پر پولنگ رڻ تاريو تي پولنگ ايجنٽ ٿي ويٺي. ڌانڌلي کي روڪڻ لاءِ مزاحمت تي سهيل سانگي ۽ افشان کي ننڊ جون گوريون چانهن ۾ وجهي پياريون ويون. سهيل سانگي ته وري به هوش ۾ رهيو، افشان ته بيهوش ٿي وئي هئي، زري گهٽ مري بچي.

چونڊن جا نتيجا جڏهن ظاهر ٿيا ته ڪي سنا ڪو نه آيا، ارباب غلام رحيم صوبائي ۽ ارباب امير حسن، قومي اسيمبلي تي چونڊن ۾ سوپارا ٿي اسيمبلين ۾ پهتا. مون کي ياد آهي ته پولنگ واري ڏينهن ته چونڊ عمل پورو ٿيڻ کان پوءِ اسان کي مٺي واپس اچڻ لاءِ گاڏي به ڪا نه هئي، گهٽي ڀاڳي اسان ڪامريڊن جي واپسي اليڪشن عملي جي گاڏين ۾ ٿي هئي. ننني مان رسول بخش پليجو به پ پ اميدوار غلام حسين بابو هٿان چونڊ هارائي ويو هو. چونڊن ۾ سوپو گيانچنداڻي جي ڪتيل

سيٽ جا نتيجا تبديل ڪيا ويا، هنن نہ پئي چاهيو تہ سنڌ جو ڪامريڊ سوڀو قومي اسيمبلي ۾ اچي ۽ ڳالهائي، سوڀي جو ڪٽڻ هڪ خاص مائينڊ سيٽ ڪي وارو نہ ڪاڏو.

اسان تہ ۾ اليڪشن ضرور هارائي پر شعور ۽ جاڳرتا جون اهي ڏيئاٽيون ٻاري آياسين، جن جا نتيجا اڄ تائين اچن ۽ محسوس ٿين ٿا. 88 ۾ اسان پاڻيءَ، روڊن ۽ بجليءَ وارو چونڊ منشور رکيو هو ۽ اڄ تہ ۾ اها ڳالهہ ديوانن وارو خواب نہ رهي آهي.

# جمهوري تحريڪ

هاڻ اسان ڪميونسٽ پارٽي ڇڏي چڪا هئاسين. معشوق ۽ وهاب ڪان پوءِ ڪامريڊ رمضان ميمڻ، واحد بخش بنگلاڻي، بشير ٻٽر، عبدالحق بلوچ ۽ معضلا خان ڪجهه مهينن تائين سياسي ۽ نظرياتي تعليم پوري ڪري 2 جولا 1990ع ۾ واپس پاڪستان آيا. ڪامريڊ رمضان جيئن ئي واپس ٿيو ته اسان وچ ۾ نئين سياسي سفر ۽ ٻيهر ڪجهه ڪرڻ لاءِ ڪچهريون ٿيون. ڪامريڊ جمال نقوي پارٽي ڇڏڻ ڪانپوءِ سياسي طرح سرگرم نه رهيو هو، هن عملي سياست بجاءِ پڙهڻ ۽ لکڻ وارو ڪم هٿن ۾ ڪنيو، ان وچ ۾ اسان جون ڪامريڊ ڄام ساقي سان نظرياتي ۽ فڪري ويهڪون جاري رهيون، اسان سرد جنگ جي دؤر ڪان پوءِ جي نظرياتي سياست تي ڳالهائيندا رهياسين ۽ نيٺ ڪنهن ٻي سياسي جماعت ۾ شامل ٿيڻ بجاءِ اسان وچ ۾ ”جمهوري تحريڪ“ نالي تنظيم جوڙڻ تي اتفاق ٿيو، سڄي سنڌ جو دورو ڪري ساٿين کي اعتماد ۾ ورتوسين، سکر ۾ هم خيال، نظرياتي ۽ سياسي طرح هڪ نقطہ نظر رکندڙ دوستن جي اجتماع ۾ اسان جي دوست ايڊووڪيٽ يوسف لغاري ۽ ابرار قاضي کي مبصر طور شرڪت لاءِ خاص دعوت ڏني سين، جن مانائتي موٽ ڏيندي ان ورڪرز ڪنوينشن ۾ شرڪت به ڪئي. هن فڪري ۽ نظرياتي اجلاس ۾

ڪامريڊ ڄام ساقي، ڪامريڊ رمضان ميمڻ، شاهينھ رمضان، ڦوٽو رستماڻي، وهاب پنڊراڻيءَ، آدم ملڪ، عبداش پنهور ۽ ڪامريڊ عرس سيلرو سميت سوين دوست شامل ٿيا، اسان جي جمهوري تحريڪ ٺاهڻ جو بنيادي ڪارڻ اهو هو جو اسان جو جنم ئي ڄڻ سياست لاءِ ٿيو هجي، اسان ڄڻ ڪنهن ٻي مٽيءَ مان هئاسين، ڪنهن پارٽي ۾ وڃي ئي نہ پئي سگهياسين ۽ سياست ڇڏڻ لاءِ ذهن نہ پئي مڃيو. سڪر ۾ اسان جي تفصيلي ڳالهہ ٻولهہ ٿي، انقلابي گيت ٿيا، نعرا لڳا، اسان جي سياست جو ڄڻ نئون جنم ٿيو هجي. غربت بہ هئي، اسان جي پارٽي بہ نہ رهي هئي، پر تنهن هوندي بہ اسان وري ٻيهر جمهوري تحريڪ جي نئين پليٽ فارم تي پنهنجي سرگرمين جي شروعات ڪئي.

# هڪ مسڪين ٽريءَ جو موت

ٽر ڪان بادل ڇڻ رسي ويا هئا، ٽر جون اجايل پٺون ورهين ڪان سايون نہ ٿيون هيون، ڏيهہ ۾ ڏڪار ڪري مال پئي مئو. تن ڏينهن ۾ روڊ رستا نہ هئا، جو ٽر واسين جي سنڌ جي وڏن شهرن تائين پهچ هجي. معصوم ٽري، ڪامريڊ ڄام ساقي، معشوق ملاح، ڪامريڊ رمضان ميمڻ ۽ ٻي سنگت صلاح ڪئي تہ ٽر ۾ ڏڪار لاءِ حڪومت تي دٻاءُ وجهجي ۽ اهڙي ريت "ٽر بچايو ڪانفرنس" ڪرائڻ تي اتفاق ٿيو.

دوستن دعوتون ڏيڻ شروع ڪيون. معصوم ٽري ۽ مان سنڌ جي دوري تي نڪتاسين. حيدرآباد ۾ معشوق ملاح، لالا رحمان سمون ۽ فريد قريشي فنڊ گڏ ڪرڻ لاءِ نڪري پيا ۽ تنهي ساٿين ان ڪم لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. چندو ڪيوسين حيدرآباد مان ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ اسان ڪامريڊ ساٿي بس ۾ چڙهي مٺي پهتاسين. پاويل جوڻيجو اسان ڪان بہ ڏينهن اڳ ڪامريڊ ڄام ساقيءَ جو قومي سوال تي ڪتاب ڇپرائي مٺي روانو ٿي ويو هو.

ٽر بچايو ڪانفرنس ۾ عوامي تحريڪ جو سربراهہ رسول بخش پليجو پنهنجن هٿياربند پارٽيءَ جي محافظ ساٿين سميت اچي شرڪت لاءِ پهتو هو. وارياسين ڀِٽُن جي وچ ۾ اڏيل هن شهر مٺي

۾ اسٽيج نهي. ضابطہ اخلاق طئہ ٿيو تہ هن ڪانفرنس ۾ ڪنهن بہ جماعت يا ڪنهن اڳواڻ جو نعرو نہ لڳندو ۽ ڪانفرنس جو مک موضوع ۽ ايجنڊا ٿر جو ڏڪار ۽ ٿرين جي سهائتا ئي هوندو. هن ڪانفرنس ۾ معراج محمد خان سميت مختلف سياسي پارٽين جا سربراهہ شريڪ ٿيا هئا.

رسول بخش پليجو جيئن ئي پنڊال ۾ پهتو، نعرئ لڳا "رهبر ڪير قوم جو رسول بخش پليجو." اسين بي هٽيار هئاسين ۽ دوستن جو ڊسيپلين بہ لاڳو ٿيل هو، تنهن ڪري اسان ڪو بہ شخصي نعرو نہ هنيو. اسٽيج تي رسول بخش پليجي ڪي سڏايو ويو تہ سندس محافظ ساٿي بہ اسٽيج تي چڙهي آيا. هاڻ ڪو بہ ڊسيپلين نہ رهيو هو ۽ ڪانفرنس ۾ موجود مختلف سياسي پارٽين جي ڪارڪنن جي نعريبازي شروع ٿي وئي. ڊسيپلين جي پيچڪڙي ڪرڻ تي نيٺ آئون جذباتي ٿي ويس ۽ مون اٿي بيهي نعرئ هڻندڙ مختلف سياسي جماعتن جي ڪارڪنن کي نعرئ بند ڪرڻ واري ڳالهہ چئي. بس منهنجو اعتراض ڪرڻ مون مٿان مُڪن ۽ لتُن جو وسڪارو ٿئ ويو. دوستن وچ ۾ پئي منهنجي جان ڇڏائي. منهنجي نڪَ ۽ وات مان رت وهي رهيو هو ۽ وڏيڪ مزاحمت ڪرڻ بجاءِ پنهنجن ساٿين جي ڏنل هدايتن ڪانپوءِ مون ڪنڌ ۾ ويهي باقي منظر پئي ڏٺا. هيءَ اها ڪانفرنس هئي جنهن لاءِ اسان ڏينهن رات هڪ ڪري چندا گڏ ڪيا هئاسين، اسٽيج ناهي هئي سين ۽ بک سٽيل ٿري اچي ان آسَري تي گڏ ٿيا هئا تہ بک ۽ ڏڪار ورچڙهيل هن ديس ۾ اڄ سندن ڪا واهر ٿي پوندي. ڪانفرنس جا اهي ڀيانڪ منظر مون کي اڄ بہ ياد آهن. جلسو هلندي ڪجهہ نوجوان نعرئ هڻندا پنڊال ۾ داخل ٿيا. نعرئ سنڌ- جيئي سنڌ، نعرئ سيد، جيئي سيد. جوابي نعرئ "رهبر ڪير قوم جو رسول بخش پليجو." هلندڙ نعرن دوران فائرنگ ٿي ماڻهن ۾ ڀاڄ پئجي وئي. ٿر ۾ ويا تہ اسان ٿر بچائڻ هئاسين، پر ڏڪاريل ڏيهہ جي وارياسين پٽن تي ٿريا رت ڳاڙيندا اسپتال پهتا ۽ هڪ ٿري ڳوناٺو مارجي ويو.

عوامي تحريڪ جي دعويٰ هئي تہ مارجي ويل ٽري عوامي تحريڪ جو ڪارڪن هو. ڪن ڪيس قوم پرست ڪارڪن پئي ڇيو. سنڌ ۾ هن واقعي تي وڏا تبصرا ۽ تنقيد ٿي. محمد ابراهيم جويي جي سرواڻي ۾ ڪميٽي بہ ٺهي پر اڄ تائين ان ڪميٽيءَ جي رپورٽ منظر تي نہ آئي ۽ هي واقعو بہ ٻين واقعن جيان ماضي بڻجي وسري ويو.

اهي گهڙيون اڄ بہ مون کي ياد آهن تہ ٿر بچايو ڪانفرنس جي اهڙي پڄاڻي کان پوءِ واپس ايندي ساهيءَ لاءِ اسان جي بس بيٺي هئي. مون ڪامريڊ ڄام ساقي کي چيو هو "ڪامريڊ انتها ٿي وئي، سڄي زندگي مار کاڌي آهي، اسان جي رڳن ۾ بہ گرم رت ڊوڙي ٿو، هاڻ اسان کي گانڌيءَ واري پاليسي ڇڏڻ گهرجي."
ڪامريڊ ڄام ساقي مون کي نهاريندو رهيو ۽ هن ڪو بہ جواب نہ ڏنو هو. ٿر بچايو ڪانفرنس واري واقعي منهنجي ذهن تي وڏا ناڪاري اثر ڇڏيا ۽ ورهين تائين آئون رسول بخش پليجي جو مخالف رهيس. مخالفت واري اها ڳنڍ اڳتي هلي ضرور کُلي پر ان واقعي ڪري منهنجي ۽ رسول بخش پليجي وچ ۾ نہ ڄاڻ ڪيتري ئي عرصي تائين ڳالهہ ٻولهہ جا در بند رهيا.

# ڪمون شهيد کان ڪراچي تائين لانگ مارچ

شيخ اياز جي ”ڪٿي نہ ڀڄبو ٽڪ مسافر“ جي سٽ جيان اسان ساٿين وري سنڌ کي جاڳائڻ وارو ڪم پنهنجي هٿن ۾ ڪنيو، ضياءُ الحق کان پوءِ وري ڄام صادق جو دؤر سياسي ڪارڪنن ۽ سنڌ لاءِ ڏکيو دؤر هو. حالتون حد کان وڌيڪ خواب ٿي چڪيون هيون. سنڌ ۾ ڏاڙيل جو راڄ هو ۽ سياسي پيڄڀاهه ڪري انقلاب جي رومانس جي پڇاڙي وارن ڏينهن ۾ سنڌ کي هڪ پيچ تي آڻڻ ڪو سولو ڪم نہ هو، اسان ڪامريڊ ساٿي ٻيهر ڪجهہ ڪرڻ لاءِ ويچاريندا رهياسين. نيٺ سنڌ ۽ پنجاب واري دنگ ڪمون شهيد کان ڪراچي تائين پيرين پنڌ لانگ مارچ ڪرڻ جو فيصلو ٿيو. ڪامريڊ ڄام ساقيءَ ساٿين سميت هڪ دفعو ٻيهر عوام جي وچ ۾ هو.

1991ع وارو هي سال اسان ساٿين جي جدوجهد جو هڪ نئون نرالو سال هو، ڪمون شهيد کان لانگ مارچ شروع ٿيو، ڪامريڊ ڄام ساقي، ڪامريڊ رمضان ميمڻ، قوتو رستماڻي، حيدر چلگري، قادر بخش سيلرو، عرس سيلرو، عبداش پنهور ۽ آدم ملڪ، سوين ساٿين سميت امن جا جهنڊا کڻي مورڙي جي شهر ڪراچيءَ ڏانهن روانا ٿيا، عاجز جمالي، حيدر سيال، وهاب پنڌراڻي جهڙن ڪامريڊن خوب نڀايو، هو پنڌ بہ ڪندا رهيا تہ انتظام بہ. مون معشوق ملاح ۽ فريد قريشي مٿان حيدرآباد ۾

جلسي جا انتظام ڪرڻ ۽ پٽ شاهه کان لانگ مارچ ۾ شامل ٿيڻ سميت ميڊيا ڪوريج کي ممڪن بنائڻ واريون ذميواريون سونپيل هيون. ڪامريڊ حامد جنهن جي امن لانگ مارچ ۾ امن چاندبيو واري نالي سان نئين سڃاڻپ ٿي، تنهن ريڙهي کي منزل تائين رسائڻ جي ذميواري ڪئي. هن دفعي اسان نظرين جي تنگ نظر دائرن کان ٻاهر نڪري سنڌ جي فڪري اندلنن جي سيني رنگن کي پنهنجو سمجهي گڏ ڪري ڪٺي هلي رهيا هئاسين. امن جي هن سفر ۾ امن مارچ جي امن ريڙهي تي پاڪ ڪتاب، شاهه لطيف جو رسالو، سچل جو رسالو، بلي شاهه، بابا فريد جا ڪلام، بائيبل ۽ گيتا رکيل هئا.

سنڌ جي صوفين ۽ درگاهن جي فقيرن به سڌ ۾ سڌ ڏئي مارچ جي نه رڳو آجيان ڪئي، پر فقير جانڻ چن جي فقير سيف علي ڪمون شهيد کان ڪراچي تائين پيرين پنڌ ڪامريڊ ساٿين سان ڪاهوڙين واري رمز سان گڏ رهيو، شاعر حافظ محمد بخش خاصخيلي ۽ مسرور چاندبيو گيڙو ڪپڙن ۾ مرشد لطيف جا سر جهونگاريندا ۽ مارچ ۾ شامل ڪامريڊ ساٿين جو حوصلا بيٺا ڪندا هليا.

سڄي سنڌ ڪامريڊ ساٿين کي محبت جي پيٽا ڏيڻ لاءِ روڊن تي نڪري آئي، گلن جي ورڪا سان گڏ سنڌ ۾ انقلاب لاءِ جان ارپڻ جا وچن ٿيڻ لڳا، هي اهڙو لانگ مارچ هو، جنهن جي سمورين سياسي پارٽين آجيان ڪئي. مارچ اڳيان هلندڙ مزدا تي سمورين سياسي پارٽين جا جهنڊا لڳل هئا. هن لانگ مارچ سنڌ ۾ وڏي نظرياتي ۽ سياسي جاڳرتا پيدا ڪئي. وڪ، وڪ تي آجيان ٿي، اهي دوست مون کي معاف ڪن، جن هن سفر ۾ پنڌ ڪيو ۽ آئون تن جا نالا لکي نه سگهيس، پر سچ ته هن مارچ ۾ هزارين ماڻهن وک وک تي اسان جو ساٿ ڏنو، ڪن ميل ته ڪن دوستن هفتن ۽ ڏينهن تائين پنڌ ڪري پنهنجا پير پٿون ڪيا.

دوستن جي طع ٿيل ذميوارين موجب اسين پٽ شاهه کان لانگ مارچ ۾ شريڪ ٿياسين. مون سان گڏ منهنجي گهرواري گلزار به

مارچ ۾ اچي شريڪ ٿي، بختاور، ادي اختر جام، ڪامريڊ شاهينہ رمضان، سندن نياڻي حميرا شاهين، سجاد ظهير بہ ڪامريڊ ساٿين سان پيرين پنڌ قدم قدم ۾ ملائي هلندا رهيا. گيت ”هٽڪ هلو ڏيما هلو“ ۽ امن جا نعريٰ هٽندي هيءُ قافلو جڏهن پٽ شاهہ پهتو تہ ڪامريڊن جي پيرن ۾ لڦون پئجي چڪيون هيون، پير سڄل ۽ زخمي پر حوصلا بلند، رات جو راڳ جي محفل ۾ انقلابي گيت، صبح جو اٿي جهنڊا ڪٺي نعريٰ هٽي اڳتي وڌڻ، اهو عشق ئي تہ هو- حيدرآباد شهر ۾ سڄي سنڌ گڏ ٿي- جڏهن امن مارچ حيدرآباد پهتو تہ هزارين هٿن تاڑيون وڄائي گلن جي ورڪا ڪري اجرڪ پارائي ڪامريڊ ساٿين جي آجيان ڪئي. هيرآباد ڪان ٿي قافلو حيدرآباد پريس ڪلب ۽ ريڊيو اسٽيشن واري هنڌ پهتو تہ وڏي جلسي ۾ تبديل ٿي ويو. امن مارچ جي هن پانڌيئڙن جي جلسي کي ڏسڻ لاءِ سنڌ جي عظيم ڪهاڻيڪار محترمہ نورالهديٰ شاهہ پهتي تہ گاڏيءَ تي لڳل سمورن پارٽين جي جهنڊن جي صورت ۾ پيدا ٿيل اتحاد ۽ ٻڌيءَ کي ڏسي هوءَ بہ پانڌيئڙن جي هن پنڌ ۾ شامل ٿي وئي.

ڪامريڊ جام ساقيءَ جي لانگ مارچ دوران سندس والد ۽ ٿر ۾ علم جا ڏيئا ٻاريندڙ امر ڪردار سائين سچل سخت بيمار هو، هو هر ڏينهن ڪامريڊ جام ساقي جي حيدرآباد پهچڻ بابت پڇندو رهندو هو، جام ڪٿي پهتو ؟ وارو سائين سچل جو سوال گهرياتين جي جيءَ کي جهوري وجهندو هو، جيلن ٻاهران راتيون جاڳي گذاري پنهنجي قيدي پٽ سان ملاقات ڪندڙ هي آدرشي انسان سائين سچل ڪامريڊ جام ساقي جي اچڻ جي.اوسيئڙي ۾ هو، سائين سچل جي انتظار جي پڄاڻي ٿي، نيٺ اسان جو قافلو بہ 30 ڊسمبر تي حيدرآباد پهتو تہ سائين جي اکڙين هڪ انقلابي پٽ کي ڏٺو ۽ نيٺ 31 ڊسمبر 1991 تي سائين پنهنجي پٽ ۽ سندس انقلابي ساٿين کي سدائين لاءِ الوداع چئي موت جي منڙي ياڪر ۾ هليو ويو. سندس وصيعت موجب سائين سچل کي حيدرآباد ۾ مٽيءَ ماءُ جوالي ڪيو ويو، اسان ڪامريڊ ساٿين هيءَ

امن مارچ جاري رکيو ۽ ڪامريڊ جام ساقي عذر خواهين ونڻ لاءِ قاسم آباد ۾ ترسي پيو، سائين سچل جي وچوڙي وارو صدمو کڻي اسان ڪوٽڙيءَ کان نئين واري رستي ڪراچيءَ ڏانهن پيرين پنڌ هلندا رهيا سين، وک، وک تي آڏرپاءُ ٿيو، هاڻ آئون، معشوق ملاح، ڪامريڊ رمضان ميمڻ سان گڏ قافلي جا انتظام سنڀالڻ لڳس. اسان جو دوست فريد قريشي به لانگ مارچ جي انتظامي ڪمن ۾ ڏاڍو سرگرم هو، لاڳيتو پنڌ ڪرڻ ڪري مون کي به پنهنجن ڪامريڊ پانڌيئڙن جيان پيرن ۾ ڦلوڪڙا پئجي ويا، پر پيرن ۽ دردن جو پاڻ ۾ اهڙو تہ رشتو جڙيو جو جڻ درد ۽ پيرن جي ويجهي مائٽي ٿي هجي. وائسز گروپ ۽ بيدل مسرور جي آواز ۾ شيخ اياز ۽ فيض احمد فيض جا ڳايل انقلابي گيت اسان کي نوان حوصلا ڏئي رهيا هئا ۽ اسان نعريٰ هڻندا اڳتي وڌياسين پئي، رات جو سنڌ جي شاعر ۽ صوفي حافظ محمد خاصخيلي جي شاعري ۽ آواز تي مست ٿي جهومڻ واريون ڪيفيتون اڄ بہ مون کان وسرن نٿيون، جڏهن تہ سائين جانڻ چن جي فقير سيف علي جي رمز ئي پنهنجي هئي، هو ڪئميرا کان پري هوندو هو، نہ فوٽو نہ اسٽيج، هن عاشق جو جڻ محبوب کي ڏسڻ وارو هي پنڌ هجي، فقير سيف علي گهٽ ڳالهائيندو هو، هن جي رمز مون کي موهي وڌو، هلندڙ لانگ مارچ واري هن پنڌ دوران مون کيس چيو "سائين اسان کي بہ ان رمز ۾ وٺو" "ڏسي چيائين، بابا ڏاڍو ڏکيو پنڌ آهي، اوهانُ جي وس جي ڳالهہ ناهي." ڪيترا ڀيرا مون کيس رات جو سمهڻ لاءِ هنڌ بستر ڏنو هوندو، پر هو چوندو هو منهنجي ڳڻتي نہ ڪريو، اوهان ٻين پانڌيئڙن جي واهر ڪيو، جيڏي تڪليف هوندي هئي، سائين اوڏو ئي سُرهو ٿيندو هو. پانڌيئڙن جو امن قافلو سنڀاليندا، گيت جهونگاريندا، اسان ٺٽي ويجهو پهتاسين، معشوق ملاح کي مانيءَ ٽڪيءَ جي بندوبست ڪرڻ وارو ڪم ڏنل هو. جيڪو هن خوب نڀايو.

ڪامريڊ جام ساقي بہ ٿيجهي بعد امڙ مِينهن ٻائي کي پيرن تي هٿ رکي موڪلائي ٻيهر اچي ٺٽي ۾ پانڌيئڙن جي پنڌ ۾ شامل

ٿيو. امن جو هي پنڌ سنڌ ۾ امن رواداري، سهپ واري سماج، سماجي تبديلي، سياسي پارٽين ۾ ويجھڙائپ، ڏوهن جي دنيا کي چڙي، اينڊڙ ڌاڙيلن کي عام معافي ڏيارڻ ۽ سنڌ ۾ امن لاءِ هو.
اسان ڪمون شهيد کان ڪراچيءَ تائين جيئڻ ئي امن مارچ شروع ڪيو هو ته عوامي تحريڪ جي سرواڻ رسول بخش پليجي سکر کان ڪراچي تائين مارچ جو اعلان ڪيو، اسان جي ڪامريڊ ساٿين رسول بخش پليجي صاحب جي ان اعلان تي گڏجاڻي ۾ ناراضگي جو اظهار ڪيو ۽ چيو پئي ته مارچ جو اعلان اسان اڳ ۾ ڪيو آهي، پليجو صاحب اسان جي مارچ جو ٽيمپو ٽوڙڻ گهري ٿو. پر ڪامريڊ جام ساقي ڪامريڊن کي ڪنهن به ردعمل ڏسڻ ۽ اختلافي بيان کان روڪي ورتو، اسان جڏهن پيرين پنڌ ڪندا ڪراچي گگهر ڦاٽڪ تي پهتاسين ته اتي اسان جو تاريخي استقبال ٿيو، ڪراچي جي ويڪرن رستن تي سوين ماڻهن جي ڏنل محبتن اسان کي سياسي ۽ نظرياتي طرح جياري وڌو. ياد ٿو اچيم ته محترمه بينظير ڀٽو، رسول بخش پليجو جي سرواڻي هيٺ ڪراچي پهتل مارچ ۾ شريڪ ٿي هئي، اسان جي قافلي جي پانڌيئڙن وٽ به هوءَ آجيان لاءِ اچڻي هئي، پر پاڻ نه اچي سگهي ۽ پيپلز پارٽي جي وفد اسان جي آجيان ڪئي.
اسان پانڌيئڙا ڪراچي جي مک رستي تي ويٺا هئاسين ته قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي هڪ ايمبولينس پئي آئي، اسان رستو ڏيڻ جو اعلان به ڪيو، پر گاڏي اسپيڊ سان اتان گذري وئي، جنهن هيٺان اچي اسان جي قافلي جو هڪ ساٿي (نالو ياد نٿو اچيم) زخمي ٿي پيو، جنهن کي اسان بنا دير اسپتال پهچايو.
اسان جو امن مارچ سنڌ کي هڪ نئين اميد ۽ اتساهه ڏئي منزل تي پهتو هو، شروعات کان پڄاڻي تائين لانگ مارچ جي پاڪستان جي اردو، سنڌي ۽ انگريزي اخبارن ۾ وڏي ڪوريج ٿي، سچ ته هن مارچ سان نه رڳو سياسي بيداري ٿي پر عوامي دٻاءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو جن هٿن ڌاڙيل پيدا ڪيا تن ئي انهن کي محدود ڪرڻ لاءِ آپريشن شروع ڪيو، ڌاڙيلن خلاف هن

آپريشن جو منفي رخ اهو به نڪتو تہ هن آپريشن ۾ ڌاڙيلن ۽ ڌوهارين سان گڏ سنڌ جا بيگناهہ ماڻهو به ماريا ويا. اسان ڪراچي پيرين پنڌ ويا هئاسين ۽ مارچ ختم ڪري بسن ۾ سوار ٿي اچي حيدرآباد پهتاسين.

# ڪامريڊ ڄام ساقي ڪي برين هيمرج ٿيڻ

لانگ مارچ کان پوءِ اسان مان ڪنهن به نه پئي ڄاتو ته اسان ساٿين مٿان هڪ ٻيو وڏو امتحان اچڻو آهي ۽ اهو امتحان اسان کي صفا جهوري وجهندو، جيلن جي سختين سنڌ جي دوري ۽ مٿان وري لانگ مارچ کان پوءِ ڪامريڊ ڄام ساقيءَ جي صحت ڏاڍي متاثر ٿي، اها خبر اسان ڪامريڊ ساٿين ۽ عوام لاءِ وڄ ڪرڻ جيان هئي، جڏهن ڪامريڊ ڄام ساقي کي برين هيمرج جو حملو ٿيو.

ڪامريڊ سنڌ جي دوري تي ويل هو، لاڙڪاڻي پهتو ته دوستن اطلاع ڪري ڪامريڊ ڄام جي برين هيمرج بابت ڄاڻ ڏني، بيهوشيءَ واري ڪيفيت ۾ حالت ۾ دوست کيس ڪراچي کڻائي آيا ۽ ڪامريڊ کي جناح اسپتال جي انتهائي نگهداشت واري وارڊ ۾ رکيو ويو، ادي اختر ڪراچي ۾ هئي، ڊاڪٽر بختاور، سڄاد ظهير به اتي ڪراچي ۾ هئا، ان گهڙي سمورن گهرياتين جي اکين ۾ ڳوڙها هئا، مان ۽ معشوق به ڪراچي جناح اسپتال آياسين، اسان جو ليڊر ۽ مهربان ساٿي ڄام ساقي زندگي ۽ موت جي ٻه واٽي تي بيٺل هو، اسان پري کان پنهنجي ڪامريڊ ساٿي کي انتهائي نگهداشت واري وارڊ ۾ رکيو ڏسي سگهياسين، دلي ۽ روحاني طور ان حد تائين ڏک واري ڪيفيت هئي، جو اسان

هڪبئي کي نظرن ۾ نهاري آٿت ئي ڏيندا رهياسين.
ڪامريڊ ڄام ساقي جي جان بچائڻ لاءِ سنڌي اخبارن ۾ ايڊيٽوريل لکيا ويا، سنڌ اسيمبلي ۾ مخالف ڌر وڏو گوڙ ڪيو، قومي اسيمبلي ۾ حاصل بزنجي ڄام ساقي جي حياتي بچائڻ لاءِ علاج ڪرڻ وارو مطالبو ڪيو، مسجدن، گرجا گھرن ۽ مندرن ۾ خاص دعائون گھريون ويون، سهيل سانگي، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، امداد اوڍو، علي قاضي سميت ڪامريڊ جي پراڻن صحافي دوستن سنڌ حڪومت مٿان ان حد تائين دٻاءُ وڌو، جو تڏهوڪو وڏو وزير مظفر شاهه ڪامريڊ سان عيادت لاءِ جناح اسپتال آيو ۽ هن ڪامريڊ جو لنڊن مان علاج وارو اعلان به ڪيو، ڄام ساقي آءِ سي يو ۾ هو ۽ علاج ڪندڙ ڊاڪٽرن، سهيل سانگي کي گهرائي چيو ”اوهان ذهني طور ڪنهن به خبر لاءِ تيار رهو“ ها پر جن ڄام ساقي کي ڄاتو پئي تن کي پوري پڪ هئي ته ڄام ساقي وري ماڻهن ۾ ورڻو آهي. ڊاڪٽر سليمان شيخ ته ان وقت سهيل ۽ ساٿين کي آٿت ڏيندي چيو هو ”ڄام ڏاڍو مڙس آهي، ڳڻتي نه ڪيو هو پڪ سان ڪو نه مرندو“ ڄام ساقيءَ جا ٻارڙا سارنگ، سرواڻ ۽ پارس به ڏاڍا اداس ۽ غمگين هئا، ڄام ساقي جي اندر جي سگھه ڪيس نئين حياتي ڏني ۽ نيٺ ڄام ساقي موت کي مات ڏئي هڪ دفعو ٻيهر نئين زندگي ماڻي موٽيو، اسان سڀ دوست ڏاڍو خوش ٿياسين، اسان جي وڃايل مُرڪ موٽي آئي، ڪامريڊ جناح اسپتال ۾ ئي هو ته ڪيس هوش آيو ۽ ٿورڙن ئي ڏينهن ۾ سندس صحت بهتر ٿيڻ لڳي، ڪامريڊ ڄام ساقي وڌيڪ علاج لاءِ لنڊن ويو ته سهيل سانگي به ڪامريڊ ڄام ساقي سان گڏ لنڊن روانو ٿيو. برين هيمرج واري هن حملي ڪامريڊ ڄام ساقي کي صفا هيڻو ڪري وڌو ۽ هو جڏهن لنڊن مان موٽيو ته صفا ڪمزور هو؛ اهي پير جن ڪرڪٽا ئي نه لاٿا هئا ڇهل قدمي جهڙا مس رهيا، اهو به هڪ دؤر هو، جيڪو اسان ڏٺو ۽ وڏي پيڙاهه مان گذرياسين.
ڪامريڊ ڄام ساقي جي بيماري، دوستن جي وڪري وڃڻ ۽ مٿان

وري غربت ڪري اسان جي زندگي چوواٽي تي اچي بيٺي، سياست ڪرڻ به ڇاهي سين پئي، پر حالتون بنهه ان جي ابتڙ هيون، ڪامريڊ جام ساقي سان ڪامريڊن ساٿين جي ملاقات ۽ ڪچهريون جاري رهيو، مان فريد قريشي ۽ رمضان هر روز ڪامريڊ سان ڪچهريءَ لاءِ سندس گهر ويندا هئاسين، مختلف سياسي اڳواڻ به ڪامريڊ سان عيادت لاءِ ايندا هئا، بيگم نصرت ڀٽو به ڪامريڊ جام ساقي جي گهر آئي هئي.

# محترمه بينظير ڀٽو، جام ساقي ملاقات

پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي چيئرپرسن ۽ اڳوڻي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو مخالف ڌر ۾ هئي، محترمه جو نياپو آيو ته هوءَ جام صاحب سان سندس والد جي تعذيت ۽ سندس عيادت لاءِ اچي رهي آهي، ڪامريڊ جام ساقي مون، ڪامريڊ رمضان، فريد قريشي، معشوق ملاح کي ان ڏينهن گهر موجود رهڻ لاءِ چيو، ڪامريڊن جي گهرن جا در سدائين عوام لاءِ کليل هوندا آهن، محترمه بينظير ڀٽو اچڻ جو ٻڌي ڪامريڊ جام ساقي جي نسيم نگر واري ننڍڙي گهر ۾ سڄي پاڙي جون مايون ۽ ٻارڙا گڏ ٿي ويا. نورالهديٰ شاهه کي به ڪامريڊ جام ساقي، محترمه بينظير جي گهر اچڻ وارو نياپو ڪيو. سا به جام جي گهر پهتل هئي، محترمه پارٽيءَ جي قافلي سان گڏ جڏهن جام جي گهر پهتي ته سڄو گهر پاڙي وارين پيبرن سان ڀريل هو. پاڙي جي پيبرن جي گهٽي انگ ۾ اچڻ ۽ گهر ننڍي هئڻ ڪري اسان جي محترمه سان نويڪلائي ۾ ڪا به سياسي ڳالهه ٻولهه ٿي نه سگهي. ڪامريڊ جام ساقي جي فقيراڻي رمز جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو. جو هن محترمه کي ڪولڊ ڊرنگ واري شيشي ڏني ته محترمه بينظير ڀٽو مسڪرائيندي چيو ”ساقي صاحب مجهي چائي پيني هي“ اها چانهه به ڪنهن ڪامريڊ ساٿي کي هوٽل تان آڻڻ لاءِ چيوسين، جيسين چانهه اچي، ان کان اڳ محترمه بينظير ڀٽو جام ساقي کان

موڪلائي رواني ٿي. جنهن گهر ۾ تنهنجو ساٿي، منهنجو ساٿي جام ساقي، جام ساقي جا نعرا لڳندا هئا. ان ئي گهر ۾ اسان نعرا ٻڌو، جيئي ڀٽو جا نعرا ٻڌا.

محترمه بينظير قاسم آباد ۾ جلسو ڪيو. اسان ڪامريڊ جام ساقي سان گڏ جلسي ۾ شريڪ ٿياسين. محترمه بينظير ڀٽو ڪامريڊ جام ساقي سان مخاطب ٿيندي چيو "پاڪستان پيپلز پارٽيءَ کي جام ساقيءَ جهڙن بهادر ساٿين جي ضرورت آهي" پيپلز پارٽيءَ ۾ ڪابي ڊر واري ڏارا سان جڙيل اسماعيل اوڍيجي ڪامريڊ جام کي چيو "ڪامريڊ هي سٺو موقعو آهي، محترمه اوهان کي پارٽي ۾ اچڻ جي پاڻ دعوت ڏني آهي. اوهان پ پ ۾ شامل ٿيو" پر ڪامريڊ پ پ ۾ وڃڻ جو اعلان نه ڪيو.

ڪامريڊ جام ساقي سان هاڻ اسان ٿورائي ڪامريڊ ساٿي بچيا هئاسين. نظرياتي بحران ۽ وسيلن جي اڻاٺ اسان کي ٿڪائي وڌو هو. تنهن هوندي به اسين نظرياتي سياست تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار نه هئاسين. پر حالتون اسان جي حق ۾ نه رهيون. نيٺ اسان ٿڪجي پياسين ۽ مرشد لطيف جي سرڪاهوڙي واري ڪردار وارا ڪرڪٽا لاهي ويناسين. ڪامريڊ جام ساقي ان پ پ ۾ شامل ٿيو. جنهن جو ذڪر مولابخش چانڊيو پنهنجي ڪتاب ذڪر زندان ۾ ڪجهه هن ريت ڪيو آهي. هو جيل جي ڊائري ۾ لکي ٿو. "ڪامريڊ جام ساقي صاحب چيو ته اسين پ پ کي اقتدار ملڻ تائين ان اسان گڏ هونداسين. پ پ کي اقتدار ملڻ گهرجي، اها تاريخي ضرورت آهي. اسان کي تاريخ ڏنڊا هڻي پ پ سان گڏي ڇڏيو آهي، ڀٽي صاحب کي ڦاهي نه اچي ها ته نذير عباسي به شهيد نه ٿئي ها. مون بينظير کي چيو ته تون نيشنلي وڏي آهين. انٽرنيشنلي آءُ وڏو آهيان." ذڪر زندان جو صفو (53) جنهن ڪامريڊ ساٿي انٽرنيشنلي پاڻ کي وڏو پئي سمجهيو. تنهن کي غربت، نظرياتي بحران سياسي حالتن ۽ ڪامريڊ ساٿين جي ٽوڙڦوڙ نيٺ پ پ ۾ شامل ٿيڻ تي مجبور ڪري وڌو. جام ساقي نه رڳو پ پ ۾ شامل ٿيو، پر وڏي وزير جو صلاحڪار به ٿيو.

امڙ مِينهنَ بائي ڪامريڊ ڄام ساقي سان بي پناهہ محبت ڪندي هئي. هڪ ڏينهن گهر اچڻ جو حڪم ڏنو. امڙ گهر جي اڱند تي ويٺي هئي. ڇيائين ڄام کي سدائين ڪامريڊ ساٿين سنڀاليو آهي. پ پ ۾ هو اڪيلو ٿي پوندو، اوهان ڪامريڊ ساٿي بہ ڄام سان گڏ پ پ ۾ شامل ٿي وڃو. ڪامريڊ ڄام ساقي جي امڙ جي حڪم تي ڪامريڊ رمضان ميمڻ، وهاب پنڌراڻي، عرس سيلرو، ڪامريڊ ڄام ساقي سان گڏ پريس ڪانفرنس ڪري پ پ ۾ شامل ٿيا. پر انهن ميمبر شپ نہ ورتي ۽ نيٺ پ پ جي خاص سياسي ڪلچر ڪري هو بہ پ پ کان پاسائتا ٿي ويا. معشوق ۽ مان پ پ ۾ شامل نہ ٿياسين. اسان پنهي کي خبر هئي تہ اسان ان ڪلچر ۾ رچي بسي نہ سگهنداسين. ڄام ساقي جڏهن صلاحڪار ٿيو تہ آدم ملڪ دوستن جي صلاح سان ڄام سان گڏ رهيو ۽ آخري ڏينهن تائين نڀائيندو رهيو.

محترمہ بينظير ڀٽو کي ڄام ساقي جي سياسي قد ڪاٺ جي خبر هئي. محترمہ بينظير ڀٽو، ڄام ساقي کان سڀ کان وڏو ڪم بلوچن سان ڊائلاگ وارو وٺڻ پئي چاهيو، ان سلسلي ۾ آصف زرداري جو ڄام ساقيءَ کي فون بہ آيو هو. آصف زرداري جا هي لفظ هئا "ڄام صاحب اوهان بين الصوبائي ڪانفرنس ۾ وڃڻ جي تياري ڪيو" ڄام ساقي جو جواب "ٽڪيٽ جو ڇا ٿيندو.؟" آصف چيو هو تہ "اوهان ڳڻتي نہ ڪريو، ٽڪيٽ جو بندوبست ٿي ويندو" ڄام جي صحت جو ڪارڻ هو يا ڪو ٻيو سبب مون کي ياد نٿو اچي پر ڄام ساقي ان ڪانفرنس ۾ وڃي نہ سگهيو هو. محترمہ بينظير ڀٽو بلوچن کي مک سياسي ڌارا ۾ آڻڻ پئي چاهيو. محترمہ جي شهادت کان اڳ ۾ اهڙي اي ميل محترمہ بينظير ڀٽو، تاج حيدر کي بہ ڪئي هئي. جنهن ۾ محترمہ جي پارٽي قيادت کي بلوچن سان ڳالهائڻ لاءِ ڪامريڊ ڄام ساقي کان مدد وٺڻ جي هدايت ڪيل هئي.

# وطن دوست انقلابي پارٽي

اسان جن ڏينهن ۾ سياست پئي ڪئي، انهن ڏينهن ۾ وطن دوست انقلابي پارٽي کي بہ سنڌ ۾ وڏي موٽ ملي، سڄي سنڌ ۾ وطن دوست انقلابي پارٽيءَ جي تنظيم ڪاري ٿي، مون کي ياد ٿو اچي تہ تلهار ۾ وطن دوست انقلابي پارٽي جو تاريخي جلسو ٿيو هو، ڪامريڊ چام ساقي آزاد ٿيڻ بعد ان جلسي ۾ شريڪ ٿيو هو، اسان جو قافلو بہ چام ساقي جي اڳواڻي ۾ تلهار پهتو هو، ها ان ئي ڏينهن هڪ ڪارڪن جاني ماڇي پارٽيءَ جو جهنڊو هٽنديءَ بجليءَ جي تارن ۾ وچڙي فوت ٿي ويو هو، جلسي کي تعزيتي جلسي ۾ تبديل ڪيو ويو هو. ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ پارٽي سربراهہ طور جڏهن پنڊال ۾ داخل ٿيو هو تہ هزارين ماڻهن اٿي بيهي سندس آڌر ڀاءُ ڪيو هو.

عوامي تحريڪ جو سربراهہ رسول بخش پليجو طبيعت ناساز هوندي بہ جلسي ۾ پهتو هو، سندس پارٽي جا محافظ جڏهن اسٽيج تي پئي آيا تہ وطن دوست انقلابي پارٽي جي هٿياربند ساٿين کين چيو تہ ”اوهان پنڊال ۾ ساٿين سان گڏ جلسي ۾ تقريرون ٻڌو، پليجي صاحب جي سيڪيورٽي جي ذميواري هاڻ اسان جي آهي“

اهو دؤر سنڌ جي آدرشي سياست جي جوڀن وارو دؤر هو، واهُ

اهڙو گهليو جو سڀ ڪجهہ ڪک پن تي ويو. ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ سدائين سچو سياسي ڪارڪن رهيو ۽ هن جيئي سنڌ جي مختلف ڌرين سان رهي سياسي جدوجهد جاري رکي، جيئي سنڌ محاذ ۾ شامل ٿيو تہ اتي بہ چڱي نموني سنڌ جي آجپي جي ڳالهہ ڪندو رهيو.

سنڌ وطن دوست انقلابي پارٽي کان وٺي وطن دوست انقلابي پارٽي جي سياسي، نظرياتي ۽ انقلابي سفر تائين هن پارٽيءَ ۽ ان جي فرنٽ تي مختلف قومپرست ۽ ڪميونسٽ تحريڪن جي ڌارائن کان ڌار ٿي وطن دوست انقلابي پارٽيءَ ۾ شامل اڳواڻن ۽ ڪارڪنن عزيز عباسي، محمد خان احمداڻي، عبدالرحمان نقاش، ضمير لاڙڪ، گلشير شر، همت پتافي، سڪندر پتافي، ڊاڪٽر شمس صديقي، اظهر خواجا، هوت خان گاڏهي، قربان جسڪاڻي، حق نواز جسڪاڻي، مظفر ڪلهوڙو، پنهل ساريو، زاهد مخدوم، عزيز ڪنگراڻي، ابراهيم سوهو سماجي تبديلي لاءِ وڙهندا ۽ جهيڙيندا رهيا ۽ ٻين انقلابي ڪارڪنن جيان هنن دوستن بہ انقلاب ۽ انقلابي تحريڪ لاءِ پنهنجي جان ارپي ڇڏي هئي.

# سنڌ جو قومپرست
# سوشلسٽ عبدالواحد آريسر

سائين جي ايم سيد جي سربراهيءَ هيٺ ڪم ڪندڙ جيئي سنڌ محاذ ۾ عبدالواحد آريسر کي سوشلسٽ سمجهيو ويندو هو، محاذ ۾ کيترائي نظرياتي لاڙا ضرور هئا، پر سڀني مقصد هڪ ئي سنڌ جي آزاديءَ وارو هو. آريسر ۽ ان سان گڏ موجود دوست نظرياتي طور آزاد سنڌ ۾ سوشلزم جا پرچارڪ هئا، جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي هيٺين ۽ وچولي طبقي جا ڪارڪن شامل هئا. آريسر وڏي پائي جو مقرر هو، هو جڏهن جلسن ۾ ڳالهائيندو هو ته لنگ ڪاندارجي ويندا هئا. سائين جي ايم سيد جي سرواڻي هيٺ ڪم ڪندڙ جيئي سنڌ هلچل ۾ سوشلسٽ تحريڪ وارا لاڙا سدائين موجود رهيا آهن. جنهن جي نتيجي ۾ سائين جي هن تحريڪ کان کيترائي دوست تنظيمي طور ڌار به ٿيندا رهيا، پر عبدالواحد آريسر زندگي جي آخري گهڙيءَ تائين جي ايم سيد جي فڪر جو پرچارڪ رهيو. جيئي سنڌ قومي محاذ جڏهن ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو ته هن جيئي سنڌ قومي محاذ واري نالي سان ئي پنهنجي تحريڪ جاري رکي ۽ هو جسقم جي اڳواڻي ڪندي مرڻ گهڙيءَ تائين وطن جي آجپي جي ڳالهه ڪندو رهيو.

# سنڌ دوست انقلابي پارٽي

سنڌ دوست انقلابي پارٽيءَ جا دوست بہ جيئي سنڌ محاذ کان ڌار ٿي سوشلسٽ سنڌ وارو خواب کڻي نڪتا هئا، جڳديش آهوجا سان حال احوال پئي ٿيا تہ هن ٻڌايو تہ جڏهن اسان جيئي سنڌ محاذ کان ڌار پئي ٿياسين، ان وقت جيئي سنڌ محاذ ۾ 3 ڌارائون هيون، عبدالواحد آريسر پروگريسو نيشنلسٽ هو، آئون (جڳديش) فيض پيرزادو ۽ قائم الدين شاهہ سوشلسٽ ۽ ميڊم حميده کهڙو قومپرستيءَ واري ڌارا سان جڙيل هئا، ميڊم حميده کهڙو واري ڌارا جو چوڻ هو تہ اوهين سوشلزم جي ڳالهہ نہ ڪريو، ان سان قوم ورهائجي وڃي ٿي ۽ اهڙي طرح اسين جيئي سنڌ اندر سوشلسٽ ڌارا وارا دوست محاذ کان ڌار ٿي ٻاهر نڪري آياسين، محاذ کان ڌار ٿيندڙ دوست انتهائي نظرياتي طرح پڪا پختا هئا، دلشاد ڀٽو (سينيئر) ڀهريون نظرياتي ڊاڪيومينٽ ”پاڪستان جبري الحاق“ لکيو ۽ ان تي سڄي سنڌ ۾ بحث ٿيو، هنن دوستن 14 رڪني ڪميٽي جوڙي، ادريس چانڊيو ۽ جليل ڪورائي ان جا اڳواڻ ٿيا، مون کي جيسين ياد ٿو اچي تہ 1984 ڌاري ڀهرين سنڌ دوست مزدور تنظيم ان کان پوءِ سنڌ دوست انقلابي تنظيم ۽ بعد ۾ سنڌ دوست انقلابي پارٽي جو بنياد پيو. هن تنظيم سنڌ ۾ آزاد سوشلسٽ سنڌ جو پروگرام ڏنو. سنڌ دوست انقلابي پارٽيءَ کي بہ سنڌ جي نوجوانن وڏي موٽ ڏني ۽ قومپرست خيال رکندڙ

هيئنين ۽ مڊل ڪلاس طبقي جا شاگرد نوجوان سنڌ دوست واري نالي ۽ سوشلسٽ سنڌ واري پروگرام ڪري سنڌ دوست انقلابي پارٽيءَ ۾ وڏي انگ ۾ شامل ٿيا. خاڪي جويي جهڙي مخلص قومپرست سياسي اڳواڻ ۽ قومپرست دانشور بہ سنڌ دوست انقلابي پارٽي جي جهولي ۾ پنهنجو فڪري پورهيو وڌو.

سنڌ دوست انقلابي پارٽي پنهنجي دؤر جي هڪ نظرياتي پارٽي هئي. جڏهن اسان ميهڙ ۾ سياسي ڪچهريون ڪندا هئاسين تہ اسان جا سنڌ دوست جيٰ ڪامريڊ حجت عباسي سان قومي سوال تي وڏا بحث ٿيندا هئا. عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي بحران جي نتيجي ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جيان هن پارٽيءَ سان بہ اهو ئي ساڳيو حال ٿيو ۽ اسان جي پارٽيءَ جيان سويت يونين جي ٽٽڻ کان پوءِ سنڌ دوست انقلابي پارٽي بہ پنهنجو وجود وڃائي ويني.

# بختاور سان شادي

اسان تنظيمي سرگرمين جي سلسلي ۾ حيدرآباد کان جوهي وڃي رهيا هئاسين ته هلندڙ بس دوران اسان هڪ ٻئي کي ڏٺو ۽ مسڪرايو، ائين نظرن جو ملڻ ۽ مسڪرائڻ جڻ هڪ ٻئي کي چاهڻ وارو هڪ نياپو هو. جلسو ختم ٿيو ته بختاور چانورن جي پليٽ ڀري منهنجي ويجهو اچي ويٺي، اسان گڏجي چانور کاڌا نه هن ڪو اظهار ڪيو نه مون، پر اسان سچ ته ان سفر ۾ روحاني طرح هڪ ٻئي جا ٿي چڪا هئاسين. جوهي کان واپس آياسين ته ڄامشورو ڦاٽڪ تي سيني ڪامريڊ ساٿين گڏجي چانهه به پيتي ۽ پنهنجن-پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿي وياسين.

آئون ۽ معشوق پنهنجي پارٽي ۾ حد کان وڌيڪ سرگرم هوندا هئاسين ۽ پارٽيءَ جي ئي هدايتن تحت ئي اسان کي ڪامريڊ ڄام سان روز جي بنياد تي رابطي ۾ رهڻ-سرگرميون ڪرڻ، نظرياتي ۽ سياسي معاملن تي حڪمت عملي جوڙڻ واري ذميواري مليل هئي. حيدرآباد ۾ آئون، ڪامريڊ رمضان ۽ معشوق ڪامريڊ جي اعتماد جوڳن ساٿين مان هئاسين. اسان جي پارٽيءَ ۾ اسٽڊي سرڪل هلندا هئا، نظرياتي ۽ سياسي بحث ٿيندا هئا. ڪامريڊ ساٿين جي مشوري سان اسان جو اسٽڊي سرڪل جو گروپ ٺهيو، جنهن ۾ مان، راجا پمر لال، سجاد ۽ بختاور مهيني ۾ ٽن کان

چئن اسٽڊي سرڪل ۾ گڏ ويهندا هئاسين.
بختاور وڏي سياڻ واري معصوم ڇوڪري هوندي هئي، اجا هن ٻانيڙا پئي پاتا تہ سندس امڙ سڪان پنهنجي ور ڄام ساقيءَ جي موت واري ڪوڙي خبر ٻڌي صدمي ۾ اچي ڪوهہ ۾ ٽپو ڏئي خودڪشي ڪري ڇڏي هئي، پر بختاور ڪي يتيمي جو ان ڪري بہ احساس نہ ٿيو تہ بختاور جي تربيت سندس ڏاڏي سائين سچل ۽ ڏاڏيءَ مِينهن ٻائي جي هٿان ٿي هئي. بختاور ۽ سندس پيارو ڀاءُ سجاد ڪامريڊ ڄام ساقي جي جيل ۾ هجڻ تائين ٽر ۾ ئي رهيا ۽ جڏهن ڪامريڊ آزاد ٿيو تہ سجاد ۽ بختاور بہ ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ سان گڏ اچي ڪامريڊ ڄام سان ڪاري موري واري ٻن ڪمرن جي فليٽ ۾ رهڻ لڳا، ٻن عظيم ڪردارن جي پرورش نِنڍپڻ جي ڏکن، جيلن ٻاهران پنهنجي ٻاندي ڪامريڊ بابا جي انتظارن، بختاور ڪي ٻين ڇوڪرين کان مختلف ۽ صوبر بڻائي ڇڏيو هو، ڪيس شخصي آزادي ۽ ڇڙواڳي وچ ۾ موجود فاصلن جي پوري ڄاڻ هئي ۽ آئون بہ ڪامريڊ ساٿين جي پروسي ۽ اعتبار جو ڀرم رکڻ لاءِ بختاور جو حد کان وڌيڪ احترام ڪندو هئس، اسان جڏهن بہ ملياسين، باوقار نموني ملياسين، گهر يا ڪنهن سياسي جلسي ۾ ئي ملياسين ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي ذات تي نہ ڳالهايو نہ ئي اظهار ڪيو. بختاور ڪي پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻي هئي ۽ منهنجي منزل سوشلسٽ انقلاب هو، منهنجي هٿ ۾ ڪتاب هوندا هئا، ڪمزور جسم ۽ ٻڪ ڏک تي سچو ڏينهن پيو تنظيمي ڪم ڪندو هيس، بختاور جي اکين ۾ ان ڪامريڊ ساٿي لاءِ بيحد احترام ۽ پيار هو، ڪيس خبر نہ هئي تہ ننڍپڻ کان منهنجي مڱڻي ٿيل آهي ۽ نہ ئي اسان پنهنجي ڪچهرين يا اسٽڊي سرڪل ۾ پنهنجي ذات ڪي بحث هيٺ آڻيندا هئاسين، تنهن ڪري مون بہ ڪيس پنهنجي مڱ بابت نہ ٻڌايو هو. اسان لاڙڪاڻي ۾ ڪامريڊ نذير عباسي جي ورسي واري جلسي ۾ گڏ هئاسين، ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد ۾ بہ گڏيل سرگرميون ڪيوسين پئي پر سچ تہ اسان هڪ پل، هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ پنهنجي واتان، هڪ ٻئي سان چاهت

جو اظهار نہ ڪيو، آءُ فون ڪندو هئس، هوءَ فون ڪٽڻندي هئي، ضروري ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي ۽ فون رکي ڇڏيندي هئي. جڏهن ڪامريڊ ڄام ساقي ڪاري موريءَ کان قاسم آباد شفٽ ٿيو هو تہ گهر جو سامان بہ مون، معشوق، فريد قريشي ڪٽائي پهچرايو هو، ڪيئي ڀيرا خيال آيو تہ بختار سان محبت جو اظهار ڪيان، پر مون ڪڏهن بہ پاڻ ۾ همٿ نہ ساري ۽ نہ ئي بختاور کو اظهار ڪيو.

آئون 10 سالن جو هوندس ۽ گلزار شايد 5 سالن جي هئي اديءَ وڏيءَ جي عيوضي ۾ منهنجو، منهنجي وڏي پڦات ادي ڪريم بخش جي نياڻي سان نڪاح ٿيو ۽ اسين رسمي طرح نڪاح کانپوءِ مڱڻي جي روايتي بندڻن ۾ ٻڌجي ويا سين، پارٽي سرگرميون ڪري هڪ ڏينهن آئون جيئن ئي گهر آيس، بابا سائين ۽ امڙ سڏائي چيو تہ هاڻ اسان پنهنجي ننهن کي گهر آڻڻ ۽ تنهنجي شادي ڪرائڻ گهرون ٿا، منهنجن دوستن مان رڳو معشوق کي ئي خبر هئي تہ منهنجي ۽ بختاور جي هڪ ٻئي سان روحاني ۽ ذهني ويجهڙائپ ٿي چڪي آهي، پر اسان جي شادي جڻ ممڪن ئي نہ هئي، جڏهن شادي جا ڪارڊ ڇپيا تہ اهو ڪارڊ ڪامريڊ ڄام جي گهر ويو، بختاور، سجاد، ادي اختر منهنجي ڳوٺ شادي ۾ بہ آيا، سجاد جي اغوا ۽ شادي بابت تہ مون تفصيل سان لکيو آهي، بس منهنجي شادي جو اهو ڏينهن، بختاور مون کان روحاني ۽ ذهني طرح الاهي ڏور هلي وئي. لانگ مارچ ۾ گلزار ۽ بختاور گڏ بہ پنڌ ڪيو، بختاور گلزار سان جڏهن بہ ملي هن ان کي دل سان عزت ڏني. منهنجي شادي کان پوءِ بختاور لانگ مارچ هجي يا ڪو جلسو وري مون ڏانهن نهاريو ئي ڪو نہ، آئون فون ڪندو هئس تہ هوءَ، ها يا نہ ۾ جواب ڏيندي هئي، ڪامريڊ ڄام سان ملڻ ويندو هيس تہ سامهون نہ ايندي هئي، اسين فيملي فرينڊ هئاسين. ڪامريڊ رمضان جو گهر هجي يا منهنجو ۽ ڪامريڊ ڄام جو اسان جڏهن ۽ جتي بہ ملياسين بختاور ۽ آئون جڻ اجنبي ٿي ملياسين. بختاور شاعره آهي، سندس شاعري ڇپبي هئي تہ لازمي طور

پڙهندو هيس، مون تہ پنهنجي دل جو حال گلزار کي ٻڌايو هو، هوءَ ڳوٺ جي ماحول ۾ وڏي ٿي ۽ ان معاشري ۾ جتي نياڻي کان سندس شادي کان اڳ راءِ بہ ناهي ورتي ويندي، تنهن ڇيو جي ائين هو تہ تون پڙهيو لکيو هئين، تو کي ائين نہ ڪرڻ گهربو هو. آئون، سنڌ يونيورسٽي ۾ آخري سال ۾ هئس ۽ بختاور لياقت ميڊيڪل ڪاليج (هاڻ يونيورسٽي) ۾ داخلا ورتي هئي، پر مون ڪڏهن بہ ان ڪاليج جي در تي پير بہ نہ رکيو ۽ نہ ئي ڪنهن چؤنڪ يا رستي ويندي بيهي سندس هڪ جهلڪ بہ پسي هجي، هوءَ مون کان الاهي ڏور هلي وئي هئي.

سياست کي الوداع چئي جڏهن صحافت ۾ آيس تہ معشوق ۽ آئون محمدي پلازه تي فليٽ وٺي رهڻ لڳاسين تہ منهنجي زندگي بنهہ هڪ نئون رخ اختيار ڪيو، مون کي شدت سان بختاور جي کوٽ محسوس ٿيڻ لڳي، من ئي من ۾ جُهرڻ لڳس، سڄي سڄي رات جاڳي گذاريندو هيس، جگجيت ۽ چترا جا غزل، استاد محمد جمن جو آواز، عشق هاٿي ڪجي ڪنهن سان جان جو جانان نہ رهيو- هاڻ تہ مون مڌ بہ پيئڻ شروع ڪيو هو، برسات وسندي هئي تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ وسندڙ مِينهن ۾ پيو رستن تي رلندو هيس، او يار سانو لڳ ڳئي بي اختياري واري رمز ۾ رولاڪ روح ڪٽي رستن تي هلندي اسر تي ويندو هو، اهي راتيون بہ مون کي ياد آهن، جڏهن اوچگارون ڏئي روئيندو هيس ۽ گلزار پٺي آٿت ڏيندي هئي، هڪ ڏينهن علي قاضي، رشيد راڄڙ کي نويڪلائي ۾ چيو هو تہ تو واري يار اقبال جي ڪيفيت ۽ حالت مزي واري ناهي، ڪيس وڏيڪ وقت ڏيندو ڪر، رشيد بہ اچي فليٽ تي رهندو هو، مون ڪيس پنهنجي من جي اداسيءَ جي خبر تہ نہ ٻڌائي، پر هن مون کي چاتو پئي تہ هيءَ چوٽ عشق جي ئي ٿي پئي سگهي. رشيد کي بہ وڇوڙي واري واسينگ ڏنگي وڌو هو، اسين سڄي رات راڳ ٻڌندا هئاسين، آئون جڏهن گهڻو اداس ٿي ويندو هئس تہ حيدرآباد جي ريلوي اسٽيشن تي ويهي ايندڙ ويندڙ ريل گاڏين ۽ ماڻهن جي وڇڙڻ ۽ ملڻ جا منظر پيو ڏسندو

هيس، جيسين گهر نه اچان معشوق پيو جاڳندو هو، ائين هڪ ٻه نه ڪيئي سال\گذري ويا، سڀ آسرا پلي وينس ڪيفيتن جي ان وُاچوڙي ۾ اهڙا روحاني رمز وارا يار به مليا جن جي ڪچهرين ڪري آئون عشق جي لاحاصلات واري رمز ۾ هليو ويس، "ڏوريان، ڏوريان م لهان شال م ملان هوت من اندر جي لوچ، ملڻ سان مائي تئي." مرشد لطيف

مون کي منهنجن يارن سنڀالي ورتو، هو مون کي ساز، آواز جي ردم ۾ وٺي ويا، آئون پنهنجي وجود ۽ ذات جي دائرن کان نڪري عشق جي ڪنهن نئين نرالي رنگ ۾ هليو ويس ۽ يارن جي صحبت ۽ محبت کان پوءِ آئون محبوب کي سرنهن جي ڦولار ۾، چانڊوڪيءَ رات ۾، سمنڊ جي لهرن جي مستيءَ ۾، ستارن ۾، روڊ تي پٿر ڪٽيندڙ عورت جي اٽيڻ وارن ۾ ڏسڻ لڳس، هاڻ منهنجا لڙڪ هڪ معنيٰ وارو نئون ويس پهري هر هنڌ هر جاءِ پرينءَ جي موجود هجڻ وارو احساس ڪٽي وهڻ لڳا، صوفياڻين محفلن ۾ اچ نچڻ لڳس ۽ رولاڪين جي ڪن مان ٻڌي ٻچي اچي هڪ نئين احساس سان جيئڻ لڳس، بختاور ڪنهن سياسي يا ادبي پروگرام ۾ ايندي هئي ته فقط پري کان هڪ ٻئي کي سلام ئي ڪندا هئاسين، ٻن نياڻين مهڪ ۽ سنڌوءَ جي جنم کان پوءِ منهنجي طبيعت وڏيڪ نماڻي ۽ فقيراڻي تي وئي. حيدرآباد ويجهو ڪالوني واري گهر ويندو هئس ته ٻه ٻالڪ راڻيون نياڻيون نماڻيون پيون اڱڻ تي ڊوڙنديون هيون، مون سڀ ڪجهه وسارڻ پئي چاهيون، وقت گذرندو ويو، جڏهن آئون پاڪ اخبار جو ايڊيٽر ٿيس ته مون ۽ معشوق گاڏي کاتي ۾ شاعراڻو مزاج رکندڙ گهر ورتو، هاڻ اسان جو هي گهر چڻ دوستن جي ڪچهرين جو مرڪز ٿي ويو، منهنجو من به دريائن جي وهڪرن جيان وهي رهيو هو، ڪڏهن چوليون ته ڪڏهن سوڪهڙا، جن وڻجارن يارن لاحاصلات جا گس پئي ڏسيا سي به ڏور پنڌ هليا ويا.

سيئِي جوئِنَ ڏينهَن، جڏهن سَجَڻَ سَفرِ هَلِيا!
رُئان رَهنِ نه سُپرِين، آيَلِ! ڪَريان ڪيئَن؟

مونکي چاڙهي چيئن، ويو وَٽجارو اوهِري! (مرشد لطيف)
غزل ٻڌندي هڪ رات مون پاڻ سان ڪچهري پئي ڪئي. زندگي جا سڀ رخ. ڪوتاهيون، خوبيون ۽ خاميون پنهنجي سامهون رکي ان تي ويچارڻ لڳس، جڏهن بختاور جي معصوميت ۽ ان جي محبت تي سوچيم بيهر اداس ٿي ويس، مون کي هن سان اظهار ته ڪرڻ گهربو هو ۽ نه ڄاڻ ڪيترائي اهڙا سوال جن مون کي بيهر پريشان ڪري ڇڏيو هو، شام جا پهر وريءَ اداس ٿيڻ لڳا، مون بختاور سان ڳالهائڻ پئي چاهيو، پر همت نه ساريم، فقط هڪ اتفاق ٿي چئجي هڪ ڏينهن اندس هوٽل حيدرآباد ۾ ڪمپيوٽرن جي نمائش لڳل هجي، آئون ۽ معشوق نمائش ۾ ويل هجون، ڏسان ته بختاور به پنهنجي سهيليءَ سان اتي نمائش ۾ آيل آهي، آئون بختاور ڏانهن هليو ويس ۽ کيس چانهه لاءِ چيم، هن انڪار ڪيو، منهنجي بيهر گذارش تي هوءَ چانهه لاءِ راضي ٿي، اسان سياست ۽ ادب تي ڳالهائيندا رهياسين، بس ڪا گهڙي اهڙي آئي جو آئون هي چئي وينس، بختاور وڇوڙو عذاب ڏيندڙ ٿئي ٿو، آئون اوهان سان شادي جو خواهشمند آهيان، ڇا اهو ممڪن آهي.؟ هوءَ ڪاوڙ ۾ صفا ڳاڙهي ٿي وئي ۽ جواب ڏنائين نه اهو ممڪن ناهي، اسان اتان اٿياسين، ائين هو پنهنجي گهر وئي ۽ آئون آفيس هليو آيس، مهينن تائين اسان جو بيهر رابطو نه ٿيو، منهنجي ان ڳالهه تي هن سوچيو ضرور هو.

معشوق ۽ بختاور جي جڏهن ملاقات ٿي ته معشوق منهنجي زندگي جا سڀ رخ ۽ ڪيفيتون بختاور سان شيئر ڪيون، منهنجو جڏهن وري فون تي رابطو ٿيو ته بختاور فون بند ڪري ان کان اڳ مون کيس فون بند نه ڪرڻ جي گذارش ڪئي، اسان ڪجهه دير فون تي ڳالهايو. هن مون کي چيو ڇا اسين ماضيءَ کي نه ٿا وساري سگهون، منهنجو جواب هو شايد اهو ممڪن ناهي.

اسان جون فون تي مختصر ڳالهيون ٿيون، اجنبي ته اڳ ۾ به نه هئاسين، نيٺ ٻنهي دلي، روحاني ۽ شعوري طور شادي تي اتفاق ڪيو، بختاور هي ضرور چيو ته بابا سائين جي راضي ٿيو ته

نيڪ آهي نه ته وري ڪڏهن به نه ملنداسين ۽ نه ئي هڪ ٻئي سان ڳالهائينداسين. مون معشوق کي سچا سماچار ٻڌايا. معشوق چيو نيڪ آهي، آئون ڪامريڊ کان وقت ونان ٿو، رڳو اوهان ۽ مان هونداسين، تون پاڻ ڪامريڊ جام سائين آڏو عرض رکي ڏس، ڪامريڊ جام، مان ۽ معشوق حيدرآباد جي چائنيز واري هوٽل ۾ ويٺاسين، چانهه جي ڪوپ تي سدائين وانگر سياسي ۽ نظرياتي ڪچهري پئي هلي، ان وچ ۾ معشوق ڪامريڊ کي چيو، ڪامريڊ، اقبال اوهان سان ڪا ذاتي گذارش ڪرڻ ٿو گهري، ڪامريڊ مون ڏانهن ڏٺو، منهنجون اکيون هيٺ هيون، نڙي خشڪ ٿي چڪي هئي، لفظن ساٿ نه پئي ڏنو، نيٺ همت ٻڌي مون چيو ڪامريڊ آئون بختاور سان شادي ڪرڻ گهران ٿو، ڪامريڊ جواب ڏنو ته ڇا بختاور جي ان ۾ مرضي شامل آهي. مون چيو جي ها، ڪامريڊ جو جواب هو آئون بختاور کان پڇي اوهان کي ٻڌائيندس ۽ وري ڪامريڊ ۽ معشوق سياسي ڪچهري ڪندا رهيا ۽ آءٌ فقط ڪچهري ٻڌندو رهيس، ڪامريڊ گهر وڃي بختاور کان پڇيو جنهن پڻ ڪامريڊ کي ساڳيو ئي مون وارو عرض رکيو، ٻئي ڏينهن معشوق کي ڪامريڊ چيو ته بختاور ايم بي بي ايس جي آخري سال ۾ آهي، جيئن ئي سندس تعليم مڪمل ٿيندي ته ٻنهي جي شادي ڪرائي ڇڏينداسين.

بختاور ڪامريڊ کي ڏاڍي پياري آهي ۽ هن بختاور کي مرضيءَ سان شادي جو حق ڏئي هڪ باوقار پيءُ سان گڏ باوقار ۽ عظيم انسان هجڻ جو ثبوت ڏنو هو، بختاور تعليم پوري ڪئي ته اسان جو نڪاح ٿيو، جنهن ۾ منهنجي امڙ، بابا، ڀينرن، معشوق، ادي ڪامريڊ سيف سميجو جي ڀيڻ ادي قمر شريڪ ٿيا، ڪجهه مهينن کان پوءِ اسان جي حيدرآباد پريس ڪلب ۾ شادي جي سادي ۽ باوقار تقريب ٿي، شادي کان اڳ مون بختاور کي پنهنجي ذاتي حالتن بابت سڀ سماچار ٻڌايا هئا، هو جڏهن شمس چيمبر واري فليٽ تي پرڏجي آئي ته اسان جي ان گهر ۾ ٽي وي ۽ فرج به نه هئي. آئون مارڪيٽ مان برف وٺي ايندو هيس ۽ هو ٿڌي پاڻيءَ

جو ڪولر ناهيندي هئي. هوءَ واقعي عظيم دوست، وفادار لائيف پارٽنر، باشعور ڪامريڊ ۽ محبت ڪندڙ ماءُ آهي. بختاور جي سڀ ڪان پياري ڳالهہ هي آهي تہ جڏهن بہ سنڌ تي بنياد پرستن جو حملو ٿيو هوندو، ڪنهن انسان جو حق ڪسيو ويو هوندو، ڪنهن عورت تي تشدد ٿيو هوندو، هوءَ ووميَن ايڪشن فورم جي ساٿياڻين امر سندو ۽ عرفانہ ملاح سان گڏ، اسان جي ٻن پٽن ساحل ۽ سرويچ سميت جدوجهد جي ميدان تي هوندي آهي. بختاور جي عظمت ئي آهي، جنهن گلزار کي پنهنجي پيٽ ۽ منهنجي ٻن نياڻين مهڪ، سندوءَ ۽ پٽ آدرش کي پنهنجي اولاد جيان سنڀاليو ۽ سمجهيو آهي، جڏهن بابا ۽ امڙ بيمار هئا، منهنجي ڀينرن، ڀائرن، چاچي سرهي جي پٽ ۽ منهنجي ننڍڙي ڀاءُ جيان امتياز ۽ گلزار سان گڏ بختاور بہ راتين جون راتيون اسپتال جا ڦيرا پئي ڪندي هئي، هوءَ هر ڏک سک ۾ مون سان گڏ رهي آهي.

# منهنجو صحافتي سفر

سڄي دنيا جي پورهيتن جي ڳچين مان غلاميءَ جا طوق ٽوڙڻ واري ذهني ۽ نظرياتي اڏام رکندڙ ڪامريڊ ساٿين جي ولر وڇڙي ۽ وکري وڃڻ کان پوءِ اسان جا نظرياتي ۽ سياسي ڪارڪن پنهنجي روزگار لاءِ ٻين شعبن سان گڏ ان وقت نڪرندڙ جديد سنڌي اخبارن ۾ قلمي پورهيو ڪري رهيا هئا، 20 صديءَ جي پڇاڙڪن سالن ۾ جتي، سماجي ۽ معاشي بحران پنهنجي عروج تي هو، زندگيءَ جي سمورن شعبن جي صورتحال ڏاڍي خراب هئي، لڳاتار مارشل لا ڪانپوءِ ملڪ ۾ جمهوريت (ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي) جو اڌورو سج اڀريو، تن ڏينهن ۾ سنڌي اخبارن جي هڪ نئين دؤر جي شروعات ٿي. ڪراچيءَ مان ڊاڪٽر جبار خٽڪ، سهيل سانگي، امداد علي اوڍي ۽ ناصر داد بلوچ تمام ٿورن پيسن سان لياري ڪراچي واري هنڌ کان ”عوامي آواز“ اخبار جي سفر جي شروعات ڪئي، جڏهن ته حيدرآباد مان خادم وطن ۽ ڪاوش شايع ٿي ۽ ان سنڌي صحافت ۾ پروفيشنلزم کي متعارف ڪرايو.

هڪ ڏينهن بڪ اسٽال تي وينو هيس ته رشيد راڄڙ آيو، حجت واري لهجي ۾ چيائين، حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ويٺي سنگت ياد پئي آئي، تو بابت خبر پئي ته اخبارون پيو وڪڻي، پورهيو ته پورهيو آهي ان ۾ ڪو عيب ته ناهي، پر هتي ويٺي ضايع ٿي

ويندين، ڪاوش ۾ رپورٽر جي جاءِ خالي پئي آهي، هلي انٽرويو ڏي. مون رشيد يار کي چيو ترس معشوق کان صلاح وٺان. رات جو آئون ۽ معشوق ويناسين، چيا خيال آهي، جي آئون ڪاوش جوائين ڪيان ؟ مون معشوق کان راءِ ورتي معشوق ڪجهہ دير سوچڻ کان پوءِ چيو تہ ”تون حد کان وڌيڪ حساس آهين، ڪاوش جي مئنجمينٽ سخت آهي، پيو اندر ۾ ڪڙهندي ۽ نوڪري ڪري نہ سگهندي“ مون جواب ڏنو حساس تہ ضرور آهيان، پر توکي خبر آهي تہ مان ذميوار بہ آهيان، معشوق اتي سب ايڊيٽر رهي چڪو هو ۽ ڪاوش ڇڏي اچي، پڪار اخبار جو بيورو چيف ٿيو هو. مون ڪاوش ۾ قلمي پورهيو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ بئي ڏينهن ڪامريڊ ارشاد گلاباڻي مون کي ڪاوش جي سول لائين واري دفتر وٺي وڃڻ کان اڳ ۾ ئي اها سمجهاڻي ڏني تہ ڪاوش جي مئنيجمينٽ سخت ضرور آهي، پر جي تو ڪم تي ڌيان ڏنو تہ نہ رڳو روزي روٽيءَ جو عزت جوڳو بندوبست پر تنهنجي صحافتي ڪيريئر جي شروعات بہ ٿي پوندي. آئون جيئن ئي دفتر پهتس تہ ڪامريڊ محمد خان سولنگي ۽ منظور سولنگي اتي اچي آڌرڀاءُ ڪيو. ارشاد گلاباڻيءَ، علي قاضيءَ کي منهنجي اچڻ جو اطلاع ڪري خبرون ڏاهڻ واري ڪم سان لڳي ويو، ڪاوش جو ايڊيٽر علي قاضي نيوز روم سامهون ننڍي ڪمري ۾ ويٺل هو ۽ آئون ان علي قاضي جي آفيس ۾ ٻاهران ويٺل هيس، جڏهن آئون اردو اخبار سفير ۾ سفير جي سب ايڊيٽر ۽ اسان جي ڪامريڊ پرويز پيٽرڪ سان ملڻ ويندو هئس تہ علي قاضي آفيس جي ڪم جو پيو جائزو وٺندو هو. علي قاضيءَ جي تڏهن ڦوهہ جواني هئي ۽ هن سفير اخبار کان پنهنجي صحافتي ڪيريئر جي شروعات ڪئي هئي. سفير اخبار جي آفيس ڪوهہ نور سئنيما واري چوٺڪ تي هئي، اتان سنڌ آبزرور اخبار بہ شايع ٿيندي هئي. ڪامريڊ سهيل سانگي بہ سفير اخبار ۾ هو، ان عرصي ۾ علي قاضي سان اسان جي ڪڏهن بہ ڪچهري ڪا نہ ٿي، ان وقت ان صحافت پئي ڪئي ۽ اسان سياست، ڪاوش ۾ آئون جيئن سندس

دفتر ۾ داخل ٿيس، علي قاضي آفيس ۾ اتي ويهي آڌرڀاءُ ڪري ويهڻ جو چيو. هن پنهنجي هٿن سان چانهه جو ڪپ ناهي ڏنو ۽ ان وقت جي سياسي صورتحال تي ڳالهائڻ لڳو، چانهه تي سياسي حال احوال ٿيا ۽ هن ان وقت جي سياسي صورتحال تي ڪجهه لکڻ لاءِ چيو، مون ڊيسڪ تي ويهي ان وقت جي سياسي صورتحال تي ڪجهه پنا لکي قاضي صاحب حوالي ڪيا، ائين آئون ان ڏينهن ڪاوش سٽ جو حصو ٿيس.

هي 1992ع جو سال هو ۽ آئون سنڌ جي اسپيشل رپورٽر طور ٺٽو کان بدين جي ساحلي پرڳڻي تائين رولاڪ روح ڪٽي رلندو ۽ لکندو رهيس. ان وقت ڪاوش جي سجاڳپ سجيده نيوز پيپر واري نه هئي، هيءَ اخبار چار صفا هئي ۽ ان جي قيمت به سمورين اخبارن کان گهٽ هئي، ڪلر ڪراچيءَ مان ڇپبا هئا ۽ اخبار حيدرآباد ۾ تيار ٿيندي هئي. ارشاد گلاباڻي جڏهن ڪراچيءَ ۾ رپورٽنگ لاءِ روانو ٿيو ته آئون ڪاوش حيدرآباد جو اسٽاف رپورٽر ٿيس. ان کان اڳ آئون ڪاوش اخبار جي مئگزين ۾ ناز سهتي جي ٽيم جو حصو رهيس ۽ ڊاڪٽر ظفر عباسي سان گڏ سياسي ايڊيشن به ڪيندو رهيس. مون کي ياد آهي ته الطاف حسين خلاف ڪراچيءَ ۾ بغاوت ٿي ۽ ايم ڪيو ايم حقيقي جا اڳواڻ ٽينڪن تي چڙهي الطاف حسين جي تصويرن تي ڪاري مس هڻي ڪراچيءَ فتح ڪرڻ جا اعلان ڪري رهيا هئا، قاضي صاحب مون کي سڏائي چيو ڊاڪٽر ظفر اڄ ناهي آيو، پر ايڊيشن ته نڪرڻ گهرجي. ان ڏينهن مون ۽ علي قاضي ويهي مضمون لکيا ۽ ايڊيشن تيار ڪري ڇپرايو. ڪاوش مئگزين ۾ منهنجي اجرڪ تي اسٽوري ان حد تائين مشهور ٿي جو جنگ مئگزين اها اسٽوري ترجمو ڪري منهنجي نالي سان شايع ڪئي. 3 پائر اسلم قاضي، علي قاضي ۽ ايوب قاضي جي بهترين مئنيجمينٽ- ڪابي ڏر ۽ قومپرست نظرياتي ڪارڪنن جي سياست کان مايوس ٿي صحافت ۾ اچڻ ۽ لکڻ ڪري ڪاوش سنڌ ۾ بي حد مقبول ٿي، هاڻ ته ڪاوش هڪ مضبوط ميڊيا گروپ بڻجي چڪو آهي، پر تن

ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ سعيد افضال ۽ آئون بہ رپورٽر هوندا هئاسين ۽ ڪاوش جي نيوز ايڊيٽر نياز پنهور ۽ يعقوب سومرو، جعفر ميمڻ جهڙن دوستن سامهون ويهي خبرون ناهيندا هئاسين. اعجاز منگي بہ ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ ڪاوش سٽ ۾ شامل ٿيو، منهنجون ۽ اعجاز جون ڪاوش ۾ نہ وسرندڙ يادون رهيون آهن، مرحوم اسماعيل اوڍيجو جو ڪاوش اچڻ گهٽو ٿيندو هو، پنهنجي طبيعت ۾ هي مانيٽو ماڻهو سنڌ جو سچو عاشق هو، هو اسان کي سنڌ ۽ پيپلز پارٽي جي حڪمت عملين بابت باخبر رکندو هو ۽ خاص طور سنڌ جي بجيٽ بابت پنهنجي هٿ سان تجزيا ۽ تبصرا لکي سنڌ کي مالي معاملن بابت پيش ايندڙ خطرن، نقصانن ۽ فائدن تي ٽيڪا ٽپڙي ڪندو هو، مون کي اهو بدنصيب ڏينهن بہ ياد آهي جڏهن اسماعيل اوڍيجو، جاڳو اخبار جو ايڊيٽر فقير محمد لاشاري ۽ پيپلز پارٽي جو اڳواڻ جڳديش ملاڻي لاهور کان اسلام آباد پئي ويا تہ روڊ حادثي ۾ فوت ٿي ويا هئا. ان وقت اسماعيل اوڍيجو جو فرزند بابر اوڍيجو ڪاوش اخبار ۾ رپورٽنگ سکڻ آيو هو، هو آفيس ۾ موجود هو پر اسان مان ڪنهن کي اها همٿ ئي نہ پئي ٿي تہ اسان هيءَ ڏک جي خبر کيس ٻڌائي سگهون. نيٺ همٿ ساري هيءَ خبر ڪجهہ هن ريت ٻڌائي هئي سين تہ اسماعيل ۽ ان جا دوست حادثي ۾ زخمي ٿيا آهن.

مون ڪاوش اخبار ۾ حيدرآباد جي اسٽاف رپورٽر، مئگزين ۽ سياسي ايڊيشن ۾ ٻن سالن تائين پنهنجي روح سان قلمي پورهيو ڪيو ۽ 24 مهينن جي مختصر عرصي ۾ ڪاوش اخبار کان ڌار ٿي ڪامريڊ ساٿين جي اخبار روزاني "عوامي آواز" جي سٽ ۾ شامل ٿيس. مون کان اڳ عوامي آواز حيدرآباد جو بيورو چيف معشوق ملاح هو، هو جڏهن پاپوليشن کاتي جو آفيسر ٿيو تہ ان جي جاءِ تي آئون بيورو چيف ٿيس، ان وقت عوامي آواز جو ايڊيٽر سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سنڌ جو اڳوڻو صدر امداد اوڍو، چيف ايڊيٽر ڪميونسٽ پارٽي جو اڳوڻو اڳواڻ ۽ سٽ سال

جيل ڪاٽي آمريت خلاف ڏگهي ويڙهه وڙهندڙ اسان جو ساٿي ڪامريڊ ڊاڪٽر جبار خٽڪ ۽ مئنيجنگ ايڊيٽر ناصر داد بلوچ هئا. عوامي آواز جي دوستن سان نظرياتي ويجهڙائپ ڪري مون کي لکڻ ۽ ڳالهائڻ جي وڏيڪ آزادي ملي. مون پنهنجي زندگي جون 25 بهارون هن ست سان گذاريون آهن ۽ ان وچ ۾ ڊاڪٽر جبار خٽڪ پهرين سنڌي نيوز ايجنسي ايس پي آءِ (سنڌي پريس انٽرنيشنل) جو بنياد رکيو، آئون، معشوق ملاح ۽ سنڌ جو نوجوان ليکڪ مسعود لوهار ان جي ايڊيٽوريل ڊيسڪ جا انچارج رهياسين. هن نيوز ايجنسي صحافت ۾ ڪئين نوان لاڙا متعارف ڪرايا. ڊاڪٽر جبار خٽڪ پاڪ اخبار جي شروعات ڪئي، هي اخبار ڪراچي ۽ حيدرآباد ٻنهي شهرن کان هڪ ئي وقت شايع ٿيندي هئي. آئون ان ئي اخبار جو ايڊيٽر ٿيس ۽ ايڊيٽوريل ٽيم جي ست ۾ معشوق ملاح، ناصر خٽڪ، جئه پرڪاش، مقبول ملاح، عبدالله سروهي، نياز نديم، لطيف ملاح، وفا رضا، رمضان نومڙيو، مجيب ناريجو ۽ اسحاق سميجو جهڙا جاکوڙي صحافي دوست گڏ هئا. ڪجهه مهينن تائين سنڌ جو انتهائي باصلاحيت نوجوان ليکڪ مسعود لوهار به پاڪ اخبار جي هن ست ۾ شامل رهيو، اسان جو دوست مسعود ته پوءِ سنت ئي صحافت ڇڏي ڊولپمينٽ سيڪٽر ۾ ويو ۽ هو اڄ اتي انتهائي اهم درجي واري حيثيت ماٺي پنهنجا فرض نڀائي رهيو آهي.

هن ئي صحافتي سفر ۾ معشوق ۽ مون سنڌي اخبار ”دعا“ شايع ڪئي، پر جنرل مشرف جي فوجي آمريت وارن ڏينهن ۾ اشتهار بند ٿيڻ ڪري هلي نه سگهي ۽ سنت ئي بند ٿي وئي، منهنجو دوست معشوق آمريڪا هليو ويو ۽ آئون صحافتي سفر جاري رکيو اچان. منهنجي لاءِ اها فخر جهڙي ڳالهه آهي ته اڄ آئون عوامي آواز ميڊيا گروپ جو حيدرآباد ريجن جو ريزيڊنٽ ايڊيٽر آهيان.

مون پنهنجي پوري زندگيءَ ۾ صحافت کان سواءِ ڪا به ٻي نوڪري نه ڪئي ۽ منهنجي گهر جو چلهو به قلمي پورهيي ڪري

ئي پرندو رهيو آهي. منهنجي زندگي سياسي جدوجهد کان پوءِ لکندي ۽ پڙهندي ئي گذري آهي.
آئون حيدرآباد پريس ڪلب جو صدر ۽ سيڪريٽري رهيس ۽ پاڪستان فيڊرل يونين آف جرنلسٽس جي، الحاق هيٺ رهندڙ صحافين جي تنظيم حيدرآباد يونين آف جرنلسٽس جي سيڪريٽري واريون ذميواري به نڀايون. نيپال کان اسلام آباد تائين منهنجي زبان، امن، انصاف، انسانيت جا نعرا هنيا آهن. اظهار راءِ جي آزادي لاءِ ڪراچي کان حيدرآباد تائين نه ڄاڻ ڪيترا دفعا مون پنهنجي ساٿين سان گڏ پوليس جون لٺيون کاڌيون آهن. اسان ته هن صحافتي سفر ۾ انهن صحافي ساٿين جي جنازن کي به ڪلها ڏنا، جن کي شهادتون نصيب ٿيون، سياست کان پوءِ صحافت ۾ به اسان تتل روڊن تي ڊرڻا هڻندا ۽ وڙهندا رهيا آهيون. ان ئي صحافتي سفر ۾ سنڌ جي عاشق، باضمير ۽ ايماندار صحافي دوست ارشاد گلاباڻي جو وڇوڙو ٿيو، باغياڻو مزاج رکندڙ اسان جو دوست شڪيل بچاڻي جوانيءَ ۾ ئي يارن کان وڇڙي ويو ۽ اسان ته صحافي دوست سرفراز وسطڙي کي به ناهي وساريو، جيڪو آنديءَ مانديءَ سڏ ۾ سڏ ڏئي اچي سنگت وٽ پهچندو هو ۽ جوانيءَ ۾ ئي موت جي پاڪر ۾ هليو ويو. منهنجي لاءِ زندگي جا هي اهم ڏينهن رهيا آهن. هنن ئي ڏينهن ۾ مون حيدرآباد پريس ڪلب جي ٽيرس تي ويهي ارشاد چنا، محمد علي لغاري، خادم چانڊيو، عباس جلباڻي، خالد چانڊيو، ظفر هڪڙو، منير نارائي، فياض منگي، احمد رضا ۽ وارث رضا جهڙن يارن سان خماريل نيڻ ڪٽي بحث ۽ دل جون ڳالهيون ڪيون هونديون. هيءَ منهنجي زندگيءَ جي هڪ الڳ ڪهاڻي آهي ۽ ان ڪهاڻي جا نه ڄاڻ ڪيترا ڪردار آهن، جن تي مون ڪي ٻئي ڪتاب ۾ لکڻو آهي، پر اهي مک سياسي واقعا ۽ قلمي پورهيي دوران مختلف سياسي جماعتن جي ٺهڻ، ٽٽڻ ۽ سياسي اڳواڻن سان گذاريل گهڙين ۾ مون سان لاڳاپيل اهم واقعن کي هن ئي ڪتاب ۾ پڙهندڙ آڏو پيش ڪري رهيو آهيان.

# ڪاپي خلاف رپورٽنگ ڪندي ڪنهنجي وڃڻ

اسان جي هٿن سدائين هي لکيو هو تہ ”تعليم اسان جو حق آهي ڦورو ناهي“ شاگرد سياست جي پڄاڻي کان پوءِ بہ اسان هي سمجهيو پئي تہ جيستائين سنڌ جي ٻارڙن کي معياري تعليم نہ ملندي تعليم بهتر نہ ٿيندي، ڪاپي ڪلچر ختم نہ ٿيندو، قوم ترقي ڪري نہ سگهندي، هي 1993ع واري عرصي جي ڳالهہ آهي، يونيورسٽين ۽ ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلا لاءِ انٽري ٽيسٽ شروع نہ ٿي هئي، سنڌ ۾ بورڊ جي مارڪن تي ئي سليڪشن پئي ٿي، ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ ڪاپي جي ڏم متل هئي، استادن ڪاپيون ڏي ڪوڏ ڪري مارڪون پئي ڏنيون. اسان سنڌ جي تباهيءَ کي پنهنجن اکين سان پئي ڏٺو. اسان محمدي پلازه ۾ رهندا هئاسين، جتي ناز سهتو، لالا رحمان، رشيد راڄڙ، معشوق ملاح، حيدر ڪوڪر، سڪندر بروهي، تاج ميمڻ ۽ ٻين صحافي دوستن وچ ۾ طئہ ٿيو تہ سنڌ کي بچائڻ لاءِ سنڌ جي تعليم بچائڻ واري مهم شروع ڪجي، ڪاوش جي ايڊيٽر علي قاضي کي بہ تعليم جي تباهيءَ تي ڳڻتي هئي، ڪاوش اخبار بہ ڪاپيءَ ڪلچر کي روڪڻ پئي گهريو. امتحان وارن ڏينهن ۾ ڪاوش ۾ روز منهنجي ڪا نہ ڪا اسٽوري فرنٽ يا بيڪ پيج تي ضرور لڳندي هئي.

آئون رپورٽنگ ڪندو هڪ ڏينهن گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري پهتس، مون سان گڏ فوٽوگرافر علي رضا به هو، ڇا ڏسون ته ڪاليج جي پارڪ ۾ شاگردن جي هٿن ۾ ڪتاب ۽ امتحاني ڪاپيون ۽ پيپر هئا ۽ هنن بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي ڪاپي ڪري پيپر حل پئي ڪيو. مون اهي سڀ منظر ڏٺا پئي ۽ علي رضا فوٽو پئي ڪڍيا، بس دير ئي ڪا نه ٿي، چار پنج ڄڻا آيا، هڪ نوجوان جي هٿ ۾ ٽي ٽي پسٽل هو ۽ هن اڇي منهنجي ڪالر ۾ هٿ وڌو، منهنجي تعارف ڪرائڻ کان پوءِ هن ڏاڍيون گاريون ڏنيون، مونکي ۽ علي رضا کي وٺي وڃي هڪ ويران ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيو. در ٻاهران به هٿياربند پهريدار بيهاريا ويا، اسين اتي 20 منٽن تائين بند رهياسين، هو ته ڪيمرا جو رول به کسي چڪا هئا، اوچتو ئي ان ڪمري جو در کُليو ۽ هڪ نوجوان اندر آيا، جن چيو ”آئنده يهان ڪڀي نهين آنا جائو دفا هو جائو“ اسان جان بچائي ڪاوش پهتاسين، پوءِ خبر پئي ته هو سنڌ پنجابي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جا اڳواڻ هئا، اسان کي ڪمري ۾ بند ڪرڻ واري خبر جڏهن پوليس کي پئي ته انهن کين بنا دير اسان کي باحفاظت ڇڏڻ لاءِ چيو هو. ڪاوش ۾ ايندي ئي مون علي رضا کي چيو يار رسڪ به ڪنيوسين، فوٽو به واهه جا هئا، پر هو ته رول ئي کسي ويا، علي رضا جي چهري تي فتح واري مرڪ هئي، هن جواب ڏنو، سائين مون فوٽو ڪيندي ئي اهو رول ڪڍي ٻيو وجهي ڇڏيو هو. هو ايترو ته تيز هو جو هن ڄاتو پئي ته هاڻ ڇا ٿيڻو آهي ۽ پوءِ منهنجي خبر سان اهي فوٽو فرنٽ پيج، اپر هاف ۾ شايع ٿيا.

مون کي ته اهو به ياد آهي ته منهنجي ننڍي ڀاءُ مقبول ملاح ٻارهين درجي جو امتحان پئي ڏنو، منهنجي ڪاپي خلاف لکڻ ۽ بورڊ جي پيپرن کي ”ڊي ڪوڊ“ ڪرڻ وارين خبرن تي ان ڪم ۾ ملوث استاد به ناراض هئا، آئون جي چاهيان ها ته پنهنجي ڀاءُ کي سٺن نمبرن ۾ پاس ڪرائي پئي سگهيس، پر مون ائين نه ڪيو ۽ منهنجو اهو ڀاءُ جنهن ميٽرڪ ٽاپ اي گريڊ ۾ ڪئي هئي، سو

سي گريڊ ۾ پاس ٿيو، مون کي ان تي اڄ تائين پڇتاءُ ناهي.
آئون پنهنجن خيالن ۽ ارادن ۾ ان حد تائين چٽو آهيان جو منهنجي ڀئي ڀاءُ نعيم ميرٽ تي سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو لکت وارو امتحان پاس ڪيو، واسطن هوندي به نه مون ڪنهن کي چيو نه ئي منهنجي ڀاءُ منهنجن دوستن کي ٻڌايو. اسان سفارش واري پرچي نه ورتي ۽ هو زباني امتحان ۾ پيپلز پارٽي جي وزيرن ۽ مشيرن جي لسٽ ۾ نه هجڻ ڪري اها نوڪري وڃائي ويٺو، جي آئون ڪنهن کي چوان يا چورايان هان ته اڄ هو انفارميشن کاتي جو 17 گريڊ جو آفيسر هجي ها، اسين ته اول کان اڄ تائين دانهون ڪندا پيا اچون ته ٻيلي تعليم کي بچايو، سنڌي سماج ۾ ميرٽ کي ترجيح ڏيو نه ته سچ ته اسان پنهنجو قومي وجود وڃائي ويهنداسين. سنڌ ۾ اڄ تعليمي ايمرجنسي جي ڳالهه پئي ٿئي، اها ڳالهه ته اسان صحافت واري شعبي ۾ ايندي ئي 93-1992ع کان لکي ۽ چئي هئي.

# پير صاحب پاڳاري سان ملاقات

اڄ آئون پهريون دفعو حرن جي روحاني پيشوا پير شاهه مردان شاهه (پير پاڳارو) جي سول لائين حيدرآباد جي بنگلي تي ٿيندڙ هڪ ڪچهريءَ ۾ وڃي رهيو هيس، انگريزن جي دؤر ۾ هن گاديءَ جي سجاڳ مزاحمت واري هئي ۽ پير پاڳاري جي والد پير صبغت الله شاهه راشدي (سورهيه بادشاهه) آزادي جو نعرو هنيو هو ته "وطن يا ڪفن، آزادي يا موت" 20 مارچ 1943ع تي جڏهن کيس سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ ڦاهي چاڙهيو پئي ويو، ان کان اڳ سندس منهن تي مرڪ هئي ۽ هن چيو هو. "مان پنهنجي موت سان وڏي شان ۽ وقار سان ملندس." سورهيه بادشاهه جي شهادت کان پوءِ ٻالڪ پڻي ۾ پير مردان شاهه کي پنهنجي معصوم ڀاءُ سيد نادر شاهه سميت علي ڳڙهه ۽ ان کان پوءِ انگلينڊ جلاوطن ڪيو ويو هو، ٻئي ڀائر لنڊن ٻاهران ميجرسي اسڪول ۾ پڙهائيءَ لاءِ داخل ڪيا ويا، جتي تاج برطانيا خلاف باغي ٿيندڙ 11 ٻار پهريائين داخل ٿيل هئا. سختين ۽ سزائن کي جهيڙيندي جڏهن هيءَ گادي بحال ٿي ته ان کان اڳ حر لوڙهن ۾ بند ۽ حڪومت جي سختين هيٺ هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پير شاهه مردان شاهه واپس ملڪ آيو ۽ حُرن جي مڪ ڏارا ۾ واپسي پير مردان شاهه جي سياسي حڪمت عمليءَ جو نتيجو هئي.

اڄ آئون ان پير پاڳاري سان مليل رهيو هيس جيڪو پاڪستاني اسٽبلشمينٽ جي انتهائي ويجهو ۽ پاڪستان جي اندروني تضادن ۽ حالتن کان مڪمل باخبر هو.
عمبرين هيسباٽي ۽ مان هڪ ئي ٽيبل تي ويناسين، پير پاڳاري جي حُرن سميت بنگلي ۾ ماڻهن جو وڏو انگ موجود هو، هن پنهنجو سياسي نقطہ نظر رکيو. پاڪستان ان جي سياست ۽ عالمي حالتن تي پير صاحب جو نقطہ نظر ڏاڍو چٽو ۽ جاڻ ڏيندڙ هو، هن جڏهن پاڪستان ۾ ٻيهر جمهوري قوتن جي تڏا ويڙهہ ۽ فوجي حڪومتن اچڻ وارو امڪان ڏسيو، پنهنجي ڳالهہ پوري ڪئي ۽ صحافين کي سوال ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني تہ هڪ ٻن منٽن تائين خاموشي ڇانئجي وئي، هال مان ڪو سوال ئي نہ آيو، هن ٻيهر ڇيو ڪو سوال ؟ تہ آئون اٿي بيٺس، مون ڇيو پير صاحب سرد جنگ جي خاتمي کان پوءِ هاڻ دنيا نئون رُخ اختيار ڪري چڪي آهي. اوهان پاڪستان ۾ فوجي حڪومت اچڻ واري اڳڪٿي ڪئي آهي اهو ڪيئن ممڪن آهي.؟ سوالن ۽ جوابن جو سلسلو هلندڙ هو تہ پنڊال ۾ ويٺل پير صاحب جي ڪنهن حر مون کي اتي سختيءَ سان ويهڻ ۽ وڌيڪ سوال نہ ڪرڻ لاءِ چيو، جنهن تي پير صاحب ناراض ٿيندي ڪيس ويهڻ ۽ مون کي ڳالهہ جاري رکڻ لاءِ چيو. مون پنهنجو نقطہ نظر دليلن سان رکيو، سوالن جوابن جو سيشن جڏهن پورو ٿيو تہ پير صاحب اسٽيج تان لهي اسان جي ٽيبل تي آيو، منهنجي هٿ ۾ ٽيپ رڪارڊر هو ۽ هاڻ هو مون سان اتي ٽيبل تي اچي ان وقت جي سياسي حالتن تي ڳالهائڻ لڳو، هاڻ تہ جي اين مغل ۽ انصار نقوي سميت سڀ صحافي اتي ئي اچي گڏ ٿيا. منهنجي ماضيءَ جي ڪامريڊ دوست منظور سولنگي جڏهن پير صاحب کان هي پڇيو تہ اوهان جا فرشتا اڄ ڪهڙيون اڳڪٽيون ٿا ڪن. پير صاحب مسڪرائيندي جواب ڏنو تہ ”منهنجا فرشتا اڄ هن نوجوان سان ڳالهائيندا“ منهنجي اها خبر ۽ تصوير ڪاوش ۾ وٽندڙ ڪيپشن سان ڇپي. اڊائي ڏهاڪا گذري چڪا آهن.

اڄ جڏهن آئون پنهنجي ڊائري جا هي ورق لکي رهيو آهيان ته سچ ته ان وقت پير صاحب پاڳاري صحيح اڳڪٿي ڪئي هئي، اڳتي هلي وقت ثابت ڪيو ته نه رڳو وزيراعظم نواز شريف جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيو، پر پرويز مشرف اقتدار تي قبضو ڪيو، غير جمهوري حڪومت جڙي، چونڊيل وزيراعظم کي گرفتار ڪري ملڪ بدر ڪيو ويو. 1992ع ۾ منهنجي پير پاڳاري سان پهرين ۽ آخري ملاقات هئي، وري مون کي اهڙي ڪنهن به تقريب ۾ نه گهرايو ويو ۽ نه ئي آئون پير صاحب سان ملڻ ويس.

# ممتاز پٺي جي سائين جي ايم سيد سان ملاقات

آئون صبح جو سوير سن واري اسٽاپ تي لهي، سائين جي ايم سيد سان ملڻ لاءِ روانو ٿيس، هڪ ڏينهن اڳ ڪاوش جي دفتر ۾ وينو هئس تہ علي قاضي پنهنجي آفيس ۾ گهرائي ٻڌايو تہ سن ۾ سائين جي ايم سيد سان ملاقات لاءِ ممتاز علي پٺو اچي رهيو آهي. خبر اهم آهي، اوهان سن روانا ٿيو. مون رات وچ ۾ انٽرويو لاءِ سوال ناهي ورتا هئا. آئون برصغير جي تاريخ جي ان سياسي اڳواڻ ڪان انٽرويو ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هئس، جنهن سنڌ اسيمبلي ۾ پاڪستان جي ٺهڻ واري قرارداد پاس ڪرائي ۽ پاڪستان ٺهڻ ڪان اڳ ۾ ان خلاف ٿي بيٺو. مون جڏهن ديارِدِل داستانِ محبت پڙهيو تہ هو مون ڪي صوفي ۽ عاشق لڳو، مادي پرست ڪان روحانيت تائين، مارڪسزم ڪان مذهبن جي تاريخ-علم-عمل ۽ آزادي، سائنس، آرٽ ۽ تصوف تائين اهڙو ڪهڙو موضوع هو، جنهن تي سيدَ جي قلم نہ لکيو هجي، جنهن سيد پاڪستان ٺاهڻ واري ڳالهہ ڪئي هئي، مسلم ليگ جي سنڌ ۾ تنظيم ڪاري ڪئي هئي، پنهنجي زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين هو، ان ئي ملڪ جو قيدي رهيو. ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان، پاڪستان ۾ انقلاب جي ڳالهہ پئي ڪئي ۽ جي ايم سيد سنڌ جي آزادي ۽ سوشلسٽ سنڌ اڏڻ جي، ڪميونسٽ پارٽي

۾ رهندي ۽ مون صحافت ۾ اچڻ کان اڳ جي ايم سيد کي ايترو غير جانبدار ٿي نه پڙهيو هو، صحافت ۾ آيس ته نظرياتي تنگ نظريءَ کان پري ٿي سائين غلام مرتضيٰ جي لکڻين پڙهڻ کان پوءِ منهنجي سائين بابت راءِ تبديل ٿي وئي. اج آئون ان سيد سان ملڻ وڃي رهيو هيس، جنهن سنڌ جي سياست کي پاڪستان جي رياست جي سامهون هڪ نئين معنيٰ ۽ نظريو ڏئي بيهاريو هو ۽ جي ايم سيد چيو هو ته "آئون سنڌ جي روح جي آواز جي حقيقي ترجماني ڪندي غلامي پسندن کان پنهنجي بيزاريءَ جو اعلان ڪريان ٿو، جيڪڏهن آئون ائين نه ڪريان ته سنڌ جي روح جي ازلي آواز جو منڪر ليکبس."

انگريزن خلاف ويڙهه، ڪانگريس جي سياست جي ورن، وڪڙن ۽ ڪانگريس جي سياسي ڪلابازين کان وٺي برصغير جي ورهاڱي ۽ سنڌ جي هاري تحريڪ ۽ برصغير جي ڪميونسٽ تحريڪ وارن موضوعن تائين سنڌ جي سيد سان اج مون کي مَنَ ۽ روح واري ڪچهري ڪرڻي هئي. مون ان رات ئي ته علامه آءِ آءِ قاضي جو سائين ڏانهن لکيل خط ٻيهر پڙهيو هو "غلام مرتضيٰ لاءِ ته منهنجو روح گهڻيون چڪون ٿو ڪائي، پر آئون متس رنج به آهيان، چالاءِ پاڻ کي اوجهڙ ۾ وڌائين، يعني مسجد منزل گاهه جي تحريڪ ۾ حصو ورتائين" جي ايم سيد جي قيد ۽ نظربندين جي هڪ ڊگهي تاريخ آهي، جڏهن کان هن سنڌ جي فطري وطن هجڻ جي ڳالهه ڪئي هئي، نظربندين ۾ ئي رهيو هو، اج ته آئون بزم صوفياءِ سنڌ ٺاهي رسول بخش پليجي ۽ شيخ اياز سان گڏ سنڌ جا دورا ڪري امن ۽ آجپي جو پيغام ڏيندڙ ان قومپرست سان ملي رهيو هوس، جنهن چيو هو ته "سنڌ جو اهو تاريخي روح، مون ۾ واسو ڪري ويو آهي ۽ اهو پنهنجي منطقي انجام تائين پهچڻ چاهي ٿو، جيڪو يقينن سنڌ جي جاگرافيائي، قومي، سياسي، اقتصادي، ثقافتي اخلاقي خوبصورتي ۽ آزادي ئي آهي"

ٿانگو سن ۾ سائين جي ايم سيد جي حويلي سامهون بيٺو، آئون ۽ نذير سومرو فوٽوگرافر سائين جي ايم سيد جي حويلي سامهون

پهچي ماڙي ڏانهن وڌياسين. سنڌ جي آزادي ۽ دنيا ۾ امن جي ڳالهه ڪندڙ هي سنڌ جو عاشق پنهنجي ئي وطن ۾ شهر ۾ "حاڪمن" جو قيدي هو. اسان چند قدم ئي ڪنيا ته پوليس اهلڪار وڏي اچي سامهون بيٺا. اسان کين چيو ته سائين جي ايم سيد سان ملڻو آهي. جواب مليو ته "سائين نظربند آهي توهان ان سان نٿا ملي سگهو." مون چيو "هو گهر ۾ نظربند آهي" جواب مليو ته مٿان حڪم آهن، اجازت کان سواءِ ملڻ ممڪن ناهي. آئون اڳتي وڌيس ته پوليس وارن سختي وڌائي ڇڏي، هڪ پوليس واري منهنجي ٻانهه ۾ هٿ وڌو ۽ اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيو. ان وچ ۾ سائين جي حويلي جي خادمن کين "هي اسان جا مهمان آهن." وارو جملو چئي مون سان نرمي سان پيش اچڻ لاءِ چيو ۽ اها سڄي ماجرا وڃي سائين جي ايم سيد کي ٻڌايائون. سائين مون کي نياپو ڪرايو ته آئون هنن جو قيدي ضرور آهيان، پر هي سنڌ جو تڏو آهي، اوهان اوطاق تي امير حيدر شاهه (سائين جي فرزند) وٽ وڃو ۽ ماني کائڻ بنا واپس نه وڃجو. اسين سائين امير حيدر شاهه وٽ وياسين، جنهن وڏي عزت ڏني، سياسي ڪچهري تي ۽ ماني کاڌي سين.

ذوالفقار علي ڀٽي جو سئوٽ ۽ پيپلز پارٽي کي ڇڏڻ بعد پاڪستان ۾ ڪنفيڊريشن جي نظام وارو پروگرام ڏيندڙ ممتاز علي ڀٽو به ڪافي دير کان پوءِ سن پهتو ۽ هن جي سائين جي ايم سيد سان تفصيلي ملاقات ٿي. ممتاز علي ڀٽي جي سن پهچڻ شرط ئي مون کي اوطاق تي جيئن اطلاع مليو ته آئون حويلي واري رستي تي ٻاهر بيٺي ممتاز علي ڀٽي جو انتظار ڪرڻ لڳس. هو جيئن ئي واپس آيو ته آئون سندس گاڏي جي دروازي سامهون بيهي رهيس، منهنجو سوال سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهه ڪندڙ ۽ نظربند سياستدان سائين جي ايم سيد سان اوهانجي ڪهڙي سياسي ڳالهه ٻولهه ٿي.؟ ممتاز علي ڀٽي جو جواب "سائينءَ کان آئون طبعيت پڇڻ آيو هيس، سائين سان منهنجي هي ملاقات ذاتي هئي" ممتاز علي ڀٽي مون سان مختصر ڳالهه

پولهه ڪئي ۽ آئون واپس حيدرآباد موٽي آيس. ان ڏينهن کان پوءِ سن ۽ سيد سان منهنجو ڄڻ هڪ صوفياڻو فقيري رشتو جڙي چڪو هو. سائين جي حياتي ۾ هر سال آئون لازمي طور سن ويندو هئس. سائين جي ايم سيد جي سالگرهه تي اسان جڏهن سن ويندا هئاسين ته سيد جا نظرياتي ۽ فڪري پوئلڳ ڳاڏين جي قافلن ۾ قومي گيت ڳائيندا سن پهچندا هئا ۽ ڪيئي قافلا ته ڏينهن جا ڏينهن پيرين پنڌ ڪشالا ڪري سن ۾ سيد جي حاضري ڏيندا هئا، سالگرهه ڄڻ قومي ڪارڪنن جي عيد هوندي هئي، سنڌو درياهه ڪناري اوطاق تي سالگرهه جو جلسو ٿيندو هو، جهنڊن کي جهولائي سنڌ جي آزاديءَ وارا نعريٰ هنيا ويندا هئا، جيئي سنڌ هلچل ۾ موجود سڀ نظرياتي وهڪرا اچي سنڌ ۽ سن جي فڪري سمنڊ جهڙي جلسي ۾ گڏجي پوندا هئا. سيد پنڊال ۾ پهچندو هو ته صوفي فقير رقص ڪري سنڌ جي سيد جي آجيان ڪندا هئا. فقيرن جي سُرن جا آلاپ ”گهنڊ ڪول ديدار ڪرائو، مين آيا مک ويکڻ“ اياز جي شاعري سنڌ ديس جي ڌرتي تو تي پنهنجو سيس نمايان، مٿي ماٿي لايان ۽ سڄي پنڊال جو اٿي بيهڻ، اهي سڀ منظر اڄ به ياد اٿم.

سالگرهه ۾ سائين صوفياڻو راڳ هڪ خاص انداز ۽ ڪيفيت ۾ ٻڌندو هو. هزارين ماڻهو سن ايندا هئا، اوطاق تي سڀني لاءِ ماني ساڳي ان ڏينهن ڄڻ سن ۾ ”ڪميون“ هجي، سن جو دسترخوان سنڌ جي مهمان نوازيءَ جا نياپا پيو ڏيندو هو. اڳواڻ، مهمان ۽ ڪارڪن سڀ هڪ ئي دسترخوان تي ويهندا هئا، پنڊال هڪ، جلسو هڪ، اهو سائين جو سياسي هنر هو جو هڪ پاسي حميده کهڙو ۽ ٻئي پاسي عبدالواحد آريسر جهڙا قومپرست تحريڪ ۾ مختلف سياسي ۽ نظرياتي ڌارائن جا ماڻهو گڏ وينا هوندا هئا. اهو سڄو دؤر قومپرست سياست جي جوڀن ۽ عشق وارو دؤر هو. سچ ته سائين جي فڪري پوئلڳن مٿان هي خبر وڄ وانگر اچي ڪري جڏهن هو بيمار ٿي پيو ۽ کيس ڪراچيءَ جي جناح اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. هو اتي به نظربند ۽ پوليس جي پهري هيٺ

هو، جسماني وڇوڙو فطري آهي، نيٺ ڊگهي علالت بعد هو جناح اسپتال ڪراچيءَ ۾ 25 اپريل 1995ع ۾ پنهنجي نظرياتي ۽ روحاني چاهيندڙ دوستن ساٿين ۽ ڌرتي ڌڻين کي وڇوڙي جو درد ڏئي جسماني طور ڌار ٿي ويو. اسان کي جڏهن سيد جي وڇڙي وڃڻ واري خبر پئي ته قومپرست ڪارڪنن سان گڏ اسان به وڃي جامشورو ڦاٽڪ تي پهتاسين، ڪارڪنن جون اکيون پنل هيون، اداس چهرا ائين پئي لڳو ڄڻ هو فڪري ۽ نظرياتي طرح گهاٽي وڻ مان نڪري تتل سج هيٺان اچي بيٺا هجن. هو سيني جو هو، ان ڪري ئي هر ڌرم ۽ عقيدي جي ماڻهن سن پهچي، پنهنجن، پنهنجن ڌرمي رسمن سان سائين جي ايم سيد سان عقيدت جو اظهار ڪيو. جن سائين جي ايم سيد جي آخري رسمن ۾ شرڪت ڪئي هوندي تن کي ياد هوندو ته سائين جي ايم سيد کي جڏهن لحد ۾ لاهي سنڌ امڙ جي هنج حوالي ڪيو پئي ويو، تتل اس هوندي آسمان مان هڪ ڪڪري ظاهر ٿي ۽ وسي پئي. سائين جي ايم سيد جو ته سنڌ سان جنم، جنم جو رشتو هو، ڪيس جمن دربدر جي هيءَ شاعري بيحد پسند هئي.

وٺي هر هر جنم وربو، منا مهراڻ ۾ ملبو
ختم اونداهه ٿي ويندي، چٽي چانڊاڻ ۾ ملبو

# رسول بخش پليجي سان رسڻ ۽ پرچڻ

هاڻ اسان سياست کان پاسائتا ٿي صحافت ۾ اچي چڪا هئاسين، معشوق عوامي آواز ۾ هو ۽ مان ڪاوش ۾ عوامي تحريڪ جي سربراهه رسول بخش پليجي گاڏي کاتي ۾ عوامي هائوس واري آفيس تي پريس ڪانفرنس ڪئي هئي. هن لطيف آباد ۾ اردو ڳالهائيندڙن جي آباديءَ ۾ ديسي ساخت جي ڌماڪن جو ذڪر ڪندي جڏهن هي چيو ته ”لطيف آباد ۾ ڌماڪا ٿيا، جن ۾ ڪيترائي ماڻهو مئا زخمي ٿيا آهن، منهنجي اهڙن واقعن تي دل رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهي آهي.“ معشوق جو ڪمينٽ هو. ”پليجو صاحب اوهان ته زخمين سان عيادت ڪرڻ اسپتال به نه ويا ۽ ان وقت اوهان هڪ راڳ جي محفل ۾ وينا هئا“ پليجي صاحب معشوق جي ڳالهه ڪي دل تي ورتو ۽ بنا دير جي چئي وينو. اوهان جو ڪهڙي پارٽي سان واسطو آهي.؟ معشوق جواب ڏنو ته ائين ته سنڌ جو وڏو وزير ڄام صادق پچندو آهي. ڄام صادق ته منهنجو يار آهي، چئي پليجي صاحب ڄام صادق تي سخت تنقيد ڪئي. بهرحال پريس ڪانفرنس ۾ ڏاڍي تلخي ٿي. ياد ٿو اچيم ته ڪجهه اهڙي ئي خبر مون ڪاوش ۽ معشوق عوامي آواز کي ڏني ۽ ڇپي.

اسان جي وچ ۾ وڇوٽيون ويون وڌنديون. آئون ته ان ڪري به

عوامي تحريڪ جي دوستن سان ناراض هيس جو ٽر بچايو ڪانفرنس وارا منظر مون ڪان وساريندي به نه پئي وسريا، پريس ڪانفرنس ٿيندي هئي ته آئون اجا سوال لاءِ هٿ کڻندو هوس ته رسول بخش پليجو جو جواب هوندو هو ”نو ڪمينٽس“. ڪامريڊ امداد چانڊيو ڪراچيءَ ۾ فرنٽيئر پوسٽ ۾ رپورٽنگ ڪندو هو، تنهن ٻڌايو ته رسول بخش پليجو اسان ٻنهي تي سخت ناراض آهي. ادي عنبرين هيسباڻي پنهنجي ڊفينس حيدرآباد واري گهر تي اسان جي ماني ڪئي، ڪاٻي ڏر سان سلهاڙيل اسين سڀ حيدرآباد وارا صحافي دوست دعوت ۾ شريڪ ٿياسين، رسول بخش پليجو به ان دعوت ۾ آيو. عنبرين سنڌ ۾ سياسي رواداري، سهپ، ٻڌي ۽ اختلافن کي ماني کرڻ واري سوچ جي هئي، پر ان دعوت ۾ به رسول بخش پليجي ۽ اسان جون وڇوٽيون ختم ٿي نه سگهيون. زرعي يونيورسٽي جي استاد پروفيسر امير علي قادري پنهنجي گهر تي ڪچهري ڪرائي، پليجي صاحب جو ليڪچر رڪارڊ ٿيڻو هو، پر اسان اتي به نظرياتي بحث ۾ اٽڪي پياسين ۽ ليڪچر ئي لاياڻتو نه ٿيو.

هڪ ڏينهن پٽ شاهه ۾ جلسو ٿيو، رسول بخش پليجي اسان تي نظر پوندي ئي صحافين کي تنقيد جو نشانو بڻايو. رسول بخش پليجي تقرير ۾ چيو ته ”مون (پليجو) ڪان وڏو ڪو صحافي آهي چا ؟ هي ڪودڙا، ڪودڙا قلم کڻي پيا صحافي سڏرائين“. پليجي صاحب جي اسان موجود صحافين بابت هي طنزيه ٻولي ٻڌي دوستن چيو بائيڪاٽ تا ڪريون، مون ڪين بائيڪاٽ ڪان روڪيو ۽ پٽ شاهه مان واپس اچي پنهنجي هٿ سان خبر ناهي، سينڊيڪيٽ ڪئي ته ”عوامي تحريڪ جو لانگ مارچ جاري، پارٽي سربراهه رسول بخش پليجو چند قدم کڻڻ ڪان پوءِ ڪارڪن ڇڏي پجيرو ۾ روانو.“ اهو هو ردعمل اسان جو، تن ڏينهن ۾ رسول بخش پليجي جي 3 ڪالمن واري خبر سان گڏ ڪا هڪڙي سنگل ڪالم خبر ضرور هوندي هئي، جيڪا اسين پيا رپورٽ ڪندا هئاسين.

هڪ ڏينهن تہ مون حد ڪري ڇڏي جڏهن پاڪ جو ايڊيٽر هيس رات جو ڪچهري پئي ٿي. علي قاضي اسان جو ميزبان هو. آئون، لالا رحمان، رشيد راڄڙ ۽ رسول بخش پليجو ويٺا هئاسين. پليجي صاحب پڻ دوستن سميت ان ڪچهري ۾ شريڪ ٿيو هو. تجزيا، تبصرا پئي هليا، سڀ ڪنهن پئي پنهنجو نقطہ نظر پيش ڪيو. مون کي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو، محفل منهنجي هن جملي تي ٻي مزي تي وئي، جڏهن مون هي چيو تہ چڱو ٿيو رسول بخش پليجي کي اقتدار نہ مليو، جي هو اقتدار ۾ هجي ها تہ اسان جهڙن ماڻهن جون منڍيون حيدر چوڪ تي ٽنگرائي ها، منهنجي لهجي ۾ ڏاڍي ڪڙاڻ هئي ۽ اهو جملو محفل جي آدابن جي بہ خلاف هو، پر پليجي صاحب دل ۾ ڪرڻ بجاءِ هڪ خاص انداز سان چيو، اها نقوي، نازشي، سازشي ٽولي جي راءِ آهي ۽ ائين هڪ ٺهڪ ۾ ڳالهہ آئي وئي ٿي وئي، سچ تہ اتي ويٺي ئي مون کي پنهنجي رويي ۽ غلطيءَ جو احساس ٿيو هو.

ابرار قاضيءَ سان اسان جو پيار جو رشتو آهي، هن سان اسانجي ويجهڙائپ سنڌ ڊيموڪريٽڪ گروپ جي سرگرمين دوران ٿي. ڊيموڪريٽڪ گروپ کي اڳتي هلي سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽي واري شڪل ڏني وئي، جنهن جو چيئرمين يوسف لغاري، وائيس چيئرمين ناميارو دانشور محمد ابراهيم جويو، جنرل سيڪريٽري ابرار قاضي ۽ ڊپٽي جنرل سيڪريٽري ڊاڪٽر نذير شيخ چونڊيا ويا. ابراهيم جويو، مشتاق ميراڻي، دانشورن ۽ ليکڪن جو هڪ لڏو، ايس ڊي پي سان گڏ بيٺو هو، پر ايس ڊي پي ڪيڊر پارٽي يا عوامي پارٽي واري شڪل وٺي نہ سگهي هئي. ابرار قاضي جي ڪچهرين مان اسان کي محسوس ٿيندو هو تہ هو هيٺين سطح تي عوامي سياست جو خواهشمند هو. هڪ ڏينهن ابرار قاضي نياپو ڪري صلاح مشوري لاءِ پنهنجي لطيف آباد واري گهر اچڻ لاءِ چيو، گهر ٻاهران ڇٻراٽي تي ويٺا هئاسين، چيائين عواميءَ تحريڪ زبردست پارٽي آهي ۽ هن پارٽي ۾ سچا، محنتي ۽ مخلص ڪارڪن آهن، رسول بخش پليجي سان ڏکيون

ڪچهريون ٿيون آهن، آئون عوامي تحريڪ ۾ شامل ٿي رهيو آهيان. معشوق ۽ مون قاضي صاحب کي عوامي تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ کان اهو چئي کيس روڪيو تہ اوهان رسول بخش پليجي سان گڏ سياست ڪري نہ سگهندا، مهرباني ڪري اوهان عوامي تحريڪ ۾ شامل نہ ٿيو. انهن ئي ڏينهن ۾ عوامي تحريڪ ڪالاباغ ڊيم خلاف ويڙهہ جي پهرين مورچي تي وڙهي رهي هئي. رسول بخش پليجي پريس ڪانفرنس ڪري ڪالاباغ ڊيم خلاف پٽ شاهہ کان ڪراچي تائين لانگ مارچ جو اعلان ڪيو هو. ابرار قاضي ۽ ڊاڪٽر نذير شيخ جون عوامي تحريڪ ۾ شموليت لاءِ ڳالهيون هلندڙ هيون، پنڌ مارچ جڏهن مٽياري پهتو تہ مارچ خلاف سخت ڪارروائي ٿي. ياد ٿو اچيم تہ هي 2001ع وارو سال آهي، حڪومت جي سخت هدايتن کان پوءِ رسول بخش پليجو، ابرار قاضي ۽ ٻيا ڪيترائي ڪارڪن گرفتار ڪيا ويا. سنڌياڻين وڏي ويڙهہ ۽ مزاحمت ڪئي، ڪيترين ئي سنڌياڻين پنهنجا معصوم ٻار پنهنجي مائرن حوالي ڪري گرفتاريون ڏيڻ پئي چاهيون، پوليس وڏي پئماني تي لاٺي چارج ۽ تشدد ڪيو. سختي ايتري جو پ پ اڳواڻ شاهنواز جوڻيجو، عوامي تحريڪ جي اڳواڻ حڪيم زنگيجو، ڊاڪٽر نذير شيخ جا گرفتاري وارا وارنٽ جاري ٿيا، ڊاڪٽر عزيز ٽالپر ۽ ٻيا اڳواڻ روپوش ٿي ويا. آئون حيدرآباد ۾ هيس، ڊاڪٽر نذير بہ روپوش هو، جنهن مون کي ۽ معشوق کي ملڻ لاءِ چيو. اسان حيدرآباد جي سائيٽ ايريا واري علائقي ۾ ساٿس ملياسين، اج ڊاڪٽر نذير انهن ٻن ماڻهن سان مخاطب هو، جيڪي رسول بخش پليجي جا ناپسنديده ماڻهو هئا. ڊاڪٽر نذير اسان کي چيو "رسول بخش پليجوءِ ابرار قاضي گرفتار ٿي چڪا آهن ۽ ٻين ساٿين جي گرفتارين لاءِ ڇاپا پيا لڳن، عوامي تحريڪ جا ڪارڪن ڇڙوڇڙ ٿي ويا آهن، هي لانگ مارچ ناڪام ٿيو تہ سنڌي ماڻهن جو سياسي مورال ڪري پوندو، تنهن ڪري اوهان قومي فرض نڀايو ۽ هوسڙي ويجهو اوهان جي ڳوٺ ۾ تحريڪ جي ساٿين جي ميزباني ڪيو. سنڌياڻيون پنڌ ڪنديون

اوهان جي ڳوٺ پهچنديون، تحريڪ جا ساٿي هڪ، هڪ ٿي اوهان جي ڳوٺ گڏ ٿيندا ۽ پئي ڏينهن اوهان جي گهر ۽ ڳوٺ کان مارچ پيهر شروع ٿيندو.“ مان ۽ معشوق ٻـ منٽ ماٺ رهياسين ۽ ڊاڪٽر نذير شيخ کي هاڪاري جواب ڏيندي چيو، اسين ميزباني ڪرڻ لاءِ تيار آهيون، معشوق ۽ مان پنهنجا سڀ ڪم ڇڏي، ڳوٺ پهتاسين، اسان جو هي ڳوٺ حيدرآباد ويجهو ٽنڊومحمد خان کان پهرين نوناري ڳوٺ ويجهو بدين روڊ تي آهي. سنڌياڻي تحريڪ جون ڀينرون پنڌ ڪري اسان جي ڳوٺ ڏانهن اچڻ لڳيون، حڪومت جي ايڏي سختي هئي جو ڪو بـ ماڻهو يا سياسي اڳواڻ ڀينرن جي آجيان ڪرڻ يا کين ترسائڻ تـ نهيو پاڻي پيارڻ لاءِ تيار بـ نـ هو، مون پنهنجي گهر ۾ امڙ کي ادين جي اچڻ واري ڳالهـ ٻڌائي، ڀينرن جو گهرواري پاسي ترسائڻ جو بندوبست ڪيوسين ۽ اوطاق واري پاسي تحريڪ جي ڪارڪنن لاءِ ڪٽون رکيوسين، مسڪيني حال هيو، پر دل ڪشادي هئي، اوڙر ڪٽي ديڳيون نهرايون سين، هڪ هڪ ٿي عوامي تحريڪ جا ڪارڪن ڳوٺ پهتا، ائين سوين ڪارڪن ۽ سنڌياڻيون گڏ ٿي ويون، رسول بخش پليجي جي شاعري ”جهان کي ڏيو مبارڪون، اسين پيا ڪاهيندا اچون“ نعري، هر دور وڃهيو جو پليجو- اطلاع ملندي بس دير ئي نـ ٿي، سڄي ڳوٺ تي پوليس ۽ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جو گهيرو ٿي ويو. رستا بند، حيدرآباد جي پوليس- پوليس موبائلون، بڪتر بند گاڏي، ائين پئي لڳو تـ هي سياسي ڪارڪن نـ چڻ ڪي وڏا خطرناڪ ڌوهاري هجن، ايڏي وڏي سيڪيورٽي ڏسي مون امڙ کي چيو، ڪنهن وقت بـ گهر تي پوليس جي هلان ٿي سگهي ٿي، هو گرفتاريون بـ ڪري سگهن ٿا، جي اوهان مناسب سمجهو تـ اوهان ۽ ڀينرون ٽنڊوڄام اديءَ ڏانهن نڪري وڃو، سلام آهي امڙ حاجل کي چيائين ”شاباس اٿئي، سنڌ جي نياڻين کي هتي ڇڏي مان پنهنجون نياڻيون وٺي وڃان، همٿ ڪر هاڻ جيڪو ٿيو مُنهن ڏبو.“ ڪراچيءَ کان سخت هدايتون هيون تـ گرفتاريون ڪيو، سڀ تياريون ٿي چڪيون هيون. حيدرآباد جي

ايڊمنسٽريشن ۽ ان وقت جي ايس ايس پي مٽي رپورٽ ڪيو تہ جيڪڏهن اقبال جي ڳوٺان گرفتاريون ٿيون تہ صحافي بہ ان تحريڪ ۾ شامل ٿي ويندا. اهڙي صورتحال کي ڏسي گهر اندر چڙهائي ڪري گرفتارين ڪرڻ کان پاسو ڪيو ويو، پر اسان جي ڳوٺ تي ڪڙو جيئن جو تيئن جاري رهيو، سڄي رات انقلابي گيت ڳائبا رهيا ۽ نعريٰ لڳندا رهيا. مون ۽ معشوق عوامي تحريڪ جي ڪارڪنن جو جاڳي پهرو ڏنو، رات کان پوءِ صبح تہ ٿيڻو هو، لانگ مارچ شروع ٿي ويو "نہ ڪپي نہ ڪپي ڪالاباغ ڊيم نہ ڪپي" مارچ منهنجي ڳوٺ جي حدن کان جيئن ئي ٻاهر نڪتو تہ گرفتاريون شروع ٿي ويون، پر سنڌي ماڻهن جو سياسي مورال ۽ حوصلو ان حد تائين وڌيو جو هر شهر مان ماڻهو نڪري پيا ۽ سوين ماڻهو مارچ ۾ شامل ٿي ويا. گرفتارين کان پوءِ رسول بخش پليجو ۽ ابرار قاضي ذهني طور سمجهيو پئي تہ شايد مارچ جاري رهي نہ سگهي، پر عوامي تحريڪ جا ڪارڪن ۽ سنڌياڻيون ويڙهہ جي ميدان تي ئي موجود رهيون ۽ مارچ جو رخ هاڻ ڪراچي ڏانهن هو، روپوش ۽ گرفتار اڳواڻن جون ضمانتون ڪرايون ويون ۽ اڳواڻن اچي مارچ جي قيادت سنڀالي. مون کي ياد آهي تہ ان وقت صحافين مارچ جي ميزباني بابت مون کان هي سوال ڪيا هئا تہ اوهين صحافي آهيو ۽ مارچ جا ميزبان ٿيا آهيو. منهنجو جواب هو تہ "سنڌ سياسي، اخلاقي ۽ ثقافتي طرح ايتري هيٺي نہ ٿي آهي، جو سنڌ جي نياڻين جي ميزباني نہ ڪري سگهي" ان لانگ مارچ جي ميزباني کان پوءِ رسول بخش پليجي ۽ اسان وچ ۾ هلندڙ تلخي بنهہ محبتن ۾ بدلجي وئي.

لانگ مارچ پوري ٿيڻ بعد جيئن ئي رسول بخش پليجو حيدرآباد واپس آيو تہ ڊاڪٽر نذير شيخ مون کي پليجي هائوس تي اچڻ جي دعوت ڏني اهو چيو تہ پليجو صاحب اوهان جي همٿ کي داد ڏيندي سنگت جي ڪچهري رکرائي آهي، اوهان کي ضرور اچڻو آهي. سنڌ جي هن ٻن ماڻهن ابرار قاضي ۽ نذير شيخ ۾ اهو هُنر هو ۽ آهي تہ هو اختلاف راءِ کي گهٽائي سنڌ دوست نظرياتي

ماڻهن کي هڪ پيج تي آڻي سگهن. ڊاڪٽر نذير شيخ مون کي ٻڌايو تہ عوامي تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻن جي ڪچهريءَ ۾ مون رسول بخش پليجو صاحب جي موجودگي ۾ چيو هو تہ ”جيڪڏهن اقبال ۽ معشوق توهان جي خلاف هجن ها تہ ائين رسڪ کڻي پانڊيئڙن کي پنهنجي ڳوٺ ۽ گهر ۾ نياڻين وچ ۾ نہ ترسائين ها.“ هن لانگ مارچ کان پوءِ هاڻ اسان ماضيءَ جي سمورين تلخين کي وساري ويجهو اچي چڪا هئاسين، اسان جڏهن پليجي هائوس پهتاسين تہ رسول بخش پليجي ۽ سندس پارٽي جي ساٿين مانائتي موٽ ڏئي آدرڀاءُ ڪيو. ان کان پوءِ اسان جو پرنس ٽائون تي ڪچهرين جو سلسلو ڄڻ معمول بڻجي ويو. مائوزيتنگ، لينن ازم، مارڪسزم، پهرين، ٻي، عالمگير جنگ، فلسفي، ادب ۽ شاعري تي فڪري ويهڪون ٿينديون هيون. وسند ٿري ۽ ٻي سنگت جو آواز، لطيف سائين، شيخ اياز ۽ فيض احمد فيض جي شاعري ۽ وري اختلافن جي اڏامر بہ اهڙي جو ڪڏهن ڪڏهن تہ بحث ڪندي اسر تي ويندو هو. هفتو مس گذرندو هو تہ نياپو ايندو هو تہ گڏجڻ جي ڪا سازش ڪجي. عوامي تحريڪ جا دوست ڏاڏا قادر، وشنومل، ادا محمد خان پرڳڙي محفل جا انتظام ڪندا هئا ۽ شريڪ بہ هوندا هئا. صحافي سنگت ۾ آئون، لالا رحمان، رشيد راڄڙ، امداد سومرو، مهيش ۽ ٻي سنگت هوندي هئي، ڪڏهن دوستن وٽ تہ ڪڏهن وري دعوت ڪندڙ دوست اسان وٽ ايندا هئا. جامي چانڊيو، مشتاق راڄپر، منظور ميراڻي، ناز سهتو، فقير ارشاد لغاري، هن نظرياتي فڪري ٻاريءَ جو حصو هئا. حيدرآباد جي تڏڙين هوائن ۾ پرنس ٽائون حيدرآباد واري گهر جي ڇت تي يا هيٽ پارڪ ۾ جڏهن ويناسين ۽ اٿياسين تہ اتان هڪ نئون اتساهہ کڻي اٿياسين.

هڪ رات جي ڳالهہ آهي، ڇت تي جڏهن مڏ پئي ورتو تہ سنڌ جي پلوڙ شاعر امداد حسيني جي اچڻ جو اطلاع ٿيو، پليجي صاحب امداد حسينيءَ کي ڇت تي ٿيندڙ ڪچهري ۾ وني اچڻ لاءِ چيو. ياد ٿو اچيم تہ امداد حسيني ڪنهن پروگرام جي دعوت ڏيڻ آيو

هو، دعا سلام تي، حال احوال ڏيڻ کان پوءِ شاعري جو دَور هليو، امداد حسينيءَ جا ڪيترائي نوان نظم پليجي صاحب پڻ پڙهيا ۽ نيٺ اڌ ۾ روڪي چيائين، امداد تنهنجي پراڻي شاعري ڪمال جي آهي، اڄ اها ٻڌون، پليجو صاحب امداد کي سندس شعر ياد ڏياريندو رهيو، ان ويل تہ صفا خمارن کي شاعري پنهنجي پاڪر ۾ پيري ورتو. امداد تہ سِتت ئي روانو ٿي ويو، پر اها رات لطيف سائين، فيض احمد فيض ۽ شيخ اياز جي شاعري چانڊوڪيءَ ۾ ٻڌندي اسان جا احساس رقِص عاشقيءَ جيان هئا. هڪ مزيدار ڳالھ هيءَ هئي تہ جڏهن بہ اسان رسول بخش پليجي سان ملياسين، هو اسان کي عوامي تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏيندو هو، اسان جي مُرڪندڙ انڪار کي ڏسي هو کلي چوندو هو، ”آئون لالچي انقلابي آهيان، بار بار پيو اوهان کي دعوت ڏيندس، باقي اوهين مرضيءَ جا مالڪ آهيو.“ ڪچهريءَ جي پڇاڙي کان پوءِ هو گهر جي مک دَروازي تي موڪلائيندي چوندو هو ”استالن کي جئہ هو“ دعوتن جو اهو سلسلو بہ طرفو هو.

هڪ ڏينهن عبرت اخبار جي چيف رپورٽر سرفراز وسطڙو کي هن ڪچهري ۾ وٺي وياسين، مَڌ جو مزو چکڻ بعد پليجي صاحب ٻي عالمي جنگ تي پئي ڳالهايو، سرفراز هلندڙ ڳالھ کي ڪٽيندي چيو، پليجو صاحب منهنجو سوال آهي تہ آخر سدائين اوهان ئي عوامي تحريڪ جا صدر ڇو ٿا ٿيو؟ سرفراز جي ان ڳالھ ڪچهري جي ردم کي عرش تان ڪٽي فرش تي سٽيو، رسول بخش پليجي جو جواب هو ”وشنا پنو ڪٽي اچو تہ آئون صدارت تان هٽ ڪٽڻ جو لکي اعلان ڪريان.“ نيٺ ڳالھ وڃي اتي پهتي تہ باقي سڄي ڪچهري پوڳن ۽ نڪاوَن ۾ پوري ٿي، وقت ۽ حالتون بدلجنديون رهيون، ڪي دوست رسول بخش پليجي سان نظرياتي طرح گڏ آهن ۽ ڪي پاسائتا ٿي ويا. ابرار قاضي بہ رسول بخش پليجي سان سياسي ۽ نظرياتي سفر جاري رکي نہ سگهيو، اڄ هو عوامي جمهوري پارٽي جي سٽ جي سرواڻ دوستن وچ ۾ آهي، اسان جو صحافي يار سرفراز وسطڙو

۽ اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويو، ها پر اهي يادگيريون ئي تہ آهن، جيڪي ناهن وسرڻيون سچ تہ هي يادگيريون ڇڻ تہ منهنجو فڪري، نظرياتي ۽ روحاني اثاثو آهن.

# محمد ابراهيم جويو جون پنل اکيون

پرنس ٽائون حيدرآباد ۾ اڄ آئون امداد سومرو، رسول بخش پليجي جي گهر وينا هئاسين سڄ لهي چڪو هو، اسان جي وچ ۾ اڄ برصغير جو عظيم دانشور رسول بخش پليجي جو استاد سائين محمد ابراهيم جويو وينل هو. محمد ابراهيم جويو، جي ايم سيد ۽ سوڀي گيانچنداڻي وانگر برصغير جي ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ واري سنڌ کي اکين سان ڏٺو، محسوس ڪيو ۽ لکيو هو ۽ اڄ تائين لکندو اچي. رسول بخش پليجي، سائين محمد ابراهيم جويي سان گذاريل يادون، تعليم ۽ تربيت وارا جذهن سماچار پئي ٻڌايا تہ جويي صاحب جي اکين ۾ هڪ خاص چمڪ نظر پئي آئي، هو هر ڳالهہ تي هلڪي مُسڪراهٽ ڏئي، ڪنڌ لوڏي پليجي صاحب جي ڪيل ادبي پورهيي ۽ فڪري ۽ نظرياتي محنتن کي محبتن جي پيئا ڏئي رهيو هو. ان رات جي ڪچهريءَ ۾ صدين جي سياسي ۽ نظرياتي اٿل پٿل بحث هيٺ آئي، هڪ گهڙي اهڙي بہ آئي رسول بخش پليجي اسان سان مخاطب ٿيندي چيو جڏهن ون يونٽ هو تہ اسان ايوبي آمريت خلاف هر محاذ تي وڙهياسين، رات جو ڪچهريون ٿينديون هيون، حڪمت عمليون جوڙيندا هئاسين، شاهہ لطيف، شيخ اياز جي شاعري جون ڌنون ناهيندا هئاسين ۽ زرينہ شاهہ لطيف جا سر اياز جا گيت ڳائيندي هئي، آمريت خلاف ويڙهہ ۾ ادب، شاعري ۽ گيتن جو وڏو ڪردار

آهي. اسان جي ڪچهري جڏهن پنهنجي جوڀن تي پهتي تہ رسول بخش پليجي نيٺ ۽ نماڻائي سان جويي صاحب کي سنڌس ئي ناهيل ڏنون جهونگارڻ لاءِ چيو، لطيف سائين جي وائي جويي صاحب جو آواز ۽ ماضيءَ جي مزاحمتي انقلابي سياست جي ڳالهہ ٻولهہ، سچ تہ اهي پل زندگيءَ ۾ ڪڏهن وسرڻا ئي ناهن، جويي صاحب جيئن ئي لطيف جي هيءَ وائي جهونگاري پئي.

اکيون پير ڪري، وڃجي وو وڃجي،
سپيريان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪين ڪجي،
وڃجي، وو! وڃجي!
لڪائي لوڪ کان ڳجهڙي ڳوٺ نجي،
وڃجي، وو! وڃجي
ڪنهن ميهار جو، سور نہ ڪنهن سلجي،
وڃجي وو! وڃجي.

ان ويل سنڌ جي هن عاشق جي اکين مان لڙڪ لڙي پيا.

هي عشق نہ هو ٻيو ڇا هو، فلسفي، ادب ۽ سياست جي هن استاد کي اڄ اسان سنڌ جي هڪ عاشق واري روپ ۾ ڏسي رهيا هئاسين، رسول بخش پليجي، اسان جي دوست ۽ پنهنجي تحريڪ جي ساٿي ۽ فرزند اياز لطيف کي چيو اياز ٽيپ گهراءِ تہ جويي صاحب جو هي آواز ۽ جهونگار رڪارڊ ڪجي، زندگي ۾ اسان پهريون ڀيرو جويي صاحب جي اکين ۾ لڙڪ ڏٺا هئا، ان کان اڳ جڏهن بہ اسان کيس ڏٺو ۽ ٻڌو منطق ۽ دليل ڏيندي ڏٺو ۽ ٻڌو هو جويي صاحب ۽ رسول بخش پليجي سان ان شام ٿيندڙ هن روح پرري رهاڻ ۾ اسان جي ڪچهري جو مک موضوع مزاحمتي ادب، راڳ ۽ شاعري هئي، جويي صاحب جي ڪچهري جي ابتدا بہ اتساهہ ۽ ذميوار جدوجهد کان ٿي ۽ پڇاڙي وقت بہ هن اسان کي نہ ٿڪجڻ وارو نياپو ڏنو هو.

# سنڌ ترقي پسند پارٽي ۾ اختلاف

مسلم هائوسنگ سوسائٽي حيدرآباد ۾ اڄ اسان ان نوجوان قومپرست اڳواڻ سان ڳالهائي رهيا هئاسين، جنهن کي سنڌ مزاحمتي سياست جي سرواڻ طور مڃتا ڏني هئي، 30 سيپٽمبر واري واقعي ۾ گرفتاري ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ دهشتگردي خلاف مزاحمت ڪندڙ شاگرد اڳواڻ ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ان جي ٽيم کي وڏي عوامي موٽ ملي هئي. آئون ڪاوش ۾ هيس ۽ معشوق ملاح عوامي آواز ۾، اسان کي جيئن ئي ڊاڪٽر قادر مگسي جي آزاديءَ جي خبر پئي انٽرويو وٺڻ لاءِ سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي حيدرآباد ۾ سندس گهر پهتاسين. اسان بابت ڊاڪٽر قادر مگسي کي دوست اڳواٽ ٻڌائي چڪا هئا تہ اسان ڪهڙي مٽيءَ جا ماڻهو آهيون. هن انٽرويو ۾ ٻيون ڪيتريون ئي اهم ڳالهيون ٿيون، پر جڏهن ڊاڪٽر قادر مگسي چيو هو ”سنڌ ۾ ايندڙ حڪومت اسانجي پارٽي جي هوندي“ تڏهن اسان ٻنهي دوستن ڊاڪٽر قادر مگسي کي حيرت مان نهاريندي چيو هو تہ ايندڙ حڪومت ايس ٽي پي جي هوندي؟ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو.؟ ڊاڪٽر قادر مگسي ڪيترائي دليل ڏئي پنهنجو نقطہ نظر رکيو ۽ اسان رپورٽ ڪيو. ڊاڪٽر قادر مگسي جڏهن جيل ۾ هو تہ ڊاڪٽر دودو مهيري، ڪامريڊ حسين بخش ٿيٻو، حيدر شاهاڻي، ڊاڪٽر رحيم سولنگي، پنهل ساريو، چاچو محمد علي

لغاري، هوت خان گاڏهي، فقير دين محمد ڪنير ۽ عاشق سولنگي سنڌ ۾ هڪ سگهاري پارٽي ناهي چڪا هئا. دراصل سنڌ ترقي پسند پارٽي، سائين جي ايم سيد جي قومي تحريڪ ۽ تنظيم کان ڌار ٿي جنم وٺندڙ نوجوانن جي قومپرست پارٽي هئي، جنهن جو بنياد وجهندڙن ۾ خاڪي جويي جهڙا سيد جا نظرياتي ساٿي بہ شامل رهيا.

30 سيپٽمبر 1988ع واري ڪيس ۾ جڏهن ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ڊاڪٽر همايون قاضي، گلستان سجاد مان گرفتار ٿيا هئا تہ ڊاڪٽر دودو مهيري ۽ عبدالواحد آريسر جي سڏ تي ٿي ڏينهن سنڌ بند رهي هئي، روڊ ويران هئا ۽ ڦيٿو بہ نہ ڦريو هو ۽ سنڌ سان لاڳاپيل سمورين پارٽين جي ڪارڪنن گڏجي ڀرپور احتجاج ڪيا، مزاحمتي سياست ۽ دهشتگرديءَ خلاف پهرين مورچي تي وڙهڻ ڪري سنڌ جي هنن قومپرست نوجوانن کي تمام وڏي عوامي موٽ ملي، پيپلز پارٽي جي پهرين حڪومت ۾ سنڌ ۾ ان قسم جي عوامي ردعمل کي ڏسي ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ان جي ساٿين جي حياتي بچي وئي ۽ کين ظاهر ڪيو ويو. ڊاڪٽر قادر مگسي جيل ۾ ئي هو تہ خطن ۽ رابطن جو سلسلو جاري رهيو.

جڏهن جيئي سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جو بنياد پيو تہ هي پارٽي سنڌ جي مڊل ڪلاس ۽ نوجوانن جي سگهاري پارٽي واري سڃاڻپ سان سنڌ ۾ بيحد مقبول ٿي. 1994ع ڌاري آزادي ماڻيندڙ ڊاڪٽر قادر مگسي کي اسان هزارين ماڻهن جي جلسن کي خطاب ڪندي ڏٺو. ڊاڪٽر قادر مگسي ٿٽي ۾ 1997ع واري اليڪشن ۾ پيپلز پارٽي جي اميدوار بابو غلام حسين سامهون بيٺو، هو اليڪشن تہ کٽي نہ سگهيو هو، پر سندس جلسن ۾ هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي هئي ۽ هن چوندن ۾ وڏيرن کي ٽڪائي وڌو هو. هڪ پورهيت جي پٽ کي ان تڪ ۾ ملندڙ عوامي موٽ ۽ محبت ڪا معمولي نہ هئي، ڊاڪٽر همايون قاضي لاءِ تہ سول لائين جي اپر مڊل ڪلاس جي سفيد ڪپڙن وارا سنڌي پنهنجن عورتن سميت پولنگ اسٽيشنن تي پهتا هئا. سنڌ هن نئين ابرندڙ

نوجوان قيادت ۽ قوت کي بي پناھ محبت ڏني، منهنجي ذاتي راءِ آهي تہ لساني جهيڙن کان پوءِ لساني سياست ۽ دهشتگردي سامهون ٿي بيهڻ ڪري ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ سندس پارٽي سنڌ جي هڪ مضبوط سياسي پارٽي طور سامهون آئي هئي، پر ائين جيئن اسان جي پارٽي ڪميونسٽ پارٽي سان ٿيو، اسان جا ساٿي ضياءُ الحق جي قهري مارشل لا کي منهن ڏئي آزاد ٿيا، عوام ۾ آيا تہ هزارين ماڻهن سندن آڌرياءُ ڪيو، پر اسان عوامي مقبوليت ۽ موٽ کي سنڀالي نہ سگهياسين ۽ اسان جا جيل جا ساٿي هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويا، ايس ٽي پي سان بہ ڪجھ اهڙو ئي ٿيو، جو جڏهن ڊاڪٽر قادر مگسي آزاد ٿيو تہ ايس ٽي پي ۾ بہ سياسي ۽ نظرياتي اختلاف شروع ٿيو ويا ۽ وطن، آچيي ۽ سوشلسٽ سنڌ جي ڳالھ ڪندڙ هن پارٽي ۾ ٽوڙ ڦوڙ جو عمل شروع ٿيو. خاڪي جويو، منور لغاري، مير عالم مري ۽ شفيع برفت ايس ٽي پي ۽ ڊاڪٽر قادر مگسيءَ کان پنهنجون سياسي ۽ نظرياتي وابستگيون ختم ڪري ڌار ٿي ويا. مون کي پارٽي جي گڏيل دوستن ٻڌايو هو تہ خاڪي جويي تہ اجلاس ۾ ڊاڪٽر سامهون سخت ٻولي ڳالهائي هئي. اڳتي هلي ڊاڪٽر دودو مهيري، پنهل ساريو، ڊاڪٽر رحيم سولنگي بہ ڊاڪٽر قادر مگسي سان سياسي ۽ نظرياتي سفر جاري رکي نہ سگهيا.

منهنجون ترقي پسند پارٽيءَ سان ڪڏهن بہ تنظيمي وابستگيون ناهن رهيون، پر ان سڄي ويڙهاند ۾ هڪ سياسي ڪارڪن ۽ ان کان پوءِ صحافيءَ طور ان ٿهيءَ جي سياسي دوستن سان شعور جو سفر گڏ ئي ڪيو آهي، اسان جا احساس، خيال ۽ نظريا هڪ معنيٰ ۾ جڻ هڪٻئي وٽ امانتون آهن: هڪ احساس آهي جيڪو آئون هتي ونڊيندو هلان، هڪ ڏينهن پاڪ اخبار ۾ وينو هيس، ايڊيٽوريل پئي لکيم، ڪامريڊ حسين بخش ٿيٻو آيو، سندس اکين ۾ جاڳڻ واري لالاڻ هئي، هو ڳالهائيندو رهيو ۽ آئون ٻڌندو رهيس. سڄي زندگي هن زندانن کي منهن ڏنو ۽ حالتن سان جهيڙيو هو. ڪامريڊ ڳالھ پوري ڪئي، ڳالھ ڇا هئي هڪ درد ۽

ڪيفيت هئي، جنهن روح سان هُن مون سان سَلي هئي ۽ ڪامريڊ حسين بخش جا هي آخري لفظ هئا تہ آئون ترقي پسند پارٽيءَ تان استعيفيٰ ڏيان ۽ ڳالهہ جي پڄاڻي ڏکن ۽ ڏوراپن ۾ ٿي. هر دؤر جي قيدي دودو مهيري جي ساٿي ڪچهري، ڊاڪٽر رحيم سولنگي جا بہ ساٿيا ڏوراپا، محبوب ابڙو بہ هاڻ پارٽي ۾ نہ رهيو، سالن ۽ مهينن جي فرق سان ايس ٽي پي جا دوست پارٽي ڇڏيندا رهيا، آخري دفعو پارٽيءَ مان نيٺ اهو ماڻهو بہ ڇڏي ويو، جنهن ڊاڪٽر قادر مگسيءَ سان هر جهيڙي جهٽيءَ، ڏک سک ۾ نڀايو هو. هڪ فون آيو اڄ ضرور ملجي، رات جو حيدر شاهاڻي سان منهنجي، لالا رحمان، امداد سومرو، مهيش جي ڪچهري ٿي. حيدر شاهاڻي ڊاڪٽر قادر مگسي جو ذاتي يار هو. هن اڄ رات ٿهڪ نہ پئي ڏنا، سندس آواز پريل هو، هو ڳالهائيندو رهيو ۽ ڳالهہ جي پڄاڻي بہ ڏکن ڏوراپن واري ڪيفيت ۾ ٿي، آخر ۾ هن ٺڏو ساهہ پريندي چيو تہ سنگت جي سامهون ٿي بيهڻ کان بهتر سمجهيم تہ پارٽي کان ڌار ٿجي. حيدر شاهاڻي سڄي زندگي پارلياماني سياست کان پري رهي، قومپرست سياست ڪئي هئي، اڄ هو هوت گاڏهي ۽ مظفر ڪلهوڙو سان گڏ پ پ ۾ شامل ٿيا هئا، ڪجهہ مهينا اڳ ئي قاسم آباد چؤنڪ تي بک هڙتال ڪري مظفر ڪلهوڙي هي نعريٰ پئي هنيا، تو سنڌ کپائي زرداري...... ۽ اڄ هو ان پارٽي ۾ شامل ٿيا هئا، جنهن جو مقبول نعرو آهي. ”اڳلي باري ڦر زرداري.“

حيدر شاهاڻي اسان دوستن سان پنهنجو درد ان ڪري بہ ونڊيو هو جو ڊاڪٽر قادر مگسي بہ اسان ڪبي ڏاڍو پيائيندو هو. آئون ۽ معشوق جڏهن گاڏي ڪاٽي ۾ شمس چيمبر ۾ رهندا هئاسين تہ پنهنجي پوري ٽيم سان گڏ ڪچهريءَ لاءِ ايندو هو ۽ اسان بہ ڊاڪٽر قادر مگسي جي دعوت تي ويندا هئاسين تہ اسان وچ ۾ سياست جي اٿل پٿل ۽ ان جي سببن ۽ نتيجن تي وڏا بحث ٿيندا هئا. حسين بخش ٿيبو کان حيدر شاهاڻي تائين جن بہ دوستن ڊاڪٽر قادر مگسي کي ڇڏيو هو، ڪئين ڀيرا ملاقات ٿيڻ باوجود

ڊاڪٽر قادر مگسي واتان مون پارٽي ڇڏيندڙ دوستن بابت ڪو بہ اهڙو لفظ نہ ٻڌو، جنهن لفظ ۾ دوستن لاءِ ڪا ڪڙاڻ يا ذاتي رنجش جو اظهار ٿيو هجي.

آزادي، آجپي ۽ پارلياماني سياست جا سڀ جهان جهاڳي اچا وار ڪندڙ سنڌ جي هن قومپرست اڳواڻ ڊاڪٽر قادر مگسي ڪي ڪي بہ قلم جا گهاءُ نہ ڏيندس، اهو ڪيئن ٿيو ۽ ڇو ٿيو.؟ ڊاڪٽر قادر مگسي ڪان وڌيڪ اها ڳالهہ ٻيو ڪو ڪيئن ڄاڻي سگهي ٿو تہ هو ۽ سندس ساٿي منزل اچڻ ڪان اڳ ڏار ٿيا ۽ ڇو ٿيا؟

چاچا محمد علي لغاري ترقي پسند پارٽي جو وڏو ڏڍ هو، ان جڏهن ترقي پسند پارٽي ڪي ڇڏي ڪنڌ ورتي هئي، تنهن ڏينهن مون سمجهيو هو تہ چاچي محمد علي جو ڏار ٿيڻ ڄڻ هن پارٽيءَ جي جسم ڪان روح جو ڏار ٿيڻ برابر هجي، هو جڏهن بہ ڳالهائيندو هو لطيف جي سرن، بيتن ذريعي ڳالهائيندو ۽ قومي ذميواريون ياد ڏياريندو هو. چاچا محمد علي سان منهنجي ملاقات سندس فرزند ايس يو پي جي اڳواڻ ڊاڪٽر انور لغاري جي وڇڙي وڃڻ ڪان پوءِ تڏي تي ٿي هئي. هن تہ تعذيت ونندي بہ مرشد لطيف جا سر پڙهي نوان نياپا پئي ڏنا.

پيڻ سحر رضوي بہ پارٽي ڇڏي جڏهن پريس ڪلب آئي هئي تہ ڏاڍي ڏڪاري هئي، سحر رضوي وري ٻيهر ترقي پسند پارٽي ۾ آئي آهي، پر گهٽو سرگرم ناهي، سياست ۽ سياسي عمل ڊاڪٽر قادر ۽ ان جي ساٿين جو جاري آهي. حيدر ملاح اڄ بہ ترقي پسند پارٽي ڪي سنڌ جي آجپي جو ذريعو سمجهي ٿو ۽ ڪيس ائين سوچڻ ۽ سمجهڻ جي پوري آزادي ۽ حق آهي. اڄ بہ يوم مادر وطن ٿيندو آهي، اهو يوم مادر وطن جنهن ۾ مون ڪي صحافت جي خدمتن عيوض مادر وطن ايوارڊ ڏنو ويو هو، سنڌ مان اڄ بہ قافلا اچن ٿا، ڪي دوست ايس ٽي پي ڇڏي ويا ۽ ڪن اچي هن سفر ۾ شموليت ڪئي آهي. مون هي يادگيريون لکندي فقط هيءَ ڳالهہ پئي سوچي تہ اسان جي قومپرست ۽ ڪاٻي ڌر جي سياست جو آخر ڪهڙو الميو آهي جو جڏهن اسان جي طبقي مان پيدا

ٽيندڙ ليبرشپ ۽ پارٽيون اپري نسري نتيجا ڏيڻ جهڙيون ٿين ٿيون ته ٿني پون ٿيون ۽ سنڌ ساڳين وڏيرن ۽ جاگيردارن جي حوالي هجي ٿي.؟

# بلوچستان ۾ خير بخش مري سان ملاقات

فرنٽيئر پوسٽ جو صحافي دوست سڪندر بروهي سنگت وٽ آيو، چيائين اسلم رئيساڻي بلوچستان اچڻ جي دعوت ڏني آهي. تياري ڪيو تہ هلون. اسان دعوت قبولي، اسان بلوچستان پهتاسين ۽ اسان جون رئيساڻي سان وڏيون ڪچهريون ٿيون، ڪوئٽا يونيورسٽي ۾ بہ وڃڻ ٿيو، هي منهنجو بلوچستان جو پهريون مطالعاتي صحافتي دور هو. اسان جي مهربان دوست ناز سهتو، يعقوب سومرو، سڪندر بروهي، منهنجي ۽ سرفراز وسطڙو جي گڏيل خواهش هئي تہ بلوچستان جي انقلابي ۽ مزاحمتي ڪردار نواب خير بخش مريءَ سان ضرور ملاقات ڪجي، نياپو ڪيوسين ۽ ملاقات لاءِ وقت ورتوسين، نواب خير بخش مري ملاقات لاءِ حامي ڀري پر نياپو ڪيائين تہ اسان سان سندس هيءَ ملاقات انتهائي مختصر هوندي. اسين مليل وقت تي ڪوئٽا ۾ سندس رهائشگاهہ تي پهتاسين، چئو طرف هٿياربند مري پهريدار بيٺل هئا ۽ پنهنجي ڪوٽ اندر گهر جي هڪ ڪمري ۾ بلوچي ثقافت ۽ روايتن موجب هيٺ وڇايل قالين تي ويٺل نواب خير بخش مري اٿي اچي اسان جي آجيان ڪئي. هر دؤر ۾ مزاحمت واري سڃاڻپ رکندڙ هن باغي سردار اسان جي اکين جي چمڪ ۽ ان ڪان پوءِ گفتگو جي گهرائي ڄاڻي ورتي هئي، هو اسان سان سويت انقلاب، افغانستان ۽ پاڪستان ۾

قومن جي مزاحمتي تحريڪن تي ڳالهائيندو رهيو، هو هر لفظ تڪي توري ڳالهائي رهيو هو ۽ جڏهن هن ٿڌو ساهه پريندي چيو ”اسٽبلشمينٽ بلوچن جي قومي تحريڪ ۾ ڪرپشن وارو زهر ان حد تائين ملايو آهي جو هاڻ ته منهنجا پنهنجا به ان ڪرپشن جو حصو بڻجي چڪا آهن، هاڻ ماضيءَ جي پيٽ ۾ هي ويڙهه وڏيڪ مشڪل بڻجي چڪي آهي. اسان بلوچن ڪي هر وک انتهائي ذميواريءَ سان کڻڻ گهرجي.“ چند منٽن جي هيءَ ملاقات ڪلاڪن تائين هلي، جوانيءَ کان اڄ وارن اڄڻ تائين واري مزاحمتي تحريڪ وارو پسمنظر رکندڙ هن ويڙهاڪ هڪ پل لاءِ به مايوسي واري ڳالهه نه ڪئي. سوال: سائين جي ايم سيد نظربند آهي، سنڌ جي سيد جي نظربنديءَ کي اوهان ڪيئن ٿا ڏسو؟ هو ڪن پل لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ چيائين سيد ته جنم جنم جو قيدي رهيو آهي، مون کي جي ايم سيد لاءِ احترام آهي ۽ آئون ان لاءِ فڪرمند آهيان، آئون ان جي آزاديءَ لاءِ جي بيان به ڏيان ته به هو قيد ۾ ئي رهندو، هو سيد ڪي آزاد نه ڪندا. نواب خير بخش مري جڏهن ڳالهايو پئي ته سچ ته جڻ انقلابن جي تاريخ پئي ڳالهايو. اسان جون ان سان گذاريل گهڙيون ڪڏهن به وسرڻيون ناهن، هو مَرين جي سردار هوندي به پڪو سوشلسٽ هو ۽ هو باغي بلوچ اڳواڻ زندگي جي آخري هڏڪيءَ تائين پنهنجي نظريي ۽ سوشلسٽ فڪر سان ٻينو رهيو.

محترمه بينظير ڀٽو جڏهن ڪراچي ۾ نوشڪيءَ لڳ پاڪ-افغان سرحد تي بالاچ مري جي مارجي وڃڻ بعد نواب خير بخش وٽ تعزيت لاءِ پهتي هئي ته هو محترمه بينظير ڀٽو جي دعا لاءِ کنيل هٿن کي نهاريندو رهيو هو ۽ هن پنهنجا هٿ نه کنيا هئا ۽ هن چيو هو ته مون کي منهنجي پُٽ جي شهادت تي ڪو به افسوس ناهي، بالاچ وطن جي لڄ رکي ۽ ان جي شهادت سان بلوچ قومي تحريڪ جواني ماڻيندي ۽ لکين بالاچ پيدا ٿيندا، هاڻ ته نواب خير بخش مري وفات ڪري ويو آهي، پر سندس نظرياتي ۽ فڪري جدوجهد تاريخ جي هڪ اهم باب طور سدائين رهڻي آهي.

# ٽنڊوبهاول سانحو

اسان سڄيءَ رات سينٽرل جيل حيدرآباد جي در ٻاهران ويٺا رهياسين، اڄ 28 آڪٽوبر 1996ع تي اسر جو ميجر ارشد جميل کي ڦاهي اچٽي هئي، هي ڪيس ۽ ڪيس جا ڪردار، امڙ جندو، ان جو درد ۽ اسان جو قلم ۽ قدمَ گڏ گڏ ئي ته هليا هئا، جيل جون ڊگهيون ديوارون ۽ سناٽو، اسان ٻيٺي جيل جي ان در ڏانهن پئي نهاريو، جتان در کلڻ کان پوءِ هڪ اهڙي ماڻهو جو مڙهه اچڻو هو، جنهن جي ڦاهي واري سزا تي عمل ڪرائڻ لاءِ امڙ جندو جي ٻن نياڻين حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ حيدرآباد جي عدالت جي اڳڻ ٻاهران گذرندڙ روڊ تي پاڻ کي ٻاهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو، ٽنڊوبهاول سانحي جي مک ڪردار ميجر ارشد جميل کي ڦاهي آئي ۽ جيئن ئي جيل جو مک دروازو کليو ته وارثن مڙهه وصول ڪندي صحافين کي نهاريندي ڪروڌ ۽ ڪاوڙ مان هي چيو ”اب تو خوش هوئي“ ايمبولينس هئي ۽ ان سان گڏ هڪ گاڏي جنهن ۾ ارشد جميل جي خاندان جا ڪجهه ماڻهو ويٺل هئا. جيئن ئي ايمبولينس قاسم چوڪ تي پهتي اوچتو بيهي رهي ۽ فوٽو جرنلسٽن وڌي وڃي ميجر ارشد جميل جي مڙهه جا فوٽو ڪڍيا، ٻن ٽن ڪيميرائن جا فليش لڳا. ارشد جي مائٽن مزاحمت ڪئي. پر ڪيميرا جي اک اهي فوٽو محفوظ ڪري ورتا هئا، جنهن

شخص جي ڪري ٽنڊوبهاول جي 9 گهرن ۾ ماتم ٿيو هو ۽ ٿڏو وڇايو ويو هو. سليم ايمبولينس، فوٽو جرنلسٽن جي اڳواڻن جي گذارش تي بيهاري هئي، سليم آڪاش پارٽ ٽائيم طور حيدرآباد پريس ڪلب جو مئنيجر به هو. مون اڳواٽ ”عوامي آواز“ ۾ خبر موڪلي ڇڏي هئي، جنهن جي هيڊنگ هئي ”ميجر ارشد ڪي قاهي“.

ٽنڊوبهاول واري سانحي جي درد ڀري ڪهاڻي ڪجهه هن ريت آهي ته 5 جون 1992ع جي شام جو حيدرآباد ويجهو ڳوٺ ٽنڊوبهاول مان 9 مسڪين هارين ۽ پورهيتن منٺار چانڊيو، حاجي اڪرم چانڊيو، بهادر چانڊيو، ڪندو خاصخيلي، جاويد خاصخيلي، غلام مصطفيٰ بروهي، شفيع محمد پرڳڙي، هملو ڪولهي ۽ هاري ڏٽي بخش کي ڪنيي ڪٽي، درياءَ ڪناري ڄامشوري پل ويجهو پمپنگ اسٽيشن لڳ سڌا برسٽ هڻي ماريو ويو ۽ ڄامشورو ٿاڻي تي ڪيس داخل ڪري مٿن ڳرا هٿيار رکڻ سان گڏ را جا ايجنٽ ۽ دهشتگرد هجڻ وارا الزام به مڙهيا ويا ۽ ائين هي ڳوناڻا وڏا دهشتگرد بڻجي ويا ۽ اها پي ٽي وي جي اهم خبر ٿي.

بي گناهه ۽ مسڪين ڳوناڻن جي اهڙي ڪوڙي مقابلي ۽ بيدرداڻي موت بابت وزير اعظم کي ڪوڙي ۽ هٿ ٺوڪي بريفنگ ڏني وئي، وزيراعظم نواز شريف سنڌ جي دؤري تي آيل هو، جنهن پڻ اهڙي ڪارروائي تي سرهائيءَ جو اظهار ڪيو، پر ڳالهه ۽ حقيقتون بنهه ان جي ابتڙ هيون. ٽنڊوبهاول جي ڳوناڻن حيدرآباد اچي صحافين کي ٻڌايو ته ڳوناڻا دهشتگرد يا ڌوهاري ناهن، اهو سڀ نسورو ناحق ٿيو آهي، لالا محي الدين، پرڳڙين جي زمين تي قبضي ڪرڻ لاءِ مسڪين مارايا آهن. سنڌي اخبارون عوامي آواز، ڪاوش ۽ جاڳو، بي بي سي ۽ انگريزي اخبار ڊان ۽ نيوز جس لهڻن، جن مسڪينن جي موت جون اصل حقيقتون سامهون آنديون، سڄي سنڌ ۾ احتجاجي هلچل شروع ٿي وئي، سنڌ ٻري اٿي، نيٺ هيءَ ڳالهه پڌري ٿي پئي ته ٽنڊوبهاول جا ڳوناڻا

دهشتگرد نہ هاري ۽ پورهيت هئا. 9 ئي ڳوناٺن کي بي گناهہ شهيد ڪيو ويو آهي، ڳالهہ چٽي ۽ پڌري ٿيڻ کان پوءِ هوسڙي ٿاڻي تي ڳوناٺن جي هڪ ٻي ايف آءِ آر داخل ٿي، وزيراعظم نواز شريف ۽ چيف آف آرمي اسٽاف آصف نواز جنجوعا ڳجهي جانچ ڪرائي ۽ سنڌ ۾ احتجاج ۽ اصل حقيقين کي نظر ۾ رکندي ڳوناٺن جي بي گناهہ موت جو نوٽيس ورتو، واقعي تي ڳُٽتي ۽ افسوس جو اظهار ڪيو. شهيدن جي وارثن کي انصاف ڏيارڻ لاءِ چيف آف آرمي اسٽاف جي حڪم تي ميجر ارشد جميل ۽ سانحي ۾ ملوث 14 سپاهين کي ڪورٽ مارشل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. 8 جولاءِ 1992 کان 30 جولاءِ 1992 تائين ميجر ارشد ۽ ٻين 14 فوجي سپاهين تي شاهديون مڪمل ٿيون ۽ نيٺ 29 آڪٽوبر 1992 تي فيلڊ جنرل ڪورٽ مارشلا، ميجر ارشد جميل کي موت، هڪ کي بيگناهہ ۽ 13 فوجي اهلڪارن کي عمر قيد وارين سزائن وارو فيصلو ٻڌايو.

ٽنڊوبهاول جي هن ڪيس ۾ ملوث پناٺن مان لالو غلام محي الدين پوليس حراست دوران دل جو دورو پوڻ ڪري فوت ٿي ويو ۽ هڪ ٻيو جوابدار غلام نبي افغاني افغانستان ڀڄي ويو، سانحي ۾ ملوث بہ سولين غلام نبي ۽ مشتاق اعواڻ عمر قيد ڀوڳي آزاد ٿيا.

فوجي عدالت طرفان ميجر ارشد کي ڦاهيءَ جي سزا واري فيصلي اچڻ بعد امڙ جندو زيب النساءَ ۽ حاڪمزاديءَ تي خون بها ۽ راجوٽي لاءِ دٻاءُ وڌڻ لڳو، نياٽيون ميڙ، منٿ سان گڏ هو دڙڪا دهمان سهنديون ۽ مزاحمت ڪنديون رهيون، اهڙو ڪهڙو حربو هو جو ڪين ماٺ ڪرڻ لاءِ استعمال نہ ٿيو هجي. جڏهن بہ امڙ جندو کي ڪا ڌمڪي، لالچ يا دڙڪو ملندو هو سڌو اچي اسان وٽ دانهين ٿيندي هئي، هن سڄي ويڙهہ دوران هوءَ اسان کي پنهنجو پٽ سمجهندي هئي ۽ اسين ڌرتي ناتي ان جا پٽ بہ هئاسين، امڙ جندو اسان جي ماءُ هئي ۽ سچ تہ حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ اسان جون ڀينرون هيون. جڏهن کان ٽنڊوبهاول سانحو ٿيو هو تن

ڏينهن کان امڙ جندو، حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ ڪارا ويس پهري جدوجهد جي ميدان تي نڪري پيون هيون، هنن رڳو عدالت جي فيصلي تي عمل ۽ انصاف پئي گهريو، هڪ ڏينهن آئون، تاج ميمڻ، لالا رحمان ۽ رشيد راڄڙ حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ويٺا هئاسين، ادي حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ آيون، اڪيون پنل، اداس چهرا، هٿ ۾ پريس رليز، ادا هو انصاف نٿا ڏين ۽ ميجر (ر) ارشد جميل کي ڏنل ڦاهيءَ جي سزا تي عمل به نٿو ٿئي هاڻ پاڻ ساڙبو، پاڻ ساڙڻ جي تاريخ ته لکيل هئي، پر هنن نه هو لکيل ۽ سنڌ جي هنن ٻن نياڻين پاڻ کي باهه ڏيڻ وارو رڳو اسان کي ڏينهن ٻڌايو هو. اهو ڏينهن ٿيو ته صبح کان پريس ڪلب ٻاهران پوليس جو ڪڙو هو. حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ جي ڳولا ۽ پڇا، پر هو ڪٿي به نظر نه آيون. ڪلب تي نياپو پهتو ”جي او آر ڪالوني پهچو“ فوٽو جرنلسٽن، رپورٽرن ۽ ڳجهن ادارن پوليس ۽ ايمبولينس وارن جون گاڏيون جي او آر ٻاهران خاص عدالت واري هنڌ ڏانهن ڊوڙڻ لڳيون، جيسين اسان پهتاسين، اسان جي پهچڻ کان اڳ ۾ حاڪمزادي ۽ زيب النساءِ پاڻ مٿان پيٽرول هاري باهه ڏئي چڪيون هيون، باهه جي شعلن سنڌ جي ٻن نياڻين جي جسم کي وڪوڙي ورتو هو، امڙ جندو پُٽن پڇاڻا نياڻين کي سڙندو ۽ مرندو ڏسي بيهوش ٿي وئي، باهه ڏيڻ ۽ سڙڻ وارا هي سڀ منظر اکين سان ڊان جي رپورٽر ملڪ عزيز ۽ ٻن فوٽو گرافرن يوسف ناگوري ۽ اقبال ڏنا ۽ رپورٽ ڪيا.

امڙ جندو حيدرآباد اسپتال ۾ بيهوش ٿي پهتي، هوش ۾ آئي ته هوءَ قيدياڻي هئي، سندس وارڊ ٻاهران پوليس وارا بيهاريا ويا، حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ حيدرآباد کان پوءِ ڪراچيءَ جي پي اين شفا اسپتال ۾ امڙ جندو کي وڇوڙي جو درد ڏئي وڇڙي ويون. 11 سيپٽمبر 1996ع واري تاريخ امڙ جندو جو جيءَ جهوري وڌو ۽ انهن ڏينهن کي ساريندي امڙ جندو اڄ تائين چوندي آهي، ”زيب النساءَ ۽ حاڪمزادي ٻئين ته جنت ۾ آهن“ ۽ پوءِ سندس لڙڪ سندس پيريءَ ۾ منهن تي آيل گهنجن کي آلو ڪري وجهندا آهن.

حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ جي احتجاجي طور پاڻ کي باهه ڏيڻ کان پوءِ امڙ جندو، ان جي عزيزن، فهميده قريشي مٿان حاڪمزادي ۽ زيب النساءَ کي پاڻ ساڙڻ لاءِ اڪسائڻ وارو ڪيس داخل ٿيو، پئي باندياڻيون جيل پوڳي نيٺ آزاد ٿيون.

بينظير ڀٽو به ٽنڊوبهاول وئي هئي، جنهن امڙ جندو سان شفقت جو ڀاڪر پائي سندس مٿي تي هٿ رکيو هو. آئون امڙ جندو ساڻ ڳوٺ جڏهن ملڻ ويندو آهيان ته هوءَ پنهنجي گهر ۾ گهرائي نياڻين پوٽن، مٽن مائٽن سان ملائيندي آهي، هوءَ نرڙ تي مني ڏئي چوندي آهي، ”ڏسو اڄ منهنجو پٽ مون سان ملڻ آيو آهي.“

عوامي آواز جي سلور جوبلي جي حيدرآباد ۾ تقريب تي هئي، سنڌ جي امڙ جندو ايوارڊ وٺڻ دوران جڏهن پنهنجن پٽن جون هال ۾ تصويرون ڏٺيون ته اوڇگارون ڏئي روئڻ لڳي ۽ چيائين ”هو ته وڇڙي ويا، پر اوهين سڀ منهنجا پٽ آهيو“ هوءَ سچ ته سنڌ جي امڙ آهي-

# سعيد افضال جي اک سان ڏٺل ڪجهہ منظر

سعيد افضال انهن رپورٽرن مان آهي، جن پهرين ڏينهن کان ٽنڊوبهاول واقعو رپورٽ ڪيو، شهادتن ڪان پوءِ جا اهي شروعاتي سڀ منظر سعيد جي نہ وسرندڙن يادن جو حصو آهن، اسان حيدرآباد ڪلب ۾ ويٺا هئاسين، ڪچهري دوران اسان ٽنڊوبهاول سانحي تي پئي ڳالهايو، سعيد افضال ٻڌايو اسان کي ڄامشوري مان اطلاع مليو تہ مقابلي ۾ 9 دهشتگرد مارجي ويا آهن، جن جون ڊيڊ باڊيون پوسٽ مارٽم ڪرڻ بعد ڪوٽڙي اسپتال منتقل ڪيون پيون وڃن. آئون، عرفان هارون ۽ انصار نقوي جڏهن ڪوٽڙي اسپتال پهتاسين تہ اسپتال ٻاهران هڪ پوليس اهلڪار بيٺل هو ۽ اسپتال جي ڪمري اندر پوسٽ مارٽم ٿيل بنا ٽاڪا لڳل 9 لاش لاوارث پيل هئا ۽ سندن وارثن کي پنهنجن پيارن جي مارجي وڃڻ بابت ڪا بہ ڄاڻ نہ هئي تہ هو ڪٿي ۽ ڪيئن ماريا ويا آهن. انهن ڏينهن ۾ عوامي آواز، جاڳو ۽ ڪاوش جو سينڊيڪيٽ هو ۽ انهن ٽنهي اخبارن پهرين ڏينهن هي واقعو منظر تي اچڻ ڪان ڪيس جي آخري ٻڌڻي ۽ سزائن تي عمل ٿيڻ تائين ذميواريءَ سان رپورٽ ڪيو. 9 بيگناهہ ڳوٺاڻن جي هن خبر جي پهرين هيڊنگ هي هئي تہ ”هي لاش ڪنهن جا آهن.“

# مير مرتضيٰ ڀٽو جي شهادت

ڪيس جڻ اڳ ۾ ئي خبر هئي تہ هو ماريو ويندو، آئون سندس ڪيترائي جلسا، پريس ڪانفرنسون ڏسندو ۽ ٻڌندو رهيو هيس، هوءَ جڏهن حيدرآباد ۾ آيو هو تہ اسان ان ڪي.ويجهي ڪان ٻڌو ۽ ڏٺو هو. حيدرآباد پريس ڪلب ۾ تہ اسان پريس ڪانفرنس ڪانپوءِ دير تائين پاڪستان جي سياست تي ڳالهائيندا رهيا هئاسين. هو عوامي جلسن ۾ پنهنجي ڇاتي کولي چوندو هو، آئون اوهان کان ڊڄڻ وارن مان ناهيان، مون کي گولي هٽي مارڻو اٿو تہ ماريو، هي ڏسو مون کي ڪا بہ بُلٽ پروف جيڪيٽ پهريل ناهي. هن 70 ڪلفٽن تي ورڪرس ڪنوينشن گهرائي پيپلز پارٽي شهيد ڀٽو جا بنياد رکيا هئا ۽ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ لاءِ چوندو هو تہ هي پاڪستان پيپلز پارٽي قائد عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي پارٽي ناهي. هيءَ پارٽي لٽيرن جي پارٽي آهي، جنهن ۾ قائد عوام جي قاتلن کي گڏ ويهاريو ويو آهي.

20 سيپٽمبر 1996ع تي شهادت کان ڪجهہ ڪلاڪ اڳ هو سرجاني ٽائون ڪراچي ۾ پنهنجن ساٿين سان آخري ڀيرو مخاطب ٿي رهيو هو. ”جيڪي موت کان نہ ٿا ڊڄن، انهن کي جيل جا ڊپ ڏنا پيا وڃن ۽ منهنجي اڳيان پويان پوليس موبائلون ٽيون بيهاريون وڃن، آئون پوليس، سي آءِ اي سينٽر يا ٻئي ڪنهن کان

نہ ٿو ڏجان، جي ٿوري بہ غيرت اٿو اڇي گرفتار ڪيو.“ ڪيس گرفتار نٿو ڪيو ويو، جلسي کان واپس ايندي 70 ڪلفٽن ويجهو اڳ واٽ بيٺل پوليس مرتضيٰ ڀٽو جي قافلي تي سڌيون گوليون هلايون هيون. هي ڪو عام ماڻهو نہ پر شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو فرزند ۽ ان وقت جي وزيراعظم جو وڏو ڀاءُ هو ۽ هيءَ ڪارروائي بہ عام ڪارروائي نہ هئي. هيءَ تہ پوليس جي ٽارگيٽيڊ ڪارروائي هئي، هو ساٿين جي هجومن ۾ رهڻ وارو هو ۽ اڄ هن پنهنجي ساٿين عاشق جتوئي، وجاهت جوکيو، رحيم بروهي، يار محمد بلوچ، سجاد حيدر گاڪڙو ۽ ستار راڄپر سميت شهادت ماڻي هئي، تاريخ ٻيهر پاڻ کي ورجايو هو. 21 سيپٽمبر تي موهن جي دڙي جي ايئرپورٽ تي وري هڪ هيليڪاپٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي وڏي پٽ مير مرتضيٰ ڀٽو جو لاش کڻي لٿو هو ۽ ماڻهو رڙيون ڪندا دانهيندا هيليڪاپٽر ڏانهن ڊوڙيا هئا.

ان وقت محترمہ بينظير ڀٽو ايڏي تہ بيوس هئي جو وزيراعظم هوندي پنهنجي وڏي ڀاءُ کي بہ شهيد ٿيڻ کان بچائي نہ سگهي ۽ تاريخ جو جبر چئجي تہ ان وقت مير مرتضيٰ جي وڇوڙي تي هڪ ڀيڻ جي مَنَ اندر بہ تڏو وڇايل هو. مون کي ياد آهي تہ مرتضيٰ جي شهادت کان پوءِ پهريون دفعو هوءَ جڏهن پارٽي ساٿين سان ڳالهائي رهي هئي تہ سندس هٿ ۾ بہ چار پنا هئا، هن سڏڪندي پنهنجي هيءَ تقرير پڙهي هئي، ”ضياءُ الحق جي مارشل لا کان پوءِ مرتضيٰ تہ قائد عوام ۽ پنهنجي بابا جو ديدار بہ ڪري نہ سگهيو هو، هو تہ ڀاءُ شاهنواز کي بہ دفنائڻ لاءِ اچي نہ سگهيو هو، هو تہ جلاوطني دوران ڪيئي سال دربدر رهيو، مرتضيٰ ۾ وڏي برداشت هئي ۽ هو وڏو بااصول انسان هو، هن ڪڏهن بہ آمرن سان سودو يا سمجهوتو نہ ڪيو، هو هاڻ اسان ۾ ناهي رهيو، پر هو شهيد آهي ۽ شهيد ڪڏهن بہ مرڻا ناهن“

مرتضيٰ ڀٽو جو درد سڄي سنڌ جو درد هو ۽ سچ تہ سندس شهادت کان پوءِ ائين پئي لڳو ڄڻ هر گهر ۾ تڏو وڇايل هجي. ان ۾ ڪو بہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ مرتضيٰ اسٽبلشمينٽ ۽ ان جي مددگار قوتن

سان ڪمپرومائيز نہ ڪيو هو. تنهن ڪري هو ساٿين سميت ماريو ويو هو. مرتضيٰ جي شهادت کان پوءِ سندس جيون ساٿي غنويٰ ڀٽو سنڌ جو دورو ڪيو هو، هو اڄ تائين پنهنجي پارٽي جي ساٿين سان گڏ بيٺل آهي، پر سندس طبعيت ۽ مزاج پاور پاليٽڪس وارو ناهي، اسان ڪيترا دفعا ڪيس ڀٽو، جلسن ۾ ڏٺو آهي ۽ ٻيو تہ پاڪستان جو روايتي سياسي ڪلچر بہ هاڻ وڏيرن، چوڌرين ۽ چند خاندانن جي سحر کان ٻاهر ناهي رهيو، تنهن ڪري ٿي مرتضيٰ ڀٽو خاندان ۽ سندس پارٽي ڪنهن وڏي جهيڙي ۾ وڃڻ کان پاسو ڪيو آهي. ميڊم غنويٰ ڀٽو اڄ تائين مير مرتضيٰ جي باغي ساٿين کي سنڀاليندي اچي، مرتضيٰ ڀٽو جي نياڻي فاطمہ ڀٽو هاڻ ريسرچ ڪري پڙهڻ لکڻ ۽ دانشوراڻي ڪم ڏانهن ڌيان ڏئي رهي آهي ۽ ذوالفقار علي ڀٽو (جونيئر) سياست بجاءِ آرٽ ۽ فن جي رستن جو راهي آهي، هو ڪائنات جي حسن ۽ انسان جي درد کي ڪئميرا جي اک سان ڏسي رهيو آهي. آئون سنڌ ۾ رولاڪين دوران مرتضيٰ جي اهڙن ويجهن ساٿين کي بہ ڏسندو آهيان، جيڪي دنيا جا سڀ خفا ڇڏي ڳوٺن ۾ ڪنڌائتا ٿي وينا آهن.

علي احمد پليپوٽو تہ منهنجي ناناڻن مان آهي. جڏهن مير مرتضيٰ ڀٽو جلاوطن هو تہ ادو علي احمد ۽ مير مرتضيٰ جا ساٿي اسان جي ناريجا ورڪشاپ واري گهر راتين جون راتيون ترسندا هئا ۽ بابا سائين سندن ميزبان هوندو هو. مير بابا جي باغين ان وقت هڪ دور، ڏاڍ ۽ جبر خلاف مزاحمت پئي ڪئي.

مير مرتضيٰ جي مزاحمت، سياست ۽ شهادت تي ويچاريندي مون سوچيو پئي تہ اسٽبلشمينٽ اقتداري سياست جي هن جهان ۾ ڪنهن بہ اهڙي ڪردار يا پارٽي کي اسرڻ نہ ڏيندي، جنهن جو مزاج باغياڻو ۽ نج عوامي هجي. پاڪستان اندر پاليٽڪس جا ڊزائينر نج عوامي مزاحمت واري سياست جا در کولڻ ٿي نٿا چاهين، جنهن کي طاقتن وچ ۾ رهي مفاهمت جو هُنر اچي ٿو، سوئي اڄ جو اڳواڻ آهي. هڪ نئين عوامي سياست جي نئين

دري ڪلڻ تائين، اسان جو هي نسل پيو اندر ئي اندر ۾ ڪڙهندو ۽ لوڙيندو، پنوز ڪي ڏسي آئون سوچيندو آهيان، هي سڀ شهادتون اسان ڪي قومي طور وڏيڪ ذميوار هجڻ ۽ سوچڻ وارا نياپا ڏئي رهيون آهن.

# محترمہ بينظير ڀٽو سان ملاقات

محترمہ بينظير ڀٽو جي ٻيو پيرو حڪومت ختم ٿي چڪي هئي، آصف زرداري جيل ۾ هو، هوءَ قومي اسيمبلي ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ هئي، اسٽبلشمينٽ، نواز شريف جي مٿي تي هٿ رکي محترمہ بينظير ڀٽو لاءِ حالتون حد کان وڌيڪ خراب ڪري ڇڏيون هيون، پ پ مٿان خراب حڪمراني، ڪرپشن وارا الزام پئي لڳا، زرداري جو سياسي ٽرائل پئي هليو. پهرين حڪومت ۾ پ پ مخالفن، آصف زرداري تي مسٽر ٽين پرسينٽ چئي سندس ميڊيا ٽرائل پئي ڪيو ۽ ٻيو دفعو پ پ جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ تہ صحافين جا آصف زرداري کان هي سوال ٿيڻ لڳا هئا "SKY IS LIMIT, WHAT IS UR LIMIT" بينظير ڀٽو هڪ ڏينهن عدالت تہ ٻئي ڏينهن آصف زرداري جي ملاقات لاءِ جيل جي در ٻاهران بينل نظر پئي آئي. اردو ميڊيا پيپلز پارٽي جي سياست کي ٽياس تي ٽنگيو بيني هئي ۽ سنڌي ميڊيا پيپلز پارٽيءَ جو دفاع پئي ڪيو، ان وقت اسان سنڌي ايڊيٽرن ڪائونسل آف سنڌي پريس ناهي هئي، حالتن کي نظر ۾ رکندي سنڌ جي قومي حقن، اظهار راءِ جي آزادي ۽ حقيقي جمهوريت جهڙن مک مسئلن تي اسين ايڊيٽرس هڪ پيج تي هئاسين.

پاڪستان پيپلز پارٽي جي ڪور بلاول هائوس ڪراچي ۾

محترمہ بينظير ڀٽو ۽ ڪائونسل آف سنڌي پريس جي ايڊيٽرن وچ ۾ گڏجاڻي جو بندوبست ڪيو. هن ميٽنگ ۾ محترمہ بينظير ڀٽو سان گڏ پ پ جي مرڪزي اڳواڻن ۽ ايڊيٽر دوستن مان آئون، علي قاضي، امداد اوڍو، خير محمد کوکر، قاضي اسد عابد، ڪجھ اسان جا سينيئر ايڊيٽرس ساٿي شامل هئا، محترمہ بينظير ڀٽو ماناڻتو آڏرياءُ ڪرڻ کانپوءِ اسان کي ڳالھين جي اهو چئي دعوت ڏني تہ اوهان نہ رڳو اڄ جي سياست بابت پنهنجو نقطئہ نظر رکو پر پ پ کان ڪهڙيون غلطيون ٿيون آهن، ان تي بہ تنقيدي نقطہ نظر سان کُلي ڳالهايو. علي قاضي سياست، ڪرپشن ۽ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت تي بي رحماڻو تبصرو ڪيو، هن پنهنجي ڳالھ ان جملي تي ختم ڪئي تہ جمهوريت عوام لاءِ هوندي آهي، پر پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ تہ سنڌ جي ماڻهن کي سرڪاري اسپتالن ۾ اسپرو جي گوري بہ نہ ٿي ملي. امداد اوڍو جي بہ ڳالھ صفا تيز تکي ۽ صاف هئي، جنهن چيو تہ ”محترمہ اوهان جي وزيرن تہ ماسترين جا آرڊر بہ وڪرو ڪيا ۽ سنڌ کي آڱوٺي ڇاپ ماستر ڏئي اسان جي قوم کي ورهين تائين پوئتي ڌڪي ڇڏيو آهي.“ قاضي اسد پيپلز پارٽيءَ ۾ هو هن پيپلز پارٽيءَ جي مثبت پهلوئن تي مختصر ڳالھ ٻولھ ڪئي. خير محمد کوکر ان وقت جي سياسي حالتن تي ڳالهايو ۽ محترمہ جڏهن مون کي ڳالهائڻ لاءِ چيو تہ مون ڪجھ هن ريت نقطہ نظر رکيو تہ پاڪستان جي عوام جي بي پناھ قربانين جي باوجود اسٽبلشمينٽ جمهوري پراسيس هلڻ نہ ٿي ڏئي، منهنجي ذاتي راءِ اها آهي تہ اوهان کي 83 ۽ 86 جي جمهوريت واري بحالي واري تحريڪ جي ڪاميابي کان پوءِ اسٽبلشمينٽ سان اقتدار ۾ شراڪت واري فارمولي تي عمل ڪرڻ بجاءِ آنگ سانگ سوچيءَ واري حڪمت عملي جوڙڻ گهرجي ها. اسٽبلشمينٽ سان پاور شيئرنگ ڪري ئي پاڪستان ۾ جمهوريت خطرن هيٺ رهي آهي. محترمہ اسان جو تنقيدي سياسي نقطہ نظر انتهائي غور سان ٻڌو ۽ پنهنجي پارٽي جو دفاعُ ڪندي اسٽبلشمينٽ ۽ نواز حڪومت کي سخت تنقيد جو نشانو

ٻڌايو، اسان جي محترمہ سان ملاقات واري هيءَ خبر ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ ليڊ تي لڳي.
محترمہ بينظير ڀٽو پوءِ ستت ئي پاڪستان ڇڏي دبئي ۾ جلاوطن ٿي وئي ۽ پنهنجي تنظيمي ۽ سياسي سرگرمين جو مرڪز هن دبئي کي ٻڌايو.

# پرويز مشرف جو منهنجي سوال تي چڙڻ

جن ڏينهن جي آئون ڳالهه ڪري رهيو آهيان، ان وقت سنڌ ۾ باهه جا الا پئي ٻريا، ڪالاباغ ڊيم خلاف سڄي سنڌ ۾ سياسي مزاحمت زورن تي هئي، هي ڊسمبر جو مهينو هو، حيدرآباد ۾ جڏهن صدر جنرل پرويز مشرف ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ راءِ عامہ ناهڻ لاءِ جلسو ڪرڻ پهتو، ائين لڳو چڻ مارشل لا وارا ڏينهن موٽي آيا هجن، سرڪٽ هائوس ۾ جلسو ٿيو، نوجوانن سان ويهڪ نالي هن جلسي ۾ حيدرآباد ۽ پرپاسي وارن علائقن ڪان چونڊ شاگرد گهرايا ويا هئا. جنرل پرويز مشرف ڪلاڪ ڪان وڌيڪ وقت تائين ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ دليل ڏنا. پر شاگردن ڪي جس هجي، جن جنرل پرويز مشرف جي دليلن ڪي ڏوڙ ڪري ڇڏيو، هڪ شاگردياڻيءَ اٿي چيو ”جنرل صاحب اوهان ڪالاباغ ڊيم خلاف احتجاج ڪندڙ ماڻهن ڪي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو. هو اسان مان ۽ اسين انهن مان آهيون، اوهان جڏهن انهن خلاف ڳالهايو ٿا تہ اسان جا احساس مجروح ٿين ٿا، اسين بہ پاڪستاني آهيون.“ هڪ ٻئي شاگرد ڪيس اٿي چيو ”اوهان ڪالاباغ ڊيم تي گارنٽي ڏيڻ جي ڳالهه ڪريو ٿا، اوهان سدائين اقتدار ۾ نہ هوندا، هتي تہ آئين ڪي بہ ڪا گارنٽي ناهي مليل، آخر اوهان جي گارنٽيءَ جي گارنٽي ڪير ڏيندو.“ ۽ اهڙي ريت هڪ ٻئي شاگرد ڪيس چيو پنجاب سنڌ ڏانهن ڪاڪوس (گٽر) جو پاڻي موڪلي ٿو ۽ سنڌوءَ جي پاڪ

پاڻيءَ تي قبضو ڪرڻ گهري ٿو، خدا جي واسطي سنڌ تي رحم ڪريو، ڪالاباغ ڊيم نہ ٺاهيو. شاگردن جو مشرف سان چشمہ، جهلم لنڪ ڪينال، پنجاب جي ٽن دريائن جي هندستان کي وڪري ۽ برصغير جي ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ جي پاڻي جي معاهدن تي وڏو بحث ٿيو، شاگردن جون ڳالهيون ٻڌي مون کي منهنجي دوست ۽ صحافي امداد سومري هي چيو تہ "هن سنڌ کي ڏسي پختو ايمان ٿي ويو آهي تہ سنڌ کي ڪو بہ فتح نٿو ڪري سگهي." نوجوانن واري هن ڪنوينشن کان اڳ ۾ 2003ع ۾ بہ صدر جنرل پرويز مشرف حيدرآباد ۾ ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ "اتفاق راءِ" واري ايجنڊا کڻي سنڌ جي دوري تي آيو هو، حيدرآباد ۾ ضلعي ڪائونسل واري هال ۾ صحافين سان سندس ويهڪ ٿيڻي هئي. ان ڏينهن بہ سڄي شهر ۾ چِٽ ڪرفيو هو، اسان صحافين جي مٿي جي وارن کان وٺي پيرنْ جي ننهن جي چوٽيءَ تائين تلاشي ورتي وئي، سڀ مرحلا پورا ڪري جڏهن هال ۾ پهتاسين تہ ڪجهہ دوستن ڊوڙي وڃي اڳيون ڪرسيون والاريون آئون، جعفر ميمڻ ۽ مهيش ڪمار پوين ڪرسين تي گڏ ويناسين، پر ۾ رشيد راڄڙ ۽ ناز سهتو وينل هئا: جعفر ميمڻ ڏاڍي ڪاوڙ ۾ هئو، چيائين پئي تہ حڪمران سنڌ جو پاڻي زوريءَ بند پيا ڪن، اڄ پرويز مشرف کان سخت سوال پڇبا. آئون دوستن کي سمجهائيندو رهيس تہ ٺڪڙ نہ ڪبي، حڪومت جي اها اجائي چارج شيٽ آهي تہ ڪالاباغ ڊيم ماڻهن جو مسئلو ناهي، سنڌ جو عوام ڪالاباغ ڊيم تي جذباتي ناهي، سنڌي صحافين ۽ اخبارن پاڻي واري معاملي تي سنڌ ۾ گرمي پيدا ڪئي آهي، اسان کي صحافت جي دائري ۾ رهي ڪري سوال ڪرڻ گهرجن.

جنرل پرويز مشرف هال ۾ پهتو، اسٽيج تي سنڌ جو وڏو وزير علي محمد خان مهر، گورنر عشرت العباد، اطلاعات وارو وفاقي وزير شيخ رشيد وينل هئا، ڪارروائي کان اڳ مون کي هڪ سنڌ جي هڏڏوڪي مهربان دوست ٻڌايو تہ هتي وينل ڪجهہ صحافي صدر جي ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ، ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ سوال

ڪندا ۽ ماحول ناهيندا، اها ڳالهه صحيح هئي يا غلط هئي، پر منهنجي اندر ۾ هڪ جنگ شروع ٿي وئي، اقبال جي اندر جو اهو ٻالڪ جنهن ٻالڪپڻي ۾ هٿ ۾ بيٽ ڪٽي راند ڪرڻ بجاءِ ڳاڙهو جهنڊو ڪنيو هو، وري ٻيهر جاڳي پيو. جنرل اڃا پنهنجي ڳالهه شروع ئي مس ڪئي هئي ته مون ڳالهائڻ لاءِ هٿ مٿي ڪٽي ڇڏيو، صدر پنهنجي ڳالهه مڪمل ڪئي. پنڊال ۾ وينل صحافي دوستن مان آئون پهريون صحافي هيس، جنهن ڳالهائڻ شروع ڪيو، ”صدر صاحب اوهان ڪالاباغ ڊيم ناهڻ جي ڳالهه ڪريو ٿا، اها ڳالهه اوهان ان ڪري ڪيو ٿا جو اوهان سنڌ جو درد محسوس نه ڪيو آهي، اوهان کي ڪچي جا سڪل ٻيلا نظر نه ٿا اچن، اوهان کي ڪيٽي بندر جي مهاڻن جي تڪليف جي خبر ناهي، جن وٽ مُردي کي غسل ڏيڻ لاءِ پاڻي ناهي،“ خبر ناهي ڪهڙي ڪيفيت مون مٿان طاري ٿي وئي هئي جو منهنجي آڳر پرويز مشرف ڏانهن کڄي وئي. آئون جذباتي ٿي ويس ۽ چئي وينس ”مشرف صاحب دراصل اوهان هن ملڪ کي ٽوڙڻ گهرو ٿا“ هي سٽون ٻڌي سڄي پنڊال ۾ ٽينشن پيدا ٿي ويو، مون ڳالهه پوري ڪئي، پرويز مشرف کي ان ڳالهه جي توقع نه هئي ته ڪو صحافي وقت جي حاڪم سان ان لهجي ۾ ڳالهائي سگهي ٿو. پرويز مشرف ٻيهر پڇيو اوهان ڇا چيو؟ مان وري اٿي بيٺس ۽ چئي وينس ”هي اسان جي دل جو معاملو آهي، اوهان ڪالاباغ ڊيم ناهي، پاڪستان ٽوڙڻ گهرو ٿا.“ ان وچ ۾ شيخ رشيد رڙ ڪري چيو، ويهي رهه، مون پويان ڏٺو ته سيڪيورٽي جا ڳچ ماڻهو منهنجي پويان بيٺل هئا، پرويز مشرف ٽپي باهه ٿي ويو. چيائين ”جو پاڪستان ڪو توڑني ڪي بات ڪري گا مين اس ڪي گردن توڑ دون گا“ پهريون سوال ئي اهڙو ٿيو جو ماحول گرم ٿي ويو، پوءِ ته رشيد راڄڙ، ناز سهتي ۽ ٻين دوستن به ڏاڍا سخت سوال ڪيا، بريفنگ ختم ٿي ته اتي موجود عوامي آواز جي ايڊيٽر امداد اوڍي، مون کي گاڏيءَ ۾ ڪنيو، آئون ان وقت عوامي آواز جو حيدرآباد ۾ بيورو چيف هيس، امداد اوڍي همٿ جو مظاهرو

ڪندي چيو تہ ادا سوال ڏاڍو سخت هو پر خير آهي، جيڪو ٿيو سو ڏٺو ويندو.

ٺيڪ ٽن سالن کان پوءِ ٻيهر جنرل مشرف حيدرآباد آيو، هن دفعي دوستن مون تي ڊسيپلين لاڳو ڪيو تہ اوهان ڪجهہ ٿڌي لهجي ۾ سوال ڪندا. مون کين گذارش ڪئي تہ استاد ڪارل مارڪس چواڻي تہ ڊپ ان ماڻهوءَ کي ٿيندو آهي، جنهن کي وڃائڻ لاءِ ڪجهہ هجي، آئون ڪرائي جي گهر ۾ رهان ٿو، ڪڏهن ضمير جو سودو ناهي ڪيو، ڪنهن بہ اهڙي ڪم ۾ ملوث ناهيان رهيو، جو وقت جي سرڪار کي ڪو هرويرو جواز ملي سگهي، غريب طبقي جو ماڻهو آهيان، پاڪستان ۾ رهي ڪاٻي ڌر جي سياست ڪئي آهي، تنهن ڪري پنهنجي طبقي ۽ وطن جي ڳالهہ ڪرڻ پنهنجي ذاتي ذميواري سمجهان ٿو. صدر جنرل پرويز مشرف جڏهن صحافين سان مخاطب ٿيڻ آيو تہ صحافين مان سنڌي توڙي اردو ڳالهائيندڙ ڪو بہ صحافي صدر جي پروٽوڪول ۾ اٿي نہ بيٺو، مهراڻ اخبار جو ايڊيٽر فقير منٺار مگريو هڪ لمحي لاءِ اٿيو پر دوستن کي ويڻل ڏسي هو بہ ويهي رهيو. سوال ٿيا دوستن سنڌ سان نيايو 2005ع واري عرصي ۾ آئون حيدرآباد پريس ڪلب جو صدر هيس، سڌ سماءَ واري وفاقي وزير شيخ رشيد مون کي حيدرآباد پريس ڪلب جي صدر جي حيثيت سان پهريائين ڳالهائڻ جي دعوت ڏني. مون هن دفعي ڪجهہ هن طرح ڳالهايو صدر جنرل پرويز مشرف، گوهر ايوب صاحب ۽ ٻيا سنڌ آيل مهمانو اوهين حيدرآباد آيا آهيو، حيدرآباد واسي اوهان کي يليڪار چون ٿا، حيدرآباد اوهان جو بہ آهي تہ اسان جو بہ آهي، پاڪستان توهان جو بہ آهي تہ اسان جو بہ آهي، اوهان جيان اسان بہ پاڪستان لاءِ اوترائي فڪرمند آهيون، جيترا اوهان آهيو، ڪالاباغ ڊيم واري منصوبي کي سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جو عوام ۽ اسيمبليون رد ڪري چڪيون آهن، هڪ هفتو اڳ حيدرآباد پريس ڪلب جي دعوت تي ورلڊ پنجابي ڪانگريس جو سربراهہ ميٽ دي پريس ۾ ڳالهائيندي واضح ڪري ويو آهي تہ

پنجاب ڪالاباغ ڊيم تي جذباتي ناهي، هاڻ تہ لاهور ۾ بہ ڪالاباغ ڊيم خلاف عابد حسن منٽو جهڙن ترقي پسند ۽ ڪابي ڏر جي ماڻهن ۽ پارٽين مظاهرا ڪيا آهن ۽ اوهين ڪالاباغ ڊيم ناهڻ جي ڳالهہ ڪري رهيا آهيو، اوهان ڪن معاملن ۾ لبرل آهيو ۽ بنياد پرستي خلاف اوهان جون پاليسيون ۽ ڪنيل قدم ساراهہ جوڳا آهن، ها پر ائين تہ سويت يونين جي اڳوڻي صدر گورباچوف بہ ڪئين متنازعہ ڳالهيون ڪيون هيون، نتيجو اهو نڪتو جو سويت يونين جهڙو سپر پاور ملڪ بہ ٽٽي پارنهن اڏ تي ويو. ڪٿي اوهان جو زوريءَ ڪالاباغ ڊيم ناهڻ وارو ضد پاڪستان ۾ وڏو سياسي زلزلو تہ نہ آڻيندو؟ جنرل مشرف بہ ساڳيو، آئون بہ ساڳيو ۽ سوال بہ ٿوري فرق سان ساڳيو، وري هن دفعي بہ پرويز مشرف ڪاوڙجي پيو، هن سخت لهجي ۾ چيو "پاڪستان قائم هي اور قائم رهيگا، پاڪستان ڪو توڙني والون ڪو هم توڙ دينگي." هو ٿوري دير لاءِ گرم ٿي ويو ۽ بعد ۾ دير تائين ڳالهائيندو رهيو، ٻئي ڏينهن تي منهنجي سوال جي ڏنل جواب واري پرويز مشرف جي خبر ليڊ طور اخبارن ۾ لڳي، پرويز مشرف ان ئي ويهڪ ۾ چيو تہ "ڪراچيءَ ۾ 5- 10 هزار ماڻهن احتجاج ڪيو هو، ڪروڙن جي آباديءَ ۾ ايترن ماڻهن جي احتجاج سان ڪو بہ فرق نہ ٿو پوي" جنهن تي مهيش ڪمار اٽي ڪيس چيو تہ "صدر صاحب آئون پاڻ ان احتجاج ۾ موجود هيس جي هڪ لک ماڻهو نہ هئا تہ ڏهہ هزار بہ نہ هئا، ماڻهو تمام گهڻا هئا، توهان کي غلط رپورٽ ٿي آهي" صدر اٽي چئلينج ڪيو هو تہ 10 لک ماڻهو احتجاج ڪن تہ پوءِ سمجهنداسين تہ سنڌ ۾ ڪا ڳڙٻڙ آهي.

پرويز مشرف جي اقتدار واري عرصي ۾ سنڌ ۽ پنجاب هڪٻئي جي سامهون ٿي بيٺا رهيا، جنهن سان ٻنهي وحدتن جي عوام وچ ۾ ويڇا وڌندا پئي ويا. مشرف هن تضاد ۾ اپار آندو. پنجاب ۽ سنڌ ۾ پارلياماني سياست ڪنڌڙ پارٽين سنڌ ۾ سخت عوامي ردعمل کي ڏسندي ان کي مانو ڪرڻ پئي گهريو.

# ڪالاباغ ڊيم ۽ ڪروڙن جا اشتهارن

جنرل پرويز مشرف ڪالاباغ تي هٺ نوڪي اتفاق راءِ ٺاهڻ لاءِ ڪيئي ڪوششون ڪيون هيون، حيدرآباد ۾ اچڻ ڪان اڳ هن ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ رائـہ عامہ جوڙڻ لاءِ سنڌي اخبارن ۾ ڪروڙين روپين جي اشتهارن واري بجيٽ رکي هئي. تن ڏينهن ۾ آئون پاڪ جو ايڊيٽر هيس، پاڪ ۽ عوامي آواز جي چيف ايڊيٽر ڊاڪٽر جبار خٽڪ جي فون آئي، چيائين وفاقي حڪومت ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ عوامي رائـہ عامہ ٺاهڻ لاءِ ڪروڙن جا اشتهار ڏيڻ جو منصوبو جوڙيو آهي، منهنجي راءِ آهي تہ اشتهار نہ وٺجن، اوهان ڇا ٿا سمجهو. اسان ٻنهي جي گڏيل راءِ اها جڙي تہ ڪالاباغ ڊيم جي معنيٰ سنڌ جي پاڻي تي بند ٻڌڻ آهي، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد (خيبرپختوخواھ) جون ٽئين اسيمبليون ان کي رد ڪري چڪيون آهن، هيءُ تڪراري منصوبو آهي، اسين اهي اشتهار نہ وٺنداسين نہ هلائينداسين. اسان جي ڳالهہ ٻولهہ بس ٿي تہ ڪاوش جي ايڊيٽر علي قاضي جو ملاقات وارو نياپو پهتو. ان وقت اسين ايڊيٽرن جي ڪائونسل، ڪائونسل آف سنڌي پريس ۾ گڏ هئاسين. علي قاضي بہ واضح طور چيو تہ ڪالاباغ ڊيم وارو هي اشتهار ڪاوش گروپ ۾ نہ هلندو. هڪ اڌ اردو اخبار ڪان سواءِ سمورين سنڌي اخبارن اشتهار نہ هلايو. جنرل پرويز مشرف ايڊيٽرن سان بہ ملاقات ڪئي، پر سنڌي اخبارن جي

ايڊيٽرن ڪالاباغ ڊيم واري منصوبي کي سنڌ خلاف منصوبو چئي رد ڪيو. ٽئين پيري جڏهن وري ڪالاباغ ڊيم جو نالو لکڻ ڪانسواءِ وڏي مهارت سان خشڪ زمين ڏسي پاڻي جا زخيرا ضروري آهن وارو اشتهار اخبارن ڏانهن موڪليو ويو. ضياءَ شاهد جي سنڌي اخبار خبرون اهو اشتهار شايع ڪيو تہ خبرون جي ايڊيٽر ظهير ميراڻي ۽ نيوز ايڊيٽر ذلف پيرزادي پنهنجي 42 صحافي ساٿين سميت استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. ٻئي ڏينهن جيئن خبرون اخبار مارڪيٽ ۾ آئي، سنڌ جي ماڻهن ڪاوڙ ۾ اچي اخبار جا بنڊل ڪلڻ ئي نہ ڏنا ۽ ڦاڙي ساڙي ڇڏيا. ذلف ۽ ظهير مهينن تائين ساٿين سميت بيروزگار هئا، پر سنڌ جا ٿي سنڌ سان ٿي بيٺا.

# ڪالاباغ ڊيم خلاف ويڙهاند ۽ اڳواڻن جو رسڻ پرچڻ

صدر جنرل پرويز مشرف جي حيدرآباد واري دوري سنڌ ۾ ٻرندڙ باهه تي گاسليٽ هارڻ وارو ڪم ڪيو. اينٽي گريٽر ٿل ڪينال ايڪشن ڪميٽي ۾ شامل پارٽين جو اجلاس ٿيو. سٽيزن ڪالوني حيدرآباد ۾ صوبائي اسيمبلي جي ميمبر سيد علي نواز شاهه رضوي جو گهر ڪالاباغ ڊيم ۽ گريٽر ٿل ڪينال خلاف هلندڙ جدوجهد جو مرڪز هو. ايڪشن ڪميٽيءَ ۾ شامل سياسي پارٽين جا اڳواڻ سنڌ ترقي پسند پارٽي جو چيئرمين ڊاڪٽر قادر مگسي، عوامي تحريڪ جو سربراهه رسول بخش پليجو، پ پ سنڌ جو صدر سيد قائم علي شاهه، سنڌ نيشنل فرنٽ جو اڳواڻ ايوب شر، جماعت اسلامي جو اڳواڻ وحيد قريشي، جمعيت علماءَ اسلام جا اڳواڻ مولانا اعظم جهانگيري ۽ تاج محمد ناهيون سميت ڪيترائي سنڌ جا سڄڻ تقريبن هر مهيني علي نواز شاهه جي گهر تي گڏ ٿيندا هئا. افضل گجر مسلم ليگ (ن) جي نمائندگي ڪندو هو، افضل گجر اسٽبلشمينٽ خلاف ائين ڳالهائيندي هو، جيئن سويت يونين جي ٽٽڻ کان اڳ ڪامريڊ آمريڪا خلاف ڳالهائيندا هئا.

ڪالاباغ ڊيم مخالف اينٽي گريٽر ٿل ڪئنال ايڪشن ڪميٽي

طرفان جنرل مشرف کي سياسي جواب ڏيڻ لاءِ 18 جنوري 2005 تي طاقت جو مظاهرو ڪرڻ جو فيصلو ٿيو، ان ڏينهن تي ماڻهن جو سمنڊ حيدرآباد شهر ۾ اٿلي پيو هو، هن مظاهري بابت تن ڏينهن جي اخبارن جو رڪارڊ موجود آهي، آءُ هتي اها ڳالهه لکندس جيڪا اخبارن ۾ رپورٽ نه ٿي. 18 جنوريءَ واري جلسي جون تياريون هلندڙ هيون، ان کان اڳ ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪالاباغ ڊيم سميت سنڌو مٿان ڪو به وڏو ڊيم اڏڻ خلاف مظاهرو ٿي چڪو هو، ان احتجاج ۾ رسول بخش پليجي ۽ ڊاڪٽر قادر مگسي وچ ۾ تلخي ٿي. رات جو آئون آفيس ۾ ويٺو هيس ته رسول بخش پليجي جي فون آئي، پڇيائين ڪٿي آهيو، ڪچهري ڪرڻي آهي، جلدي پهچو. آئون ۽ مهيش بدين جي صحافي دوستن مصطفيٰ جمالي ۽ ٻين يارن سان وينا هئاسين، سنگت کي ماني کارائي رسول بخش پليجي جي پرنس ٽائون قاسم آباد حيدرآباد واري گهر پهتاسين. اسان کان اڳ ۾ اتي جامي چانڊيو، جي ايم مغل، محمد خان پرڳڙي، ابرار قاضي ۽ ٻي سنگت ويٺي هئي، ڪچهري هلندي اياز لطيف پليجو به اچي پهتو. رسول بخش پليجو، ڊاڪٽر قادر مگسيءَ تي ناراض هو، سندس چوڻ هو ته ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ سندس همراهه اينٽي گريٽر ٿل ڪينال جهڙي سگهاري اتحاد کي ڇيهو رسائڻ گهرن ٿا. ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر قادر مگسيءَ جي ماڻهن اجايو هوائي فائرنگ ڪري ضابطن جي ڀڃڪڙي ڪئي، ترقي پسند پارٽيءَ جا ڪارڪن جلسن ۽ جلوسن ۾ اتحادين کي هلڻ نه ٿا ڏين. ان پسمنظر ۾ هن ان ڳالهه تي زور ڀريو ته اوهان ليکڪ ۽ صحافي ان ڳالهه تي نظر رکو ته ڪير ماڻهو آهي، جيڪو سنڌ جي اتحاد جي پٺيءَ ۾ خنجر هڻڻ گهري ٿو، سمورن دوستن عالمي، ملڪي ۽ سنڌ جي حالتن تي ڀرپور ڳالهايو ۽ پوءِ رسول بخش پليجي، لطيف ۽ فيض ٻڌايو. اسان دوستن پليجي صاحب کي گذارش ڪئي ته اول ته ائين نه ٿيڻ گهرجي، پر جي ڪو اتحادي ڪا ناانصافي به ڪري ته اوهان کي گهاٽو وڻ ٿي سيني مٿان ڇانورو ڪرڻ گهرجي. محفل ختم

ٿي تہ پليجي صاحب حسب معمول مک دروازي تي موڪلايو ۽ ڊرائيور کي گاڏي ڪڍڻ لاءِ چيو اسان ڪيس گذارش ڪئي تہ سائين پارٽ اٿو، جڳ جهان کي گڏ ڪٽي هلبو. موڪلائيندي هن هينڊ شيڪ ڪيو ۽ چيو تہ "بالشويڪ ازم زنده باد" آئون جيئن تہ ڪميونسٽ ڪيڊر جو ماڻهو هيس سو سندس ان جملي تي نظرياتي طرح روح ۾ تازگي پيدا ٿي ويندي هئي.
ٻئي ڏينهن شام ٿي تہ ڊاڪٽر قادر مگسي فون ڪيو، چيائين تہ رسول بخش پليجو اسان تي ناراض آهي، هر ننڍي وڏي محفل، جلسي ۽ جلوس ۾ گارگند ٿو ڪري ان پسمنظر ۾ اوهان سان ڪچهري ڪرڻ گهران ٿو. مون ساڍس شام جو ملڻ لاءِ وقت رکيو، مهيش کي فون ڪيم ۽ اسان ٻئي قاسم آباد ۾ ترقي پسند هائوس تي ڊاڪٽر قادر مگسيءَ سان ملڻ پهتاسين. ڊاڪٽر قادر مگسي پنهنجي آفيس ۾ وينو هو، ايس ٽي پي جي ڪابينہ جا ٻيا دوست بہ ڪچهريءَ ۾ وينا. ڊاڪٽر ٻڌايو تہ ڪراچيءَ واري احتجاج ۾ رسول بخش پليجي، اڳواڻن سان هٿ هٿ ۾ ڏئي هلندي اسان کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو رهيو، اسان جو رڳو ڏوھ اهو آهي تہ ترقي پسند پارٽي جا ڪارڪن ۽ جهنڊا، پليجي صاحب کي نہ ٿا وڻن. اينٽي گريٽر ٿل ڪينال ايڪشن ڪميٽي جي اجلاس ۾ بہ پليجي صاحب جي ٻولي سخت هوندي آهي، اسان جي صبر کي شابس آهي جو برداشت ڪريون ٿا. قادر مگسي ڏيڊ ڪلاڪ تائين حال احوال ڪيا. اسان ڪيس بہ اها گذارش ڪئي تہ مهرباني ڪري سڀ دوست ڪَس ڪَسر ڪائي اتحاد کي بچايو.
18 جنوري تي زبردست احتجاج ٿيو. حيدرآباد باءِ پاس تي ڌرڻو لڳو، هٽڙي پوليس اسٽيشن ڪان وٺي حيدر چوڪ تائين رڳو ماڻهو ئي ماڻهو هئا، سيني پارٽين جا جهنڊا، نعريٰ سنڌياڻين جي هنجن ۾ ٻار ڪنيل هئا ۽ هو "مشرف واضح ڪر اعلان، ڊيم ڪپئي يا پاڪستان" جا نعريٰ هڻنديون، پنڌ مارچ ڪندي حيدر چوڪ ڏانهن پئي آيون، ڪجھ نوجوانن جي هٿن ۾ چي گويريا جي تصويرن وارا بينر ڪنيل هئا، سنڌ جي هر شهر جي نمائندگي هئي،

ائين پئي لڳو جڻ سڄي سنڌ رستن تي نڪري پئي هجي. ان احتجاج ۾ مون اهڙا ماڻهو به ڏٺا، جن سياست کي ڇڏي ڪنڌائتي زندگي پئي گذاري، سي پڻ جلسي ۽ ڌرڻي ۾ موجود هئا. بلديا واري هنڌ حيدرآباد جي ڪجهه اردو ڳالهائيندڙ پورهيتن مارچ ڪندڙ قافلن تي گلن جي ورکا ڪرڻ پئي گهري، پر ڪجهه وڳوڙي اچي پهتا، جن زوريءَ انهن کان گلن جون ٽوڪريون کسي هيٺ روڊ تي هاري ڇڏيون، خير خوبيءَ سان احتجاج پنهنجي پڄاڻي تي پهتو ۽ ڪو به اڻوڻندڙ واقعو پيش نه آيو، ماڻهن جو سمنڊ هو پر ڪنهن ريڙهي واري جي نارنگي يا سموسو به ڪنهن نه ڦريو يا کسيو.

ڪالاباغ ڊيم خلاف هن جدوجهد ۾ پارٽي جي ماهر ۽ محبت ڪندڙ انسان نذير ميمڻ جو به اهم ڪردار رهيو، هو اينٽي گريٽر ٿل ڪينال مخالف ايڪشن ڪميٽيءَ ۾ سرگرم هو، پارٽي ڪميٽي جو سيڪريٽري هو ۽ هو سنڌ جي قومي حقن ۽ خاص طور تي سنڌو درياهه جي پاڻي تي لڳندڙ ڌاڙي خلاف جدوجهد ڪندو، لوچيندو ۽ سوچيندو رهيو، هو اسان کان وڇڙي ويو آهي، پر اهي ڏينهن اسان کي ياد آهن ته جڏهن هو صحتمند هو ته محبتن جي عالمي ڏينهن ويلنٽائين ڊي تي پاڻ گلڏستو کڻي پريس ڪلب ايندو هو ۽ جڏهن بيمار ٿيو ته پنهنجي ڪنهن ويجهي مائٽ يا دوست هٿان گل موڪلي دوستيءَ ۽ محبتن جو احساس ڏياريندو رهيو.

# علي محمد خان مهر جي
# استعيفيٰ جي ڪهاڻي

علي محمد خان مهر جڏهن سنڌ جو وڏو وزير ٿيو ته منهنجو ۽ مهيش ڪمار جو سي ايم هائوس ۾ تمام گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو، اسان جو دوست لالا رحمان، علي محمد خان جو ويجهو دوست هو ۽ هو رهندو ئي سي ايم هائوس ۾ هو، ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ساٿي شاهه جهان پنهيار به پارٽي ٽٽڻ کان پوءِ گهوٽڪي جي لوڪل سياست ۾ علي محمد خان مهر سان ٿي بيٺو. علي محمد خان مهر سان ويجهي هجڻ ڪري ڪيس ميڊيا ڪوآرڊينيٽر واريون ذميواريون ڏنيون ويون هيون. لالا رحمان وڏي وزير سان گڏ وينل هو ۽ اسين شاهجهان جي آفيس ۾ ويٺي ڪچهري پئي ڪئي. ان وچ ۾ شاهجهان پنهنجا ڪتاب ۽ فائيل گاڏيءَ ۾ رکيا ۽ ٻڌايو ته اڄ اسان جو سي ايم هائوس ۾ آخري ڏينهن آهي. علي محمد خان مهر، لالا رحمان ۽ شاهجهان سميت سمورن دوستن کي استعيفيٰ جو ٻڌائي چڪو هو. سنڌ جي وڏي وزير کي چيو ويو هو ته گورنر هائوس پهچي پنهنجي استعيفيٰ گورنر حوالي ڪري پر هو گورنر هائوس نه ويو ۽ استعيفيٰ لکي گورنر هائوس ڏياري موڪلي هئائين. هتي دلچسپ ڳالهه هيءَ هئي ته وڏي وزير کي سڀ کان پهريائين

مولانا فضل الرحمان فون ڪري ٻڌايو تہ ان ڪان وڏ وزارت وارو قلمدان واپس ورتو پيو وڃي، علي محمد خان سي ايم هائوس ڇڏڻ ڪان اڳ سموري اسٽاف، ملازمن ۽ اتي موجود دوستن سان موڪلائي روانو پئي ٿيو ۽ وڏي وزير طور هن جو سي ايم هائوس ۾ اج آخري ڏينهن هو پر تنهن هوندي بہ مون سندس چهري تي ڪا بہ پريشاني جي ريکا نہ ڏٺي، ان وقت اسان لالا رحمان جي دوستن جي حيثيت ۾ سي ايم هائوس ۾ موجود هئاسين. مون هٿ ملائيندي علي محمد خان مهر کان پڇيو ”مهر صاحب اوهان جي استعيفيٰ جي پويان واري ڪهاڻي ۽ سببن بابت ڪجھ ٻڌائيندا.؟ علي محمد خان مهر جو جواب هو، ”ها ضرور پر اج نہ سياڻي ان تي ڪچهري ڪبي.“ ۽ هو بنا پروٽوڪول جي پنهنجي گاڏيءَ ۾ سي ايم هائوس جي در ڪان روانو ٿيو. لالا رحمان ٻڌايو پئي تہ اڳيان ٽريفڪ سگنل کي ڏسندي ئي جيئن سندس گاڏي بيٺي تہ هن لالا رحمان کي چيو هو ”لالا هاڻ آئون وڏو وزير نہ رهيو آهيان“ ۽ ائين گاڏي ۾ ٿهڪڙو مچي ويو. رات جو لالا رحمان ۽ اسان صدر ۾ سنگت جي ڪرائي جي فليٽ تي ترسياسين ۽ دير تائين اقتدار، اتحادين ۽ پارلياماني سياست جي محلاتيٰ سازشن حڪومتن جي ڊهڻ، نهڻ ۽ ان پويان موجود سگهارن هٿن تي ڳالهائيندا رهياسين، ٻئي ڏينهن نئين وڏي وزير جو فيصلو ٿيڻو هو، لالا رحمان، مهيش ڪمار ۽ آئون سنگت سميت علي محمد خان جي ڪراچيءَ واري گهر پهتاسين. چا ڏسئون تہ ان وقت اقتدار جي ڊوڙ ۾ شامل سڀ طاقتور خاندان، اتي موجود هئا. اج ڊاڪٽر ارباب رحيم ڏاڍو خوش نظر پئي آيو چو تہ اها ڪرسي جنهن تي ڪالھ تائين علي محمد خان مهر وينل هو، هڪ نئين سي ايم لاءِ خالي ٿي چڪي هئي ۽ وڏ وزارت وارو قلم ٿر جي هن ارباب کي ملڻو هو، لالا رحمان مون کي اتي وينل هڪ اهڙو اهم طاقتور ماڻهو ڏسيو، جيڪو انتهائي سنجيده ۽ گهٽ ڳالهائڻ وارن مان هو. مون اڳ ۾ ڪيس ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. اج نئين وڏي وزير جو فيصلو ٿيڻو هو ۽ ان ماڻهو جي

موجودگيءَ ڪري ئي سڀ اتحادي سياستدان اتان ڪلي مرڪي اٿيا ۽ ارباب غلام رحيم اچي سي ايم هائوس ۾ ويٺو.

پيپلز پارٽي لاءِ هي ڏينهن عتاب وارا ڏينهن هئا، پيپلز پارٽي خلاف نئين صفبندي ٿي هئي ۽ پير پاڳارو، غلام مصطفيٰ جتوئي، ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم ۽ امتياز شيخ جهڙا سگهارا سياسي اڳواڻ سنڌ نيشنل الائينس جي امبريلا هيٺ گڏ ٿيا هئا. ارباب غلام رحيم تہ اڳ ۾ بہ وڏي وزير جو اميدوار هو ۽ ان وقت سنڌ جي وڏي وزير لاءِ ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم ۽ امتياز شيخ جا نالا غور هيٺ هئا، پر پير پاڳارو، ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم تي ناراض هو ۽ ان جي ناراضگي سبب هو وڏو وزير ٿي نہ سگهيو هو ۽ امتياز شيخ تي بہ اتحادين جو اتفاق نہ ٿيو هو ۽ هو وڏ وزارت کان محروم رهجي ويو هو.

لالا رحمان، علي محمد مهر جي استعيفيٰ جا مک بہ ڪارڻ اين ايف سي ايوارڊ ۽ متحده قومي موومينٽ جو ناراض هجڻ ٻڌايا، منهنجي دوست لالا رحمان چواڻي تہ علي محمد خان وڏو وزير ۽ سردار احمد ناٿي وارو صوبائي وزير هئا، وزيراعظم جي صدارت هيٺ اين ايف سي جو اجلاس ٿيو هو، سنڌ ان اجلاس ۾ موقف رکيو هو تہ صوبن وچ ۾ وسيلن جي ورڇ جو اينڊيڪيٽر آبادي آهي، سنڌ جو مطالبو هو تہ وسيلن جي ورڇ جو هڪ ٻيو اينڊيڪٽر اپت بہ رکيو وڃي، پر پنجاب سنڌ جي اعتراض ۽ مطالبي کي نہ مڃيو، اهڙي صورتحال پيدا ٿيندي ئي پرويز مشرف سي ايم سنڌ کي پنهنجي ڪيمپ آفيس ۾ گهرايو ۽ ڪيس واضح طور چيو هئائين تہ هاڻ نيشنل فنانس ڪميشن جي اجلاس ۾ وڃو تہ فيصلو ڪري اچجو، (هي چڻ اهو نياپو هجي تہ پنجاب جيئن چوي ٿو تيئن ڪيو) سنڌ پنهنجي مؤقف تي بيٺي رهي. لال رحمان چواڻي تہ اين ايف سي جي اجلاس ۾ سنڌ جي وڏي وزير علي محمد خان مهر ۽ پنجاب جي وڏي وزير چوڌري پرويز الاهي جي جهڙپ بہ ٿي هئي. پرويز الاهي جا هي جملا هئا، اوهان سنڌ وارا ڪڏو کهڙي ڳالهہ تي ٿا، صنعتون سنڌ ۾ رهيون ڪونهن

۽ اسان پنجاب کٽي آياسين، باقي رهيون چئن بينڪن جون هيڊ آفيسون اهي بہ پنجاب منتقل ٿي ويندون، باقي بچيو اُتو بہ سمنڊ نہ؟ علي محمد خان جو جواب هو ”جي اوهان جي وس ۾ هجي ها تہ سمنڊ بہ پنجاب کٽي وڃو ها“ گڏجاڻي ختم ٿي تہ سنڌ جو سي ايم اسلام آباد مان لاهور لاءِ باءِ روڊ نڪتو. رستي تي ٽي کيس سندس ٽي ويجهي مهربان دوست جي فون آئي هئي تہ اوهان اڄ جيڪو ڪم ڪري آيا آهيو، ان جي نتيجن جي اوهان کي خبر آهي؟ وڏي وزير جو جواب هو، ڪرسي ڪنهن جي قائم ناهي رهڻي، آئون اهڙو ڪو بہ ڪم نہ ڪندس، جنهن ڪري منهنجي اولاد کي سنڌ جي ماڻهن سامهون پشيمان ٿيڻو پوي. سنڌ ۾ وڏي وزير جي تبديلي جو ٻيو ڪارڻ ايم ڪيو ايم هئي، ايم ڪيو ايم جي وزيرن زمين جي الاٽمينٽ سان گڏ پنهنجن ڪارڪنن کي پيرول تي آزاد ڪرائڻ پئي گهريو ۽ اهي فائيل سي ايم جي ٽيبل تي پيل رهيا، سنڌ جي وڏي وزير جي تبديلي جي هيءَ ڪهاڻي ٻڌي مون سوچيو پئي تہ اسٽبلشمينٽ جي ويجهي هجڻ باوجود بہ ڪو ماڻهو سنڌ جي پاسي تي بيٺل هجي ٿو ۽ مصلحتن جي بہ هڪ حد هجي ٿي، وڏ وزارت واري عرصي ۾ علي محمد خان مهر اسان جي ان ڪري بہ عزت ڪندو هو جو اسان ڪڏهن بہ ڪنهن نوڪريءَ يا ڪم لاءِ کيس نہ چيو هو ۽ نہ ٽي سي ايم هائوس ويندي اسان جي هٿن ۾ ڪو فائيل هوندو هو. اسين جڏهن بہ ڪراچي وياسين، لوڪل بس ۾ وياسين ۽ موٽياسين. ياد ٿو اچيم تہ هن سنڌ جي تعليم کي بهتر بنائڻ لاءِ تعليمي ماهرن جي گڏجاڻي گهرائي هئي، مون ان گڏجاڻي ۾ بہ کيس چيو هو ”جيستائين سنڌ جي وزيرن جا ٻار اسان غريبن جي ٻارن سان گڏ سرڪاري اسڪول ۾ نہ پڙهندا، سنڌ جي تعليم بهتر ٿي نہ سگهندي.“ ڪنهن ذاتي ڪم بجاءِ مون کيس سول اسپتال حيدرآباد کي بهتر ڪرڻ واري گهر ڪئي هئي. هڪ ڏينهن هن لالا رحمان کي چيو تہ اوهان پنهنجن دوستن کي ڪو بهتر ۽ ايماندار ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ جو نالو تجويز ڪرڻ لاءِ چئو. مون اچي

اسان جي مهربان دوست ۽ سول اسپتال ۾ ايمرجنسي واري وارڊ جي انچارج ڊاڪٽر عطا ميمڻ سان گڏجاڻي ڪئي، هو منهنجون ڳالهيون ٻڌندو رهيو ۽ جواب ۾ هي چيائين اسان اجا تائين تصوراتي آدرشي دنيا ۾ رهون ٿا، اوهان جنهن قسم جي ايماندار ايم ايس جي ڳالهه ڪري رهيا آهيو، سو اسان جي اڄوڪي سماج ۾ ممڪن ئي ناهي. علي محمد خان جي وڏي وزير هجڻ دوران اهو سڄو عرصو اسان اقتدار جي سياست، اختيارن ۽ طاقت کي ويجهي کان ڏٺو.

# ڄام ساقيءَ جي گرفتاري ۽ روپوشي

آئون عوامي آواز جي آفيس ۾ وينو هئس، بختاور فون ڪري ٻڌايو تہ بابا جيئن ئي گهران ويو آهي، واپس گهر ناهي موٽيو. اهڙو اطلاع ملندي ئي مون فون ڪري ادي اختر ڪان حال احوال ورتا. ادي بہ ڏاڍي پريشان هئي ۽ چيائين تہ ادا ڪامريڊ جي خبر چار لهو، جڏهن ڪان ايچ آر سي پي سان گڏ ٿر وجي وڏي وزير ارباب غلام رحيم جي ڳوٺ مان فيڪٽ فائينڊنگ ڪري موٽيو آهي، پوليس پئي ڪيس ٺاٺي تي اچڻ لاءِ نياپا ڪري. اها ڳالهہ ٻڌندي ئي آئون فوري طور ڪامريڊ ڄام جي گهر پهتس، ادي کي آٿت ڏنم، قاسم آباد ٿاڻي تي رابطو ڪيوسين، پهريائين تہ هو نٽائيندا رهيا، پر گهڻو زور پرڻ تي هنن جواب ڏنو تہ ڪامريڊ قاسم آباد ٿاڻي تي پاڙي جي ڪنهن همراهہ کي ڇڏائڻ ضرور آيو هو، پر هو هاڻ اسان وٽ ناهي. جواب مان ئي آئون سمجهي ويس تہ ڪامريڊ پوليس هٿان گرفتار ٿي ويو آهي. مون بنا دير علي حسن، لالا رحمان، خالد ڪوڪر، مهيش ڪمار ۽ سعيد افضال کي سموري صورتحال کان باخبر ڪيو، اسان جي وچ ۾ صلاح مشورو ٿيو ۽ مون دوستن کي چيو تہ ڪامريڊ جي ڳولا ڪجي، هو روز دوائون کائيندو آهي ۽ بيمار آهي، ڪٿي ائين نہ ٿئي هو ڪنهن وڏي تڪليف ۾ اچي وڃي. ڪامريڊ جي اوچتي گم ٿيڻ

وارو اهڙو اطلاع اسان لاهور ۾ عاصمہ جهانگير کي بہ ڏنو. بهرحال پڇاڳاڇا کان پوءِ اها خبر پئي تہ ڪامريڊ پوليس وٽ آهي ۽ مضبوط ارادن سان حالتن کي منهن ڏئي رهيو آهي ۽ ڪيس جلد ئي ظاهر ڪيو ويندو، ڪيڏي نہ ڪل جهڙي ڳالهہ هئي جو سنڌ جي وڏي وزير ارباب غلام رحيم جي حڪمن تحت حيدرآباد جي مارڪيٽ پوليس ڪيس ٽرانسپورٽ ڪمپنيءَ جي گودام مان هٿ آيل 1200 ڪلو گرام ڌماڪيدار مادي واري ڪيس ۾ نالو شامل ڪري گرفتار ڪيو هو. ڪامريڊ ڄام جو دهشتگرديءَ جي خاتمي واري خاص عدالت مان 7 ڏينهن جو رمانڊ ورتو ويو. پوليس ڪيس مختلف ٿاڻن تي گهمائيندي ڌمڪائيندي رهي. ارباب غلام رحيم ان شخص کي ڌماڪيدار مادي هٿ اچڻ واري ڪيس ۾ سوگهو ڪرايو هو، جنهن سڄي حياتي امن، انصاف، برابري ۽ انقلاب لاءِ جدوجهد ڪندي گذاري هئي. ڪامريڊ کي 29 مئي 2005ع ۾ گرفتار ڪري ۽ 24 ڪلاڪن اندر آزاد ڪيو ويو. ڪامريڊ کي نفيساتي ٽارچر ڏيڻ لاءِ پوليس موبائل ۾ گهر آندو ويو ۽ پوليس وارا گهر وارن کان اهو لڪرائي ڪٽي ويا تہ ”ڄام ساقي گهر پهتو“ پوليس وارن ان قسم جو غير اخلاقي عمل ڪري ڇڻ ڪامريڊ ڄام ساقي جي گهر پهچڻ واري رسيد ورتي هئي. ڪامريڊ ڄام ساقي جي واپس اچڻ جو اطلاع ملندي ئي آئون گهر پهتس ۽ ميڊيا جي دوستن کي بہ اچڻ جو اطلاع ڪيو. ميڊيا سان ڳالهائيندي ڪامريڊ ٻڌايو تہ ڪيٽلاريءَ جي نوجوان آتم ميگهواڙ جي امڙ ۽ پاءُ هيومن رائيٽس ڪميشن جي ڪراچي واري آفيس ۾ انساني حقن واري تنظيم جي سيڪريٽري سينيئر اقبال حيدر کي آتم ميگهواڙ جي اغوا ٿيڻ ۽ خاندان کي تحفظ لاءِ درخواست ڏني هئي. آئون، نسرين شڪيل ۽ پروين سومرو فيڪٽ فائينڊنگ مشن تي ڪيٽلاري ويا هئاسين ۽ اهڙي رپورٽ بہ ايچ آر سي پي کي موڪلي آهي. اها ڳالهہ وڏي وزير کي ناهي وڻي ۽ هن مون کي ڪوڙي ڪيس ۾ پوليس هٿان گرفتار ڪرائي، 24 ڪلاڪ حراست هيٺ رکيو ۽ ڊي پي او جي حڪمن تي اهو چئي

آزاد ڪيو ويو تہ اسان انڪوائري ڪئي آهي، اوهان ملوث ناهيو، ان ڪري اوهان کي آزاد ڪريون ٿا.
حراست دوران پوليس آفيسرن ڪامريڊ ڄام ساقيءَ کي وڏي وزير جو پيغام ڪجھ هنن لفظن ۾ ڏنو تہ ”هاڻي تنهنجي وڏي عمر ٿي وئي آهي، تنهن ڪري ٻين ماڻهن بجاءِ پنهنجي ۽ پنهنجي گهروارن جي انساني حقن جو خيال ڪر“ وزيراعليٰ ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم سمجهيو پئي تہ ڪامريڊ ڄام ساقي عمر جي ان حصي ۾ آهي، جو دڙڪي دهمان ۾ اچي ماٺ ڪري ويهندو، پر هو اڄ بہ اندران نہ ٽٽو هو ۽ خوف ۾ اچڻ بجاءِ جهيڙي ۾ هليو ويو ۽ پنهنجي گرفتاري جا سڀ سبب پريس ذريعي عوام سامهون آندا. ڪامريڊ ڄام ساقي جي گرفتاري تي پاڪستان ۾ بہ سخت ردعمل ٿيو. هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي سيڪريٽري جنرل سينيٽر اقبال حيدر ڪراچي ۾ هنگامي پريس ڪانفرنس ڪندي هي ردعمل ڏنو تہ ”ڪامريڊ ڄام ساقي کي سنڌ جي وڏي وزير ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم گرفتار ڪرايو آهي، هو ڄام صادق نہ ٿئي، ڪامريڊ کي ڪجھ بہ ٿيو تہ ذميوار ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم هوندو.“
جيئن ڪامريڊ ڄام جون خبرون اخبارن ۾ نمايان طور شايع ٿيون ۽ مختلف ٽي وي چينلن تي هليون، ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم صفا ٽپي باھ ٿي ويو ۽ پوليس کي ٻيهر ڪامريڊ ڄام ساقي جي گرفتاري وارا حڪم مليا. مون آفيس ۾ پنهنجو ڪم پئي ڪيو، ادي اختر ڄام جو فون آيو، ادا ٻيهر پوليس گهر جي مک دروازي ٻاهران گهيرو ڪري بيٺي آهي، ڇا ڪريون، هوءَ ڏاڍي گهٻرايل هئي. مون اديءَ کي چيو هن دفعي ڪامريڊ کي گرفتار ٿيڻ نہ ڏينداسين، گهر جي ٻئي پاسي واري ننڍي در مان ڪامريڊ کي روانو ڪيو ۽ ڪيس روپوش ٿي ڪراچي وڃڻ لاءِ چئو. مون بنا دير سنڌ ٽي وي جي دوست امداد سومرو، اسحاق مگريو، ڪي ٽي اين جي دوست ناز سهتو، ان وقت جي سمورن اردو چينلن، صحافي دوستن کي اطلاع ڪيو ۽ ڪين پهچڻ ۽ ٻين دوستن کي

ڪامريڊ جام جي گهر تي پوليس چڙهائي بابت ٻڌائڻ وارو بار رکيو، ڪامريڊ جام ٻه پونئين دروازي ڪان ٻنا دير نڪري ويو. آئون جڏهن قاسم آباد ۾ ڪامريڊ جي گهر پهتس ته مارڪيٽ ٿاڻي جي پوليس گهر جي مک دروازي تي بيٺل هئي، آئون گهر اندر ويس ادي اختر جام، سارنگ، سرواڻ، سونهن ۽ پارس کي آٿت ڏني. دير ٿيندي ئي پوليس وارا تيزي سان در وڄائڻ لڳا، مون ميڊيا جي اچڻ تائين ڪين ڳالهين ۾ مصروف رکڻ پئي گهريو. هو وڏيڪ وقت ترسڻ بجاءِ چوڻ لڳا، ”اسين گهر ۾ داخل ٿيون، ان کان اڳ ڪامريڊ جام ساقيءَ کي چئو ته ٻاهر اچي.“ منهنجو جواب هو ڪامريڊ گهر ۾ ناهي، بس منهنجو ائين چوڻ هو گهر ۾ اندر گهڙي پيا. ادي ۽ ٻارڙن کي مون گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ٻيهاري ڇڏيو، ان وچ ۾ فوٽو گرافر ۽ چئنلن جا دوست پهچي چڪا هئا ۽ هو اهي سڀ منظر پريندا رهيا. ڪامريڊ جام ساقيءَ جي ٻيهر گرفتاري لاءِ پوليس ڪارروائي ۽ روپوشيءَ بابت ادي اختر لاهور ۾ فون ڪري عاصمہ جهانگير کي اطلاع ڪيو. جنهن ڪيس آٿت ڏئي چيو ته ڪامريڊ جام کي اوهان لاهور تائين پهچايو، ٻئي ڏينهن ڪامريڊ جام ساقي جي گهر تي چڙهائي واري خبر جيئن ئي اخبارن ۾ ڇپي ته سڄي سنڌ ۾ احتجاج شروع ٿي ويا، شابس آهي سنڌ جي سياسي پارٽين، قومپرستن ڌرين، اديبن ۽ دانشورن کي جن نه رڳو پوليس چڙهائي جي مذمت ڪئي، پر رستن تي نڪري آيا. صحافي علي حسن، محمد حسين ۽ شاهد شيخ سميت سموري انگريزي ۽ اردو ميڊيا جي دوستن واقعي کي جيئن جو تيئن رپورٽ ڪيو. ڪامريد جام ساقيءَ کي روپوشيءَ جو ڏکهو تجربو هو، هي ڪو پهريون دفعو نه هو جو ڪامريڊ اهڙين حالتن کي منهن ڏيندو هجي. آئون جيئن ئي ڪراچي پهتس، ڪامريڊ ۽ اسان جو ڪراچي جي دوستن ذريعي رابطو ٿيو. اسان ڪراچي جي صدر واري علائقي ۾ ڪامريڊ سان ملاقات جو وقت رکيو، ڪامريڊ طئہ ٿيل هنڌ تي موجود هو. ڪامريڊ ۽ اسان مختلف رستن ڪان ٿيندا، رئوف خان جي ايئرپورٽ روڊ تي موجود ان

فليٽ تي پهتاسين، جنهن جي رئوف خان جي بنهه ويجهن دوستن ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي کي ڄاڻ ئي نه هئي. بلوچ اغواڻ رئوف خان ۽ مون ايئرپورٽ ويجهو رهڻ جي ان ڪري چوند ڪئي ته جيئن ڪامريڊ کي اسان آسانيءَ سان جهاز ذريعي لاهور موڪلي سگهون. هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان، سنڌ جون سياسي جماعتون، ليڪڪ، اسان جا صحافي دوست ۽ پاڪستان جا سڀ ترقي پسند اسان سان هن جهيڙي ۾ گڏ ئي بيٺا. اسان به ذهني طور طئه ڪري ڇڏيو هو ته وقت جي طاقت آڏو نه جهڪبو. هڪ طرف ڪامريڊ ڄام ۽ ان جا دوست هئا ۽ ٻئي طرف سنڌ جو وڏو وزير هو. هن جهيڙي دوران آئون ته ان حد تائين رسڪ کڻڻ لاءِ تيار هيس جو ڪراچي ويندي مون پنهنجي ياءُ مقبول کي چيو هو ته پينرن ۽ ننڍين ٻارن کي منهنجي ڀيڻ جي ٽنڊوڄام واري گهر ڇڏي اچو. اسان هي جهيڙو ان وقت ڪري رهيا هئاسين، جڏهن اسان جي ڪا به پارٽي نه هئي، پر اسان ڄاتو پئي ته سنڌ جو شعور اسان سان گڏ بيهندو ۽ واقعي ائين ٿيو به، ان وقت ڪامريڊ ڄام ۽ مان روپوش هئاسين ۽ دوستن، عزيزن ۽ صحافين سان رابطن لاءِ مون گهڻي ڀاڱي رئوف خان جو نمبر پئي استعمال ڪيو. رئوف خان پنهنجي هڪ انتهائي اعتماد واري ساٿي صحافي سان ڪامريڊ جي ڳالهه ٻولهه ڪرائي، جنهن سان ڳالهائيندي ڪامريڊ ڄام چيو هو ”مان شاهي قلعي جون فاتح آهيان، ارباب ڪان نه ڊڄندس“ اها خبر اردو اخبار عوام ۾ ليڊ تي لڳي.

چار جون تي رات جو 2 وڳي جو وقت هو، ادي اختر جو بختاور کي فون آيو، پوليس گهر جون ڀتيون ٽپي گهر ۾ گهڙي پئي آهي ۽ فون ڪٽجي وئي. بختاور بنا دير مون کي اطلاع ڏنو، مون ڪيس کي ٽي اين ۽ سنڌ ٽي وي کي فون ڪري خبرن ڏيڻ لاءِ چيو، دير ئي ڪا نه ٿي، ٽي وي تي ٽڪر هلڻ شروع ٿي ويا. هن دفعي چوڌري شوڪت جي اغوائي ۾ ڪراچي جي عيدگاهه جي صدر ٽائون ٿاڻي جي پوليس ڇئن موبائلن سميت گهر تي ڪاهه ڪري ادي اختر کي گرفتار ڪري کڻي آئي هئي. هن دفعي رات

جو گهر جون پيتيون ٽپي سُتل ٻارن کي اٿاري ۽ گهرياتين کي حراسان ڪرڻ واري ڪارروائي اسان لاءِ هڪ وڏو نياپو هو، ڪامريڊ ننڍ ۾ ستل هو، مون ڪيس ننڊ مان نہ اٿاريو ۽ رئوف خان ۽ اسين هن نئين صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ دير تائين ويچاريندا رهياسين.

هن دفعي هڪ نئين انداز سان پوليس ذريعي وار ٿيو هو، ڪامريڊ ڄام ساقي جي ناني ۽ ادي اختر ڄام جي ننڍي ڀيڻ جي شادي بدقسمتي سان هلي نہ سگهي ۽ سندن طلاق ٿي وئي هئي، سندس معصوم پٽ پنهنجي ماءُ وٽ ترسيل هو، ڪراچي جي پوليس ماءُ وٽ ترسيل ان ٻار جي اغوا وارو ڪيس داخل ڪري ان ڪيس ۾ ادي اختر کي گرفتار ڪري ڪراچي ڪٺي آئي هئي. صبح ٿيندي ئي مون هيومن رائيٽس ڪميشن جي دوستن کي ڪامريڊ ڄام جي لاهور جي ٽڪيٽ جو بندوبست ڪرڻ لاءِ چيو، جن ٽڪيٽ وٺڻ ۾ دير ئي نہ ڪئي هئي. اسان کي پهرين مرحلي ۾ ڪامريڊ کي لاهور موڪلڻ ۽ وڏيڪ جدوجهد لاءِ حڪمت عملي جوڙڻي هئي، صبح ٿيو تہ ڪامريڊ کي اديءَ جي گرفتاري جو ٻڌايو سين، پر هن حوصلو نہ هاريو ۽ چيائين هو ان حد تائين وڃي سگهن ٿا.؟ هاڻ اسان سمجهيو پئي تہ ڪامريڊ کي سنڌ ۾ وڌيڪ ترسائڻ بجاءِ ڪيس بنا دير پنجاب روانو ڪجي. مون ۽ رئوف خان پنهنجي چرپر ئي گهٽائي ڇڏي، سنڌ اخبار جي ايڊيٽر جعفر ميمڻ کي فليٽ تي پهچڻ جو نياپو ڪيوسين. اسان کي خبر پئي تہ هو بہ ساڳئي ڏينهن ئي اسلام آباد وڃڻو آهي، جعفر رات جو فليٽ تي پهتو ۽ سڀ سماچار ڏنائين تہ ڪامريڊ جي روپوشي ۽ گهر تي چڙهائين ڪان پوءِ پاڪستان ۾ ترقي پسند دوست سياسي پارٽيون سخت احتجاج ڪري رهيون آهن، انگريزي ۽ اردو اخبارن ۾ ايڊيٽوريل ۽ خاص مضمون لکي سنڌ حڪومت جي ڪارروائي تي ردعمل جو اظهار ڪيو ويو آهي. جعفر ميمڻ جي فون تي ئي مون سان ايم ڪيو ايم جي هڪ ذميوار ماڻهو ڳالهايو، جنهن چيو تہ الطاف حسين جو هي پيغام

آهي تہ اسين ارباب غلام رحيم جا اتحادي ضرور آهيون، پر چام ساقي واري معاملي تي ارباب سان گڏ ناهيون. اسر ويل هڪ ٽيڪسي ۾ ڪامريڊ پويان وينو ۽ اڳيان جعفر ميمڻ، ٿوري دير ۾ ڪامريڊ ايئرپورٽ تي پهتو ۽ جعفر ميمڻ سلامتيءَ سان ڪيس لاهور روانو ڪيو.

اسان پهريائين هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي دوستن سان رابطو ڪيو. اسان جي ان گڏجاڻي ۾ ڪامريڊ چام ساقي جي گهر تي ٿيندڙ چڙهاين ادي اختر چام کي پوليس هٿان گرفتار ڪري گم ڪرڻ خلاف پٽيشن داخل ڪرڻ وارو فيصلو ٿيو. مون لاهور ۾ ڪامريڊ چام سان فون تي ڳالهايو ۽ اسان وچ ۾ طئہ ٿيو تہ پٽيشن سينيٽر اقبال حيدر داخل ڪندو ۽ پٽيشنر آئون هوندس، ارباب غلام رحيم خلاف سڄي سنڌ ۾ تحريڪ شروع ٿي وئي، ڪالاباغ ڊيم مخالف اينٽي گريٽر ٿل ڪينال ايڪشن ڪميٽي جي اڳواڻن، قومپرست ڪارڪنن، اديبن ۽ سماج سڌارڪ ساٿين ٿنهڻ اُس ۾ ايس ايس پي چوڪ کان احتجاجي مارچ ڪري حيدرآباد پريس ڪلب پهچي، 3 ڪلاڪن تائين ڌرڻو هنيو. ڌرڻي ۾ عورتون پنهنجا معصوم ٻار ٻہ کڻي آيون، ڌرڻي کي خطاب ڪندي عوامي تحريڪ جي سربراهہ رسول بخش پليجو، صوبائي اسيمبلي جي ميمبر سسئي پليجو، ابرار قاضي، دودو مهيري، اظهر جتوئي، شاهہ محمد شاهہ، افضل گجر، بلوچ اڳواڻ حئي بلوچ، حيدر شاهاڻي، محبوب ابڙو، مولانا اعظم جهانگيري، لطيف ملاح، حيدر ملوڪاڻي، زيب النساءَ ملاح، بشيران سولنگي، دوست محمد چنا، امر سنڌو، بختاور، نسرين شڪيل، وهاب پنڌراڻي ۽ ٻين خطاب ڪندي سنڌ حڪومت کي ڌمڪي ڏني تہ چام ساقي اسان سيني جو آهي، جيڪڏهن متس ڪوڙا ڪيس ختم ڪري ادي اختر کي آزاد نہ ڪيو ويو تہ سڄي سنڌ رستن تي نڪري ايندي، پليجو خاندان جا وڏا وڙ جو جيجي زرينہ بہ مظاهري ۾ يڪجهتي طور شريڪ ٿي.

محترمہ بينظير ڀٽو بہ پنهنجو سخت ردعمل ڏنو، هن پنهنجي

بيان ۾ سنڌ حڪومت جي ان عمل جي مذمت ڪندي چيو تہ ڄام ڪي سياسي انتقام جو نشانو بڻايو پيو وڃي، حڪومت جي ڪريل ان عمل تي انساني حقن جي تنظيمن ڪي ان جو نوٽيس وٺڻ گهرجي، محترمہ بينظير ڀٽو، سيد قائم علي شاهہ ۽ تاج حيدر مٿان ذميواري رکي تہ هو اسان سان رابطي ۾ رهن ۽ ڪامريڊ جي اخلاقي ۽ سياسي مدد ڪن، سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جو سربراهہ ڊاڪٽر قادر مگسي، جيئي سنڌ قومي محاذ جي سربراهہ عبدالواحد آريسر بہ نہ رڳو فون ڪري اسان ڪي همٿ ۽ حوصلي سان ويهڻ تي داد ڏنو، پر هو بہ پنهنجن ڪارڪنن سميت احتجاجي طور روڊن تي نڪري آيا ۽ مظاهرن ۾ شريڪ ٿيا.

سڄي سنڌ سراپا احتجاج هئي، ماتلي، خيرپورميرس، قمبر، شهدادپور، شاهپورچاڪر، ٽنڊوڄام، نوشهروفيروز ۽ ميهڙ ۾ ڪامريڊ ڄام ساقي جي حمايت ۾ نہ رڳو مظاهرا ٿيا، ڌرڻا بہ لڳا ۽ دوستن ۽ ساٿين سنڌ جا شهر بند ڪرڻ واري ڌمڪي بہ ڏني. سنڌ ۾ پيپل اتحاد وارا بہ پنهنجن ڪارڪنن سميت رستن تي هئا، دليپ ڪمار، رميش ڪمار، پرڪاش، ڄام ساقي خلاف انتقامي ڪارروايون بند نہ ڪرڻ جي صورت ۾ تحريڪ جو اعلان ڪيو. حيدرآباد ۾ ايڇ آر سي پي آفيس اسان جي جدوجهد جو مرڪز رهيو ۽ ڪراچيءَ ۾ آئون پاڻ موجود هيس. ڪراچي پريس ڪلب ٻاهران ڊفينس ڪميٽي جو مظاهرو ٿيو، جنهن ڪي هيومن رائيٽس ڪميشن جي اڳواڻ اسد ٻٽ، جيئي سنڌ محاذ جي چيئرمين عبدالخالق جوڻيجو، پ پ سنڌ جي نائب صدر مظفر شجراع، حبيب جنيدي، ادي شاهينہ رمضان، سنڌياڻي تحريڪ جي اڳواڻ ادي مريم پليجو، ايم پي اي' گيانچند، معراج محمد خان، بلوچ اڳواڻ رئوف خان ساسولي، يوسف خان مستي، قاسم چانڊيو ۽ ٻين خطاب ڪيو.

ميڊيا جي دوستن ڪي جس هجي، جن ان وقت وڏي وزير جي سختين ڪي منهن ڏنو. مون ڪي ياد ٿو اچي تہ امداد سومري ڪامريڊ ڄام ساقي جي گرفتاريءَ لاءِ لڳندڙ ڇاپن ۽ ادي اختر

سلطانہ جي گرفتاريءَ بابت سنڌ ٽي وي تي تفصيلي پيڪيج ناهيو هو، جڏهن اهو نشر ٿيو تہ ارباب غلام رحيم سنڌ ٽي وي جي مالڪ عبدالڪريم راڄپر کي نياپو ڪرائي امداد سومرو کي نوڪريءَ مان ڪڍڻ لاءِ دٻاءُ وڌو هو، پر ان دٻاءَ هوندي بہ سنڌ ٽي وي جي انتظاميا امداد سومرو کي نوڪريءَ کان جواب نہ ڏنو هو، ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم تہ ڊاڪٽر جبار خٽڪ کي بہ ڪامريڊ جام ساقيءَ جي مدد ۽ حمايت ڪرڻ تي ميار ڏني هئي، جنهن تي ڊاڪٽر جبار خٽڪ کيس چيو هو تہ ”جام ساقي منهنجو اڳواڻ رهيو آهي ۽ اوهين دوست آهيو، آئون جام ساقيءَ جي حمايت ۽ مدد جاري رکندس.“

ارباب غلام رحيم وٽ پوليس ۽ حڪومت جي طاقت هئي ۽ اسان سان گڏ سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو هئا. عاصمہ جهانگير پنجاب ۾ نہ رڳو جام ساقي کي ترسايو، پر جام جي لاهور ۾ هجڻ ڪري پنجاب جا ترقي پسند دوست بہ هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ويا. ڪراچيءَ جو دوست اسد بٽ تہ پنهنجا سڀ ڪم ڇڏي ڏينهن رات مون سان گڏ هوندو هو. پاڪستان جي ناميار وڪيل سينيٽر اقبال حيدر جي آفيس پهتاسين، جنهن پوري پٽيشن ناهي ۽ مون کي پڙهي ٻڌائي. پٽيشن ۾ آئون ۽ ڪامريڊ جام ساقي پٽيشنر ٿياسين ۽ سڄي تياري ڪري مان، اسد بٽ، ادي شاهينہ رمضان ۽ سجاد ظهير سنڌ هاءِ ڪورٽ پهتاسين، هن ڪيس جي پيروي سينيٽر اقبال حيدر سان گڏ مشهور وڪيل رشيد اي رضوي ڪري رهيو هو. هاڻ اسان سياسي جدوجهد سان گڏوگڏ انصاف لاءِ عدالت ۾ پهتل هئاسين، وڪيلن ڇاڻايل درخواست کي جسٽس سرمد جلال عثماني ۽ جسٽس امير هاني مسلم تي ٻڌل ڊويزن بينچ آڏو پيش ڪيو، جنهن بينچ هي ڪيس جسٽس مجيب الله صديقي جي سربراهي ۾ قائم بينچ ڏانهن منتقل ڪيو، جنهن درخواست جي ٻئي ڏينهن ٻڌڻي ٿي. ڪامريڊ جام ساقي ۽ مون داخل ڪرايل هن درخواست ۾ سنڌ جي گهرو کاتي جي سيڪريٽري، آءِ جي سنڌ، ڊي آءِ جي ڪراچي، ڊي آءِ جي حيدرآباد

۽ ايس ايچ او عيد گاهه کي ڏر ٻڌائيندي مؤقف اختيار ڪيو ته سنڌ سرڪار ڪامريڊ ڄام ساقي خلاف انتقامي ڪارروائي ڪندي ڪيس گرفتار ڪري سندس خلاف حيدرآباد ۾ ڏماڪيدار مادو رکڻ جو ڪيس داخل ڪيو هو، جنهن کي ٻئي ڏينهن تي پوليس آزاد ڪري ڇڏيو، ان عمل مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌ سرڪار ڄام ساقي کي ڊيڄارڻ، ڌمڪائڻ ۽ خوفزده ڪرڻ جو طئه ڪري ورتو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ پوليس ڪيترائي ڀيرا سندس گهر تي ڇاپا هڻي ڪيس حراسا ڪيو آهي، داخل ڪيل هن درخواست ۾ اسان هي موقف رکيو ته 30 مئي تي ڪامريڊ ڄام ساقي جي ڌماڪيدار مادو رکڻ واري ڪيس مان آزاديءَ بعد هو ڪراچي هو ته ڪراچي جي عيدگاهه ٿاڻي جي پوليس 3 ۽ 4 جون تي قاسم آباد ۾ سندس رهائشگاهه تي ڇاپو هڻي، سندس گهرواري اختر سلطانه کي گرفتار ڪري وومين ٿاڻي ۾ لاڪ اپ ڪري ڇڏيو آهي. درخواست ۾ اهو به ڄاڻايو ويو ته ڄام ساقي انساني حقن واري تنظيم ايچ آر سي پي جي فيڪٽ فائينڊنگ ڪاميٽي جو ميمبر آهي ۽ هو فيڪٽ فائينڊنگ مشن لاءِ ڪيٽ لاري ويل هو، جنهن ڪان پوءِ انتقامي طور تي سندس خلاف ڪارروايون شروع ڪيون ويون آهن. درخواست تي ٻڌڻي جاري رهي ۽ اربع 8 جون 2005ع تي سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بينچ جي جسٽس مجيب الله صديقي ۽ جسٽس مقبول باقر تي ٻڌل ڊويزن بينچ اغوا واري الزام ۾ گرفتار ڪيل ڪامريڊ ڄام ساقي جي گهرواريءَ اختر سلطانه واري ڪيس جي ٻڌڻي ڪئي ۽ سندس 50 هزار روپين عيوض ضمانت منظور ڪئي، ٻار جي اغوا واري هن ڪيس مان ضمانت منظور ٿيڻ بعد اسان سمجهيو پئي ته هيءُ معاملو هاڻ عدالت ذريعي حل ٿيڻو آهي ۽ آئون ضمانت جي ڪوشش ۾ لڳي ويس. اسين ٿاڻي تي به وياسين، پر اديءَ سان اسان جي ملاقات نه ڪرائي وئي ۽ انتقام جي حد ان حد تائين وڌي وئي هئي جو اديءَ کي گلستان جوهر ڪراچي ٿاڻي تي 6 سال اڳ هڪ چوري واري ڪيس ۾ ملوث ڄاڻائي آزاد ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو. ان

قسم جي پوليس ڪارروائي واري خبر رپورٽ ٿيندي ئي سڄيءَ سنڌ ۾ احتجاجي مظاهرا شروع ٿي ويا، ڌرڻا لڳا، آئون لاهور ۾ ڪامريڊ جام ساقي، حيدرآباد ۾ بختاور ۽ ڪراچي ۾ ايڇ آر سي پي جي دوستن سان رابطن ۾ رهيس ۽ اسان سڄيءَ سنڌ کي هن تڪليف واري گهڙيءَ ۾ احتجاج ڪرڻ واري اپيل ڪئي. ضمانت لاءِ مون کي 50 هزار روپيا گهربل هئا، صبح جو نند مان اٿيس ته قومپرست اڳواڻ امير ڀنيري جي فون آئي ۽ چيائين ته ڀائو اسين سڀ دوست اوهان سان گڏ آهيون، منهنجي لاءِ ڪم يا مدد درڪار هجي ته ٻڌائجو، مون ڪيس ضمانت لاءِ 50 هزار روپين جي بندوبست ڪرڻ لاءِ چيو، جنهن دير ئي نه ڪئي ۽ 50 هزار جا بانڊ ڪٽي پهتو، جيڪي جمع ڪرائي اديءَ جي ضمانت ڪرائي سين، پر گلستان جوهر ٿاڻي تي چوري جي ڪيس ۾ گرفتار هجڻ ڪري ادي آزاد نه ٿي سگهي. 13هين جون 2005 تي ٻيهر سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ٻڌڻي ٿي، هن ٻڌڻي ۾ جسٽس مجيب الله ۽ جسٽس مقبول باقر جي ڊويزنل بينچ سنڌ حڪومت کي واضح هدايت ڪئي ته ڪامريڊ جام ساقي يا سندس گهرواريءَ کي اهڙي ڪنهن به ڪيس ۾ گرفتار نه ڪيو وڃي، جنهن ۾ هو نامزد نه هجن، جي نامزد هجن ته به ايف آءِ آر هڪ سال کان وڌيڪ پراڻي نه هجي ۽ حڪومت سندن گرفتاري کان اڳ لازمي طور عدالت کان اجازت وٺندي، عدالت جي اهڙي فيصلي اچڻ کان پوءِ ادي اختر جي آزادي ممڪن بڻجي سگهي. ڪامريڊ رمضان، آئون، سجاد ۽ ايڇ آر سي پي ڪراچي جا دوست ٿاڻي تي پهتاسين، ادي جڏهن آزاد ٿي ته سندس چهري تي فتح واري مُرڪ هئي. اسان سمورن دوستن جا ٿورا مڃيا ۽ ڪراچي مان ادي ۽ آئون ڪوچ تي چڙهي حيدرآباد پهتاسين. هوءَ جڏهن گهر پارڙن سان ملي ته سڄو گهر ٽهڪي اٿيو، ڪامريڊ جام به ڪجهه ڏينهن اندر ئي لاهور کان حيدرآباد آيو، ائين اسان هڪ دفعو ٻيهر وڏي همٿ، دوستن جي مدد ۽ سياسي پارٽين جي جدوجهد ۽ ساٿ سان هي ڏکيا ڏينهن به گذاري آياسين.

# اڪبر خان بگٽي ۽ رئوف ساسولي جو ڪنيجي وڃڻ

جنرل پرويز مشرف جي اقتدار واري عرصي ۾ بلوچستان جون حالتون انتهائي ڳنڀير تي چڪيون هيون، ڊيرا بگٽي، اسلام آباد جي طاقت سامهون ٿي بيهي رهيو هو. ڊيرا بگٽي تي ڪڙو چڙهيل هو ۽ بگٽي قبيلي جي ماڻهن بـ هٿيار ڪٽي ورتا هئا، حڪومت ۽ ڊيرا بگٽي وچ ۾ فاصلا وڌندا پئي ويا. هڪ ڏينهن جمهوري وطن پارٽي جي مرڪزي ڊپٽي جنرل سيڪريٽري رئوف خان ساسولي جو فون آيو، ان وقت آئون حيدرآباد پريس ڪلب جو صدر هيس، چيائين اقبال جمهوري وطن پارٽي جو سربراهه اڪبر خان بگٽي حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ٽيليفون ذريعي پريس ڪانفرنس ڪرڻ جو خواهشمند آهي. مون رئوف خان کي چيو اوهان اڪبر خان بگٽي کي اطلاع ڪيو آئون پريس ڪانفرنس جو بندوبست ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ان وقت اڪبر خان بگٽي جي ڊيرا بگٽي کان ٻاهر جي چرپر تي بندش هئي ۽ صورتحال اهڙي هئي جو حڪومت ۽ هن بلوچ سردار وچ ۾ ڳالهين جا در بند ٿيندي نظر پئي آيا، پرويز مشرف جي ٻولي ۽ لهجو انتهائي سخت هو. بگٽي ڳالهين لاءِ 15 نقاطي ايجنڊا ڏني هئي، جنهن تي ڪا بہ پيش رفت نـ پئي ٿي. رئوف خان ساسولي سان ذاتي

نيازمندي سان گڏ اسان حيدرآباد پريس ڪلب جو فورم ان ڪري بہ سردار اڪبر خان بگٽي کي ڏنو پئي تہ جيئن سندس نقطہ نظر پاڪستان جي عوام ۽ سياسي پارٽين آڏو اچي سگهي. اڪبر خان بگٽيءَ جي فون اچڻ کان اڳ مون سندس آڏرياءُ ڪيو ۽ چيو بگٽي صاحب سنڌ انساني ۽ جمهوري قدرن جي پاسدار رهي آهي، اسين اوهان کي ڀليڪار چئون ٿا. ”اڪبر خان بگٽي پنهنجو تفصيلي مؤقف رکيو ۽ ساحل (سمنڊ) وسائل (وسيلن) تي بلوچن جي مالڪيءَ هجڻ واري ڳالهہ ڪئي.“

پريس ڪانفرنس ختم ٿي رئوف خان ملتان، لاهور ۽ اسلام آباد روانو ٿي ويو هو، اسان جو هي يار اڪبر خان بگٽيءَ جو اعتماد جوڳو ساٿي هو ۽ اڪبر خان بگٽي جي حق ۾ راءِ عامہ ناهڻ لاءِ سڄي پاڪستان ۾ پيو ڊوڙندو هو.

رئوف خان ڳالهين جي حق ۾ هو، هو ڪجهہ ڏينهن ترسي وري حيدرآباد آيو. رئوف خان چيو ”اقبال ڪامريڊ جام ساقي حڪومت تي دباءُ وجهي، اڪبر خان بگٽي ۽ ٻين بلوچ اڳواڻن کي ڳالهين جي ميز تي آڻي سگهي ٿو، اوهان جام ساقي سان ملاقات ڪرايو“، مون ڪامريڊ کي اچڻ جو اطلاع ڏنو، اسان گهر پهتاسين، رئوف خان جام سان مخاطب ٿيندي چيو ”ڪامريڊ اڪبر خان بگٽي ڳالهيون ڪرڻ گهري ٿو، پر پرويز مشرف هٺ سان حالتون خراب ڪري بلوچن کي بغاوت واري رستي ڌانهن ڌڪي رهيو آهي.“ اسين ساحل ۽ وسائل جي ڳالهہ ڪري رهيا آهيون ۽ سيڪريٽري آئل ۽ گيس عبدالله يوسف معاملا خراب ڪري رهيو آهي. ٻڌو اٿم تہ هو پرويز مشرف جو ويجهو ماڻهو آهي. اسان ڳالهين جي حق ۾ آهيون ۽ ڪي ڌريون هٺ سان حالتون خراب ڪري رهيون آهن، جيئن تہ اوهان جا سمورن بلوچ اڳواڻن سان قرب ڀريا واسطا آهن ۽ هو سڀ اوهان جي دل سان عزت ڪندا آهن، تنهن ڪري اوهان پنهنجو ڪردار ادا ڪيو، جام ساقي انتهائي سنجيدگيءَ سان رئوف خان جي ڳالهہ ٻڌي ۽ هي چيو تہ سنڌ ۽ بلوچستان کان سواءِ وفاق جو هجڻ ممڪن ناهي،

منهنجي نظر ۾ بلوچ غدار ناهن، حڪومت ڪي تشدد ۽ سختي وارو رستو اختيار ڪرڻ ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي. آئون نواب اڪبر خان بگٽي سميت سمورن بلوچ اڳواڻن سان ڳالهين جي حق ۾ آهيان ۽ پنهنجو ڪردار به ادا ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ملاقات ڪان پوءِ ڪامريڊ جام ساقي پنهنجو بيان به جاري ڪيو، جنهن ۾ هن بلوچن سان ڳالهين واري ميز تي اچڻ وارو نقطہ نظر رکيو. جام ساقي جي گهران نڪتاسين تہ رئوف خان، عوامي تحريڪ جي سربراهہ رسول بخش پليجي سان ملاقات جي خواهش ڏسي، اسان حيدرآباد ۾ پرنس ٿائون تي بنا اطلاع جي پليجي هائوس تي پهتاسين. عوامي تحريڪ جي دوستن محترم رسول بخش پليجو کي منهنجي ۽ رئوف خان جي اچڻ وارو اطلاع ڪيو. اطلاع ملندي ئي رسول بخش پليجو مک دروازي تي پاڻ وٺڻ لاءِ پهتو. هن هٿ ملائيندي هميشہ وانگر چيو تہ ڪامريڊ اسٽالن ڪي جئہ هو "اندر ڪمري ۾ ويناسين رئوف خان پيرائتا حال ڏنا، رسول بخش پليجي جو ردعمل هو" حڪمران تاريخ مان ڪڏهن نہ سکندا، سنڌ پرامن نظرياتي، قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ذريعي حڪمرانن سان مزاحمت ڪندي رهي آهي، اسان هن ڏکئي وقت ۾ بلوچن سان گڏ آهيون، اسين ڪڏهن بہ پوئتي نہ هٽيا آهيون، اوهان جي اچڻ بابت پارٽي جي دوستن سان مشورو ڪيون ٿا ۽ اسين بلوچن کي هن ويڙهہ ۾ اڪيلو نہ ڇڏينداسين، ڊيرا بگٽي کي هنن (حڪمرانن) جنگ جو ميدان بڻائي ڇڏيو آهي، سنڌياڻي تحريڪ جي 5 سئو سنڌياڻين جو جٿو ڊيرا بگٽي هلڻ لاءِ تيار آهي. رئوف خان اتان ئي فون تي رسول بخش پليجي جي اڪبر خان بگٽي سان ڳالهہ ٻولهہ بہ ڪرائي، رئوف خان، رسول بخش پليجي جا ٿورا مڃيا ۽ اهڙو بيان پريس ۾ جاري ٿيو ۽ ڇپيو.

پنجاب جي ترقي پسند سياستدانن، ليکڪن، انساني حقن لاءِ ڪم ڪندڙ اڳواڻن رضا رباني، مشاهد حسين، سيد اياز امير، عاصمہ جهانگير، بگٽي ۽ بلوچن جي حق ۾ ۽ ڳالهين جا بند ٿيل در کولڻ لاءِ ڪوششون وٺندا رهيا. پنجاب ۾ مظاهرا ٿيا ۽ ترقي

پسند ليڪڪن ۽ انساني حقن لاءِ ڪم ڪندڙ اڳواڻن بلوچستان جا دورا ڪيا ۽ هو بلوچن جي پاسي ٿي بيٺا. احتجاج ۽ اپيلون ٿيون، پر ڳالهين واري ٽيبل خالي ئي رهي. رسول بخش پليجي جي اڳواڻيءَ ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ مظاهرا ٿيا، ان وقت بلوچستان بريو پئي، نواب اڪبر خان بگٽي پنجاب جي دانشورن جي آجيان ڪئي ۽ چيائين، آسان ڳالهين جي ٽيبل تي اچڻ لاءِ تيار آهيون، پر ڳالهيون نتيجا ڏيندڙ هجن.

رئوف خان ويڙهه بجاءِ سياسي راهه ورتي هئي، هو حيدرآباد آيو ۽ ٻڌايائين ته ترقي پسند ۽ سياسي نظرياتي ڌرين ۽ فردن بجاءِ پرويز مشرف، ايم ڪيو ايم ذريعي سردار اڪبر خان بگٽي سان ڳالهيون ڪرڻ پئي گهريون. رئوف خان ٻڌايو "متحده قومي موومينٽ جي وفد ڊيرا بگٽي اچڻ پئي چاهيو، مون کين هي نياپو ڏياري موڪليو ته هن وقت اسان اوهان جي سٺي ميزباني نه ڪري سگهنداسين، اوهان نه اچو ته بهتر آهي." ان ڏينهن رئوف خان ڏاڍو پريشان هو، ٻڌايائين پئي ته باوجود ڪوشش جي ڳالهين بجاءِ حالتون خراب پيون ٿين، سنڌ جي خوش قسمتي آهي ته ان ڪي پنهنجي ميڊيا آهي. آئون مسلسل سفر ۾ آهيان، تنهن ڪري مون سردار اڪبر بگٽي کي ٻڌايو آهي ته اقبال ملاح سميت منهنجا ڪجهه دوست اوهان کان فون ذريعي صورتحال معلوم ڪندا، اوهان هاڻ سڌيءَ طرح سردار اڪبر خان سان فون تي رابطو ڪري سندس نقطه نظر ۽ موقف وٺندا رهجو، مون جڏهن به فون ڪري اڪبر خان بگٽي کان موقف ورتو هن کُلي ڳالهايو ۽ مون عوامي آواز ۾ جيئن جو تيئن ڇپيو، مون جڏهن کيس آخري دفعو فون ڪيو هو ته هن چيو هو هاڻ گهٽو ٿيو، هاڻ هنن سان ويڙهه جي ميدان تي ئي فيصلو ٿيندو، پرويز مشرف حڪومت ڳالهين جا در بند ڪري ڇڏيا. اڪبر بگٽي موت کان نه پئي ڊنو ۽ هو پنهنجن مزاحمتي ساٿين سان گڏ ڪوهلو جي پهاڙن تي چڙهي ويو، جنهن کان پوءِ انٽرنيشنل ۽ نيشنل ميڊيا ۾ تصويرون ڇپيون، آڪسفورڊ جو پڙهيل اهو سردار جنهن وفاق ۾

وزارت ۽ بلوچستان ۾ گورنر وارا عهدا وٺي بلوچ ناراض ڪيا هئا، اڄ هو باغي هو ۽ هٿيار سندس هٿ ۾ هئا.
نواب اڪبر خان بگٽي ۽ بگٽي قبيلي ۽ ان جي ويجهن ساٿين خلاف آپريشن شروع ٿي ويو. هڪ ڏينهن رئوف خان جي ڪار ڪراچي جي ويران رستن تي نظر آئي ۽ هو گم ٿي ويو، اهڙو اطلاع اسان کي فون تي رئوف خان جي پٽ تيمور خان ڏنو ۽ ٻڌايائين ته بابا جي گاڏي لاوارث حالت ۾ ملي آهي. بابا جي ڪا به خبر نه ٿي پوي، هو ڪٿي ۽ ڪنهن وٽ آهي. رئوف خان جي گم ٿيڻ کان پوءِ سترت ئي ڪوهلو جي جابلو سلسلن تي ٿيل حملي ۾ نواب اڪبر خان بگٽي پنهنجي ساٿين سميت مارجي ويو ۽ امن بجاءِ بلوچستان جون حالتون ويتر خراب ٿي ويون، جمهوري وطن پارٽي جي سربراهه اڪبر خان بگٽي کي بلوچن ”شهيدِ بلوچستان“ وارو لقب ڏنو، بلوچستان ۾ هڙتال ٿي وئي بلوچستان ٻري اٿيو، پارٽي قيادت روپوش هجڻ ۽ ڊيرا بگٽي تي اهلڪارن جي مڪمل ڪنٽرول هيٺ اچڻ بعد رئوف خان ۽ ان جهڙن بلوچ سياسي ڪارڪنن جي ڪا به واهر نه پئي ٿي. لالا رحمان، مهيش ڪمار ۽ مون ڪراچي وڃي رئوف خان بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ڪيس ظاهر ڪرڻ لاءِ وڪيل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سياسي ۽ نظرياتي طور رئوف خان سان اسان جي ڪا به وابستگي نه هئي، هن مٿان ڏکيو وقت آيو هو، رئوف سان ياري ڪري اسان تيمور خان کي آٿت ڏني ۽ يار رئوف جي قانوني مدد لاءِ نڪري پياسين. اسان پاڪستان جي معتبر ۽ سٺي ساک رکندڙ وڪيل سيد رشيد احمد رضوي جي آفيس وياسين، ٽن ڏينهن ۾ بيريسٽر ضمير گهمرو، سيد رشيد احمد رضويءَ سان گڏ پريڪٽس ڪندو هو، ضمير گهمرو اسان جو پراڻو ساٿي هو، هو ساٿي ٻارڙا سنگت ۾ رهي چڪو هو، هن اسان کي لک عزتون ڏنيون، ڪچهري ٿي، رشيد احمد رضوي سان به ملاقات ٿي، اسان ڪيس رئوف خان سان ذاتي ياري ۽ سندس خاندان جي پريشانين ۽ رئوف خان جي لاپتا هجڻ وارا سمورا سماچار ڏنا. رشيد رضوي کي ٻئي ڏينهن اسلام آباد

وڃڻو هو، پنهنجن مصروفيتن ڪري هن رئوف جي درخواست داخل ڪرڻ کان معذرت ڪئي. رئوف خان جو پاءُ بہ اسان سان گڏ هو ۽ هن بہ پنهنجي پاءُ جي ظاهر ٿيڻ لاءِ جتن پئي ڪيا، اسان سڀ مسڪين، پئسو بہ نہ ۽ اڳيان تيمور خان جو درد ڏسي هيانءُ پيو ڇڄندو هو، سنگت ۾ وينني نيٺ هڪ نالو ذهن ۾ آيو، سوچيوسين ڇو نہ ايڊووڪيٽ ادي نور ناز آغاز سان ملجي، ادي نور سنڌ جي اها هڪ بهادر نياڻي آهي، جنهن پاڪستان ۾ انساني حقن لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي آهي، هو جڏهن حيدرآباد ۾ هئي تہ اسان گڏجي انساني حقن واري تنظيم لاءِ سرگرميون ڪندا هئاسين. هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي مظاهرن، ريلين ۽ سيمينارن ۾ اسين فڪري ۽ نظرياتي طرح سنڌ جي ماڻهن جا مددگار رهياسين. پراڻي واسطي ڪري هجت سمجهي اسان وڃي ادي نورناز جي آفيس پهتاهئاسين، اسان سان سليم بلوچ ۽ سعيد بروهي بہ گڏ هئا. ادي نور ناز سان اسان جي هيءَ ملاقات ورهين کان پوءِ ٿي رهي هئي، ادي اسان کي ڏٺو تہ صفا روح تازو ٿي ويس، پهريائين چانهہ جو چيائين، حيدرآباد جا حال احوال ورتائين ۽ پوءِ آفيس ۾ اچڻ جو سبب پڇيائين، ڪجهہ گهڙيون سوچڻ بعد چيائين نيڪ آهي، ادا آئون هي ڪيس پنهنجي هٿن ۾ کڻان ٿي، سليم بلوچ ۽ سعيد بروهي، شاهد ٿيا. اسان جڏهن ڪيس ڇيو ادي في ڪيتري ٿيندي ادي نورناز جو جواب هو پيڻ پنهنجي ڀائرن کان في وٺندي؟ هن في نہ ورتي ۽ سڄو ڪيس مفت ۾ وڙهڻ جو ڇَئي ڪلي موڪلايو، ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ سليم بلوچ ۽ سعيد بروهي بہ گم ٿي ويا.

ڏينهن گذرندا ويا، هڪ ڏينهن هلچل اخبار جي آفيس ۾ وينا هئاسين تہ سکر مان هڪ تصوير آئي، ڏسون تہ ڇڻ صفا رئوف خان هڪ اڻڄاتل لاش سکر اسپتال پهتو، جسم تي تشدد ۽ ڪا بہ سڃاڻپ نہ هئي لاوارث لاش ڪٿي رئوف خان جو تہ ناهي.؟

سوال ۽ ڏک، اسان سکر ۾ صحافي دوستن لالا اسد ۽ جاويد ميمڻ کي فون تي اطلاع ڪيو ۽ کين اسپتال وڃي سڃاڻپ لاءِ

چيوسين، تعمور خان پالڪپٽي واري عمر ۾ هو، اسان ڪيس پڌايو، هڪ تصوير آئي آهي...چچريل لاش.... سندس جواب هو اوهان تصديق ڪيو تہ جيئن بلوچ رسمن ۽ روايتن موجب اسين تياري ڪيون. ڏينهن گذرندا ويا ۽ ڳڻتي بہ وڌندي وئي نيٺ 14 مهينا ست ڏينهن گذرڻ بعد رئوف خان کي ڇڏيو ويو، هو ڪراچي پهتو ۽ اسان کي واپس اچڻ جو اطلاع ڪيائين. گورو چٽو ۽ ڳٽن جي لالاڻ وارو اسان جو هي يار صفا ڏٻرو ٿي موٽيو، اسان تہ ڪيس سڃاتو ئي نہ پئي. هو ڪيترائي ڏينهن آرام ڪندو رهيو، گهر کان ئي نہ پئي نڪتو، جڏهن ڪجهہ هلڻ، ڦرڻ ۽ ڳالهائڻ جهڙو ٿيو تہ حيدرآباد جي سنگت سان ملڻ آيو. صحافين جي سوال تي هن پنهنجي لاپتا هجڻ بابت هي دلچسپ جواب ڏنو، ”مون کي کڻڻ وارن لاءِ رڳو هي چوندس تہ هو جي ڏاڍيل هجن ها تہ پُنگ گهرن ها، پوليس هجي ها تہ ڪيس داخل ڪري ها.“

رئوف خان جيئن ئي آزاد ٿيو تہ ڪجهہ مهينا ترسي سکر جي سنگت سان گڏ پنو عاقل ويجهو ڪچي ۾ وڏي صوفياڻي محفل مچائي سين، سرنهن جي ڦولار ۽ ڪٽڪ واري ساوڪ ڍڪيل سنڌ ڌرتي تي سڄي رات، مرشد لطيف، سچل سائين جي شاعري ۽ فقيراڻو رقص هليو. سنڌ جي محبت ڏسي رئوف خان جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا هئا ۽ هن دعوت سندس روحاني ۽ ذهني پيڙا ۽ درد کي ختم ڪرڻ لاءِ مرهم وارو ڪم ڪيو هو. رئوف خان سان ياري ڏينهون ڏينهن وڃي پختي ٿيندي، هي يادون پئي لکيم رئوف خان پڇڻ تي ٻڌايو تہ سليم بلوچ ۽ سعيد بروهي بہ ظاهر ٿيڻ کان پوءِ مون وانگر نہ جيئرن ۾ نہ ئي مئلن ۾ آهن، رئوف خان هاڻ عملي سياست کان بنهہ پاسائتو ٿي ذاتي زندگي گذاري رهيو آهي.

رئوف خان جي جڏهن صحت بهتر ٿي ۽ هو سفر جهڙو ٿيو تہ اسان باءِ روڊ سفر ڪندا گهمڻ لاءِ ڪوئيٽا پهتا هئاسين. ست ڏينهن ترسڻ کان پوءِ اسان وسندڙ مينهن ۾ ڪوئيٽا ويجهو نواب اڪبر خان بگٽيءَ جي فرزند جميل اڪبر بگٽيءَ جي گهر ويا

هئاسين، برسات بس ٿي هئي ۽ هلڪي بونداباندي پئي ٿي. گلن ۽ باغ وچ ۾ نهيل هن خوبصورت گهر اندر گلابن کي ڏسي مون چيو هو ”گلابن ۾ ڦڪي گلاب وارا گل ڏاڍا وڻندڙ آهن ۽ ٻين رنگن کان گهڻا ٻه آهن.“ جميل خان ٻگٽي هلڪي مسڪراهٽ سان هي جواب ڏنو هو. ”جڏهن آئون جوان هيس ته ڳاڙهي رنگ جو گلاب وڏيڪ وڻندو هو، جڏهن اڌڙوٽ عمر ۾ آيس ته اڇي گلاب وارو رنگ من کي موهيندو رهيو هو ۽ عمر جي هن حصي ۾ آئون ڦڪي گلاب جي گل واري رنگ کي وڏيڪ پسند ڪيان ٿو.“ جميل ٻگٽي انهن ٽن سٽن ۾ پنهنجي سموري زندگي جو عڪس چٽيو هو.

# مشرف جي ايمرجنسي ۾ اسان جون گرفتاريون

پرويز مشرف بہ ضياءَ الحق وانگر اقتدار ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ هن 3 نومبر 2007ع تي ملڪ مٿان ايمرجنسيءَ جي نالي تي مارشل لا هڻي ڇڏي، آئين معطل ڪيو ويو، نون حڪمن تحت اظهار راءِ جي آزادي تي بندش لڳائي وئي، ٽي وي چينل بند ڪيا ويا، شفاف چونڊن ۽ جمهوريت جي مڪمل بحاليءَ بجاءِ ملڪ هڪ دفعو ٻيهر اونداهي دؤر ڏانهن هليو ويو، محترمہ بينظير ڀٽو مشرف جي ايمرجنسي جو اعلان ٿيندي ئي ڇهن ڪلاڪن اندر دبئي کان واپس پاڪستان اچي وئي ۽ هن مشرف جي ايمرجنسي خلاف سياسي پارٽين کي منظم ٿيڻ وارو سڏ ڏنو.

جنرل پرويز مشرف جي ايمرجنسي خلاف سياسي ڪارڪن، صحافي، وڪيل ۽ سول سوسائٽي رستن تي نڪري آئي، اسانجو حيدرآباد ۾ اجلاس ٿيو، جنهن ۾ اسان طئہ ڪيو تہ پاڪستان جي صحافتي تاريخ شاهد آهي تہ جڏهن بہ ملڪ مٿان مارشل لا لڳي آهي، صحافين، اظهار راءِ جي آزادي ۽ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ قربانيون ڏنيون آهن، ڪوڙا کاڌا آهن، اسان هن مشرف جي مارشل لا جا بہ انڪاري آهيون، اسان نہ ٿا مڃون، مشرف جي ايمرجنسي کي وري اسان حبيب جالب جو اهو ساڳيو نظم ٻيهر پڙهيو تہ ”هم نهين مانتي تيري دستور ڪو صبح بي نور ڪو“

اسان سڀني سنڌ ۾، صحافين کي مشرف جي ايمرجنسي خلاف احتجاجي تحريڪ هلائڻ جو سڏ ڏنو. پاڪستان جا وڪيل بہ صحافين ۽ سول سوسائٽي سان گڏ هئا، ڇاڪاڻ تہ پرويز مشرف جنهن وقت آئين معطل پئي ڪيو، پنهنجي تقرير ۾ هي چيو هو تہ "سپريم ڪورٽ حڪومتي نظام مفلوج بڻائي ڇڏيو هو، مون کي منهنجي وزيرن چيو تہ هاڻ اسان لاءِ ملڪ هلائڻ ڏکيو ٿي پيو آهي، هيءَ ايمرجنسي ملڪ کي پٽڙي تي آڻڻ لاءِ هنئي وئي آهي" چيف جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ کي گهر ۾ نظربند ڪيو ويو هو. سنڌ ۽ سرحد جي چيف جسٽس سميت 56 جج معطل ٿيل هئا. افتخار محمد چوري ميڊيا سان ڳالهائيندي جنرل پرويز مشرف جي حڪمن کي ٺڏي ڇڏيو هو، افتخار محمد جو چوڻ هو تہ هو اڄ بہ چيف جسٽس آهي، صدر جي اهليت واري ڪيس جي بدڻي ضرور ٿيندي. سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽ جي ججن کي پي سي او تحت قسم نہ کڻايو ويجي، پر تنهن هوندي بہ جسٽس عبدالحميد ڊوگر سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس طور قسم کڻي ورتو ۽ نون حڪمن تحت اها ڳالهہ واضح طور چئي وئي تہ ڪا بہ عدالت صدر ۽ وزيراعظم سميت ڪنهن بہ بااختيار خلاف ڪو حڪم نامو جاري ڪري نہ سگهندي. پاڪستان جي ان وقت حالت اها هئي جو هن ملڪ ۾ دهشتگردي جي خطرناڪ لهر آيل هئي، محترمہ بينظير ڀٽو سياسي پارٽين کي هڪ پيج تي آڻڻ پئي گهريو، پر مشرف اقتدار خاطر ايمرجنسي هٽي ملڪ جا سياسي ۽ عدالتي بنياد ئي لوڏي ڇڏيا هئا.

اسان کي وري 83 ۽ 86 واري اها تحريڪ ياد پئي آئي، جڏهن عوام هڪ آمر ضياءُ الحق جي ٽئنڪن سامهون ٿي بيهي رهيو هو. پرويز مشرف پاڻ کي طاقتور پئي سمجهيو، پر هن نہ ٿي ڄاتو تہ هو عوام کان وڌيڪ طاقتور ناهي. ايمرجنسي جي مڃڻ کان انڪار تي سڄي پاڪستان ۾ سياسي پارٽين جي اڳواڻن، ڪارڪنن، صحافين، دانشورن، وڪيلن خلاف ڪريڪ ڊائون شروع ٿي ويو، اعتزاز احسن، عمران خان، اقبال حيدر، قاضي

حسين احمد، رشيد رضوي، آءِ اي رحمان سميت سوين سياسي
ڪارڪن ۽ دانشور گرفتار ٿيا، قادر مگسي جي گهر تي ڪڙو -
چاڙهي ڪيس نظربند ڪيو ويو ۽ رسول بخش پليجي ۽ وحيد
قريشيءَ جي گهر تيٰ گرفتاري لاءِ ڇاپا پئي لڳا. مشرف نہ پئي
ڄاتو تہ ذوالفقار علي ڀٽي جي ڀنڪي بينظير ڪي تہ ضياءُ الحق -
جهڙي آمر سان ويڙهہ جو تجربو آهي ۽ هو ملڪ مٿان ايمرجنسي
برقرار رکي نہ سگهندو. بينظير ڀٽو جو سعودي عرب ۾
جلاوطني واري زندگي گذاريندڙ مسلم ليگ (ن) جي سربراهہ
نواز شريف سان فون تي رابطو ٿيو ۽ هن هي بيان بہ ڏنو تہ
جنرل پرويز مشرف جمهوريت جي مڪمل بحاليءَ ۽ منصفاڻين
چونڊن تان ڦري ويو آهي، هاڻ ان سان ڳالهيون نہ ٿينديون. مشرف
جي ايمرجنسي واري عمل ڪانپوءِ پاڪستان جو عوام رستن تي
هو ۽ اظهار راءِ جي آزادي، ميڊيا تي پابندين، آئين جي بحاليءَ ۽
مشرف جي ايمرجنسي خلاف اسان صحافين جي احتجاجي
تحريڪ بہ زورن تي هئي، اسان هر روز احتجاجي مظاهرا ڪندا
هئاسين، زبانن تي زنجيرون هٽي دنيا ڏانهن هي نياپو موڪلندا
هئاسين تہ پاڪستان ۾ اظهار جي آزادي ناهي هاڻ پوليس ڪي
مٿان سختيءَ وارا حڪم آيا، اسان مٿان احتجاجي تحريڪ ختم
ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وڌڻ شروع ٿيو، اسان جي انڪار تي حيدرآباد پريس
ڪلب ٻاهران ڪڙو چاڙهيو ويو، اسان سڀ ساٿي جيل جي تياري
ڪري چڪا هئاسين. اجلاس ڪري لالا رحمان ۽ سنڌ جي ايڊيٽر
جعفر ميمڻ تي اها ذميواري رکي سين تہ مرحليوار صحافي
دوست گرفتاريون ڏيندا ۽ جيل ويندا، تنهن ڪري پويان ساٿين
جي گهرن جي سنڀال، قانوني مدد ۽ جيل ۾ سار سنڀال وارا
فرض هو ٻئي نڀائين ۽ اهڙي ذميواري نڀائيندڙ صحافي دوست
گرفتاريون نہ ڏيندا. سڄي ڪلب تي پوليس جو ڪڙو هو ۽ اسان
کي چيو ويو تہ اوهان پريس ڪلب جي در کان ٻاهر نہ نڪرندا.
پهرين مرحلي ۾ دوستن مون کي ۽ اسان جي سينيئر صحافي
دوست خالد کوکر کي گرفتاريون ڏيڻ لاءِ چيو. اسان جيئن ئي هي

نعرا "جاري آهي جاري رهندي، جنگ اسان جي جاري رهندي، جيسين رات انڌاري رهندي جنگ اسان جي جاري رهندي." هٽي باهر نڪتاسين لاٺي چارج شروع ٿي ويو ۽ اسان کي پوليس موبائل ۾ ويهاري دير تائين شهر جي رستن تي گهمائي ڪينٽ ٿاڻي تي آندو ويو. هنن ٿاڻي تي چيو ته اوهان لکي ڏيو ته هاڻ اوهان ايمرجنسي خلاف ڪو به مظاهرو نه ڪندا. اسان انڪار ڪيو ۽ دوستن سڄي سنڌ جي صحافين کي مظاهرن ڪرڻ ۽ گرفتاريون ڏيڻ وارو سڏ ڏنو. نيٺ مجبور ٿي پوليس ان ئي رات اسان کي آزاد ڪري ڇڏيو، اسان کان اڳ پيپلز پارٽي جا دوست زاهد پرڳڙي وارا گرفتار ٿي ٿاڻي تي پهتل هئا، اسان دوستن جي آزاد ٿيڻ تائين سمورا دوست پريس ڪلب تي ويٺا رهيا. اسان بنا دير اجلاس ڪيو ۽ تحريڪ جاري رکڻ وارو فيصلو برقرار رکيو. سڄي پاڪستان ۾ صحافين مظاهرا ڪري ۽ ڌرڻا هڻي احتجاج جو سلسلو جاري رکيو، مشرف ملڪ جي عوام کي خوف ۾ پئي رکيو ۽ اسان خوف کان مٿانهان ٿي جدوجهد جي ميدان ۾ هئاسين.

20 نومبر تي پاڪستان فيڊرل يونين آف جرنلسٽس سڄي ملڪ ۾ احتجاجي مظاهرن ۽ ڌرڻن جو سڏ ڏنو، اسان جي تحريڪ ته سنڌ ۾ اڳ ۾ ئي جاري هئي ۽ اسان جي احتجاج جو ٻڌي، پوليس آنسوگيس هٽڻ جي تياري سان جيل جي گاڏي سميت حيدرآباد پريس ڪلب پهتي. پوليس اهلڪارن جو انگ 50 کان وڌيڪ هو، چئو طرف پوليس موبائلون بيٺل هيون. اسان جيئن ئي "آ حق اسان جو آزادي، تون ڪيئن نه ڏيندين آزادي" وارا نعرا هڻي نڪتاسين، پوليس لاٺي چارج شروع ڪري ڏني ۽ سخت تشدد ڪري جيل واري وڏي گاڏي ۾ وڌو ويو، اسان جا گاڏيءَ ۾ به ساٿيا ئي نعرا هئا. هن دفعي خالد ڪوکر ۽ مون سان گڏ ڊان اخبار حيدرآباد جو بيورو چيف محمد حسين خان، جيئو چئنل جو سينيئر رپورٽر حامد شيخ، شام جو ايڊيٽر ۽ سينيئر صحافي ڪي ٽي اين جو سينيئر رپورٽر ناز سهتو، هلچل جو ايڊيٽر مهيش

ڪمار، ڄامشورو جو صحافي شريف ابڙو ۽ هڪ متياري جو صحافي، جنهن جو نالو ياد نہ ٿو اچي، گرفتاريون ڏنيون ۽ پوليس جون لٺيون ۽ تشدد برداشت ڪيو هو. اسان ٽاڻي تي پهتاسين تہ ابرار قاضي ۽ ڊاڪٽر نذير شيخ اسان کان اڳ گرفتار ڪري ٿاڻي تي آندا ويا هئا. ڪراچيءَ ۾ بہ صحافين مٿان وحشياڻو تشدد ٿيو ۽ صحافي شميم الرحمان، جاويد چوڌري، صبيح الدين غوثي ۽ ادريس بختيار سميت ارباب چانڊيو، نجيب الدين ۽ موسيٰ ڪليم سميت 200 صحافي گرفتار ڪيا ويا هئا. حيدرآباد جي ڪينٽ پوليس ٿاڻي تي اسان کي نفسياتي ٽارچر پئي ڏنو ۽ هر دوست جو ولديت سميت وڏي آواز ۾ نالو وٺي صحيح لاءِ پئي گهرايو ويو، ڪين خبر ئي نہ هئي تہ ننڍپڻ کان ئي اسان پوليس جي اهڙن نفسياتي حرڪتن کان باخبر هئاسين. اسان اتي ٿاڻي تي ئي هئاسين تہ عوامي تحريڪ جي اڳواڻ اياز لطيف پليجو کي بہ پوليس گرفتار ڪري آندو، اسان ٿاڻي تي نعريبازي ڪئي ۽ جيل وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳاسين. ان وچ ۾ صحافي دوستن ٿاڻي جو گهيراءُ ڪري ورتو، نعريبازي ٿيندي رهي. هو سڀ اسان سان گڏ جيل وڃڻ لاءِ تيار هئا، نيٺ ڊي آءِ جي صورتحال کي سمجهندي ئي ڏرٽو هٽي ٿاڻي ٻاهران وينل دوستن سان رابطي ۾ آيو ۽ اسان کي رات دير سان ڇڏيو ويو. اسان جڏهن گيٽ کان ٻاهر نڪتاسين تہ دوست ان وقت بہ ڏرٽو هٽي وينل هئا. ڪراچي پريس ڪلب جي دوستن کي بہ رات دير سان آزاد ڪيو ويو، ٻئي ڏينهن محترمہ بينظير ڀٽو يڪجهتي طور ڪراچي پريس ڪلب ۾ پ پ جو وفد موڪليو ۽ اسان صحافين جي حق ۾ بيان ڏنو، مشرف جي ايمرجنسي جي مذمت ڪئي.

مشرف تي دٻاءُ وڌندو ويو، پ پ سنڌ ۾ ايمرجنسي خلاف هڙتال جو سڏ ڏنو، سڄي سنڌ بند ٿي وئي، ڪراچي ۾ جنگ جا منظر هئا، پوليس قائم علي شاهہ، نسرين چانڊيو، شير محمد بلوچ، رضا رباني ۽ ٻين کي گرفتار ڪري ورتو. هاڻ محترمہ بينظير ڀٽو ۽ جنرل پرويز مشرف وچ ۾ مفاهمت نہ رهي هئي ۽ هو

مشرف خلاف سياسي مزاحمت واري راهہ اختيار ڪري چڪي هئي، هن واضح طور چيو هو تہ مشرف آرمي چيف جو عهدو ڇڏي سولين صدر ٿئي تہ بہ هوءَ ڪيس قبول نہ ڪندي ۽ هوءَ تہ مشرف جي صدارت ۾ وزيراعظم ٿيڻ لاءِ بہ تيار نہ هئي، مشرف بہ محترمہ بينظير ڀٽو سان سڌي جهيڙي ۾ هليو ويو هو. هن پنهنجي ردعمل ۾ چيو هو تہ "بينظير مفاهمت تحت آئي، ڇڪتاڻ واري پاليسي اختيار ڪرڻ سبب هاڻ محترمہ سان گڏ هلڻ مشڪل آهي." پ پ مشرف خلاف لانگ مارچ شروع ڪري ڇڏيو، هوءَ هر جلسي ۾ مشرف جي ايمرجنسي خلاف ڳالهائيندي رهي.

نيٺ 3 نومبر تي ملڪ مٿان ايمرجنسي جي نالي تي لڳل مارشل لا مشرف 15 ڊسمبر 2007 تي ختم ڪئي، پي سي او واپس ورتو، پر هن پنهنجي بچاءُ ۾ هي بہ اهم ڳالهيون ڪيون. پرويز مشرف 73 جو ترميم ٿيل آئين بحال تہ ڪيو، پر هن ججن جي برطرفين، ايمرجنسي لاڳو ڪرڻ ۽ آئين جي معطلي وارن قدمن کي آئيني تحفظ ڏنو. ايمرجنسي خلاف هي عوامي جدوجهد هڪ مهينو 12 ڏينهن هلي.عوامي جدوجهد، صحافين ۽ سول سوسائٽي جي تحريڪ ۽ گرفتارين جو ئي نتيجو هو جو پاڪستان جي عوام جا بنيادي انساني حق ۽ اظهار جي آزادي واپس ملي سگهيا. اڄا اسان جي عدليہ جي آزادي واري جدوجهد جاري هئي، ڇاڪاڻ تہ ايمرجنسي هٽائڻ باوجود هٽايل جج ۽ وڪيل آزاد نہ ٿيا هئا ۽ اسان وڪيلن سان گڏ احتجاج جاري رکيوسين.

# محترمہ بينظير ڀٽو جو حيدرآباد ۾ اچڻ

محترمہ بينظير ڀٽو 18 آڪٽوبر 2007ع تي پاڪستان واپس ورڻ بعد ايئرپورٽ کان ايندي ڪراچي جي ڪارساز واري هنڌ تي ٿيل ڌماڪي ۾ 149 جيالن جي شهادتن کان پوءِ ڀڄي گهر ويهڻ يا ملڪ ڇڏڻ بجاءِ عوام ۾ موجود رهي. هوءَ ورهين کان پوءِ جلاوطني ختم ڪري 17 ڊسمبر 2007 واري ڏينهن تي حيدرآباد جي اسريٰ يونيورسٽي گرائونڊ تي هڪ دفعو ٻيهر عوام سان مخاطب ٿي رهي هئي، پوليس اهلڪارن جو هڪ وڏو انگ سيڪيورٽي جا انتظام سنڀالي رهيو هو، محترمہ جي جلسي گاهہ ۾ پهچندي ئي وزير اعظم بينظير جا نعريٰ لڳا. سچ تہ انتهائي جذباتي منظر هو، اسان جلسي گاهہ جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي رپورٽنگ پئي ڪئي، اسٽيج تان اعلان ٿيو ”محترمہ بينظير ڀٽو جي خواهش آهي تہ اوهان سڀ اسٽيج جي ويجهو اچو“ عوام ۽ محترمہ جي محبتن جو رنگ ئي نرالو هو، ڇا ڏسون اڪ ڇنيءَ ۾ ڪارڊار تارون اورانگهي ماڻهو اچي اسٽيج سامهون ويٺا. حيدرآباد واري جلسي ۾ محترمہ بينظير ڀٽو عوام سان مخاطب ٿيندي چيو. ”سياسي يتيمن وڏي پئماني تي چونڊن ۾ ڌانڌلين ڪرڻ وارو منصوبو جوڙيو آهي، ڏسون تہ حڪومت اڻ ڌرين چونڊن وارو پنهنجو وعدو پاڙي ٿي يا نہ ؟ مشرف جي چوڌاري موجود ڪجهہ ماڻهو

انتهاپسندن ۽ دهشتگردن جا همدرد آهن. مشرف کي ملڪ اندر وڌندڙ انتهاپسندي دهشتگردي توڙي فوج جي غلط استعمال جو جواب ڏيڻو پوندو. دهشتگرد سوات تائين پهتا آهن، خدا نہ ڪري اسلام آباد پهتا تہ ملڪ ٽٽي پوندو. پيپلز پارٽي فوجي حڪومت ۽ مارشل لائن کي ڪڏهن بہ قبول ناهي ڪيو، اسان جي سياست گولي، خودڪش حملن، خوف، دهشتگردي واري ناهي. اسان پرامن ۽ انسان جي آزادي ۽ عزت النفس تي يقين رکون ٿا.

محترمہ کي اڳوات جڻ پنهنجي شهادت جي سازش جي ڄاڻ هئي، حيدرآباد ۾ هوءَ جذباتي ٿي وئي هئي ۽ چيائين "آئون ظالمن ۽ دهشتگردن کي ٻڌائڻ چاهيان ٿي. هو ڪيترا ڀٽو مارائيندا، هر گهر مان ڀٽو نڪرندو." پوءِ هي نعرو لڳا "هر گهر سي ڀٽو نڪلي گا، تم ڪتني ڀٽو ماروگي، گو مشرف گو، وزيراعظم بينظير."

حيدرآباد واري جلسي جيان هوءَ سنڌ ۾ جتي بہ وئي، سچ تہ هزارين ماڻهن محترمہ بينظير ڀٽو جو استقبال پئي ڪيو.

# ڳڙهي خدا بخش جو درد

هوءَ 27 ڊسمبر 2007ع واري ڏينهن تي سر جو سانگو لاهي هزارين ماڻهن کي خطاب ڪري رهي هئي، راولپنڊي ۾ هڪ دفعو ٻيهر پٽو ۽ ضياءُ الحق جي سوچ هڪ ٻئي سامهون بيٺل هئا، نعرا پٽو، جيئي پٽو جا نعرا هٽي هن چيو جلاوطني ختم ڪري آئون جڏهن ڪراچي پنهنجي وطن وريس ته بم ڌماڪو ڪري هنن مون کي ۽ منهنجي پارٽي قيادت کي مارڻ پئي گهريو، پر سنڌن اها سازش ناڪام ٿي، مارڻ واري ڪان بچائڻ وارو ويجهو آهي. هوءَ نعرا هڻائيندي رهي ۽ ڳالهائيندي رهي، خيبر کان ڪراچي تائين ويلڪم، ويلڪم، بينظير ويلڪم، الوداع، الوداع سياسي يتيم الوداع، ايمرجنسي نه هلي، جمهوريت ۽ اليڪشن کي روڪڻ واريون سڀ سازشون ناڪام ٿيون، هاڻ جنرل مشرف به آرمي چيف ناهي رهيو، سڀ لڪاءَ بدلجي چڪا آهن. عوام هيرو هيرو، سياسي يتيم زيرو زيرو. آئون پنهنجي حيدرآباد واري عوامي آواز جي آفيس ۾ محترمه جو راولپنڊيءَ وارو جلسو ٽي وي تي ڏسي رهيو هيس، محترمه بينظير پٽو اڄ روح سان پئي ڳالهايو، محترمه پنڊي واري جلسي ۾ به بار بار سياسي يتيمن جو ذڪر ڪندي رهي، محترمه هاڻ هي نعرو هنيو، جيئي پٽو سدا جيئي ۽ چوڻ لڳي ته ”سياسي يتيمن چيو هو بينظير ۽ نواز شريف ملڪ

واپس نہ ايندا، پر آئون سياسي يتيمن کي پڌائڻ چاهيان ٿي تہ محترمہ بہ وطن واپس اچي وئي، نواز شريف بہ اچي ويو. اوهان چيو تہ اليڪشن نہ ٿيندي، اليڪشن بہ ٿي رهي آهي، اوهان جا سڀ ڪوڙ پڪڙجي پيا آهن.“ هوءَ جذباتي ٿي وئي ۽ چوڻ لڳي، ”اسان جو ملڪ خطري ۾ آهي، ڌرتي دانهون ڪري اسان کي مدد لاءِ پڪاري رهي آهي، ملڪ جي عزت اسان جي عزت آهي، ان لاءِ اسين سڀ جان بہ ڏئي سگهون ٿا.“ جلسو ختم ٿيو تہ مون محترمہ جي خطاب تي لکڻ لاءِ سوچيو ئي پئي، منهنجي سامهون نوٽ بڪ پيل هو، ٽي وي هلي پئي، امتياز چانڊيو، منهنجي ياءَ نعيم ملاح ۽ وسيم ميراڻي رپورٽرس ڊيسڪ پئي هلائي. آفيس هيٺ روز جيان ٽريفڪ هلندڙ هئي، مون دريءَ مان آفيس کان هيٺ نهاريو، عورتون پنهنجا معصوم ٻار هنجن تي کڻي بازار مان واپس پئي آيون ۽ ويون. گهڙيال جي ڪانٽي 5 جي اکر کي ڇهيو ۽ اڳتي وڌڻ لڳو، اڄ سڄي ملڪ جي صحافين جون نظرون ان راولپنڊي واري شهر ڏانهن هيون، جتي قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاسي ڏني وئي هئي، 1951ع ۾ وزيراعظم لياقت علي خان کي گولي هڻي قتل ڪيو ويو هو، اڄ ان ئي شهر ۾ محترمہ بينظير ڀٽو موت کان متانهون ٿي هڪ سوچ خلاف پهتل هئي. ٽي وي هلندي اوچتو هي بريڪنگ نيوز هلي ”راولپنڊي ۾ ڌماڪو-محترمہ بينظير ڀٽو زخمي“ مون کان رڙ نڪري وئي، ”او منهنجا خدا، هي ڇا ٿي ويو.“ ٻي خبر محترمہ جي شهادت واري هئي. اسان ٻنا دير آفيس بند ڪري جيئن ئي هيٺ لٿاسين محترمہ بينظير ڀٽو سان محبت ڪندڙ ماڻهن کي چرين وانگر رستن تي ڊوڙندي ڏٺوسين. مٿين اگهاڙي عورتن منهن مٿو پئي پٽيو، پيرسن، پوڙهن ٻچڪا لاهي ماتم پئي ڪيو، منٽن اندر سمورو شهر بند ٿي ويو. نوجوانن جي هٿن ۾ پيٽرول جا ڊبا ۽ پسٽل هئا، هر ٻرندڙ شئي کي ٽوڙيو پئي ويو، چند گهڙين اندر سڄو شهر باهہ جي شعلن سان سڙي ٻري اٿيو. ڪي ايف سي، ميڪڊونلس، پوسٽ آفيسن، بئنڪن کي باهيون ڏنيون ويون، جنهن بہ گهٽي ۾

رستي تي ڪا سرڪاري نمبر پليٽ جي گاڏي نظر آئي پئي، ان کي اتي ئي بيهاري باهه ڏني پئي وئي. آئون صدر واري رستي کان تي ڪينٽ وارو رستو ورتي جڏهن پونم پمپ وٽ پهتس ته رستي تي موجود هر.پيٽرول پمپ کي باهه ۾ سڙندو ڏٺم ۽ باهه ته اتي بيٺل گاڏين کي به پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو هو. پوليس ٿاڻا خالي ڇڏي نڪري وئي، قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي اهلڪارن کي به مون ڪٿي موجود نه ڏٺو، ان ڏينهن سنڌ ۾ رياست جي رٽ چٽ هئي ئي ڪانه. هي ردعمل رڳو حيدرآباد شهر ۾ نه هو، سنڌ جي گادي واري هنڌ ڪراچي کان لاڙڪاڻي تائين سڄي سنڌ ائين هئي، حيدرآباد، ڪراچي کان ڪمون شهيد تائين نيشنل هاءِ وي، هوڏانهن ڄامشورو کان جيڪب آباد تائين انڊس هاءِ وي تي ڪو به اهڙو ٽرالر، ٽرڪ يا گاڏي نه هئي، جنهن کي تيلي نه ڏني وئي هجي. سنڌ ۾ ته ٽرينون به جتي هيون اتي بيهي ويون، ريل جون پٽڙيون ٽوڙي اتي پٿر ۽ وڻ ڪٽي رکيا ويا، ريلوي اسٽيشنن کي باهه ڏئي برباد ڪري ماڻهن پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪيو.

محترمه بينظير ڀٽو-بلوچن-سنڌين-پختونن ۽ پنجابين کي وفاق سان گڏ بيهاري هڪ نئون جمهوري پاڪستان ٺاهڻ پئي گهريو، راولپنڊيءَ ۾ ته هي نعرا به لڳا هئا، ”چارون صوبون ڪي زنجير بينظير، بينظير“ پر ضياءُ الحق جي سوچ ۽ بنياد پرستن پنڊيءَ ۾ محترمه کي مارائي شهيد ڪري دراصل لبرل ۽ جمهوري پاڪستان واري سوچ تي وار ڪيو هو ۽ محترمه جي شهادت واري ڏينهن وفاق جي اها زنجير ٽٽي پئي هئي، پاڪستان ۾ ته ڇئن ڏينهن تائين ڪاروبار بند هو، پر سنڌ ته ڄڻ ڄپي باهه تي وئي هئي. آئل فيلڊن کي به باهيون ڏنيون ويون.

اسان کي اهو تجربو به ٿيو ته عوامي ردعمل جا رخ ڪيئن متائبا آهن. هڪ ڏينهن ڇڏي، ٻئي ڏينهن تي اوچتو ڏوهاري نڪري آيا، سنڌ ۾ دڪان ٽٽڻ لڳا ۽ ڦرلٽ، مارا ماري شروع ٿي وئي، جنهن کي جيڪا شئي نظر پئي آئي، کنيو پئي ويو، اتي کان کنڊ تائين، ٻورين جون ٻوريون لٽيون ويون، اهڙو ماحول جڙيو يا جوڙيو

ويو جو نيٺ سنڌ ۾ فوج مقرر ٿي ۽ پرتشدد احتجاجن، ڦرلٽ
ڪندڙن کي ڏسندي ئي گولي هلائڻ وارا آرڊر جاري ٿيا. مون
انهن چئن ڏينهن ۾ سوين زندگيون موت ور چڙهڻ وارا منظر ڏٺا
هئا، اسان ته محترمه جي شهادت کانپوءِ پيپلز پارٽي جي ڪارڪنن
کي به "پاڪستان نه کپي" جا نعريٰ هڻندي ٻڌو. تاريخ جو اهو وڏو
سچ آهي ته محترمه جي شهادت کان پوءِ سنڌين جي ڪاوڙ بنگالين
جهڙي هئي، جڻ اهي چارئي ڏينهن سنڌ بنگال هجي.

# آصف زرداري جو پاڪستان ڪپي وارو نعرو

آءٌ، لالا رحمان، امداد سومرو، مهيش ڪمار ۽ جعفر ميمڻ ٻئي ڏينهن حيدرآباد کان ٻاءِ روڊ نيشنل هاءِ وي تان سفر ڪندا سکر پهتاسين، ڇا ڏسون ته روڊ جي ٻنهي پاسن کان گاڏين کي ٻاهيون آيل هيون ۽ انهن مان دونهان پئي نڪتا، لاهور ۽ اسلام آباد جا صحافي دوست امتياز عالم، منو ڀائي، نجم سيٺي، حامد مير، بابر اياز، عامر محمود ۽ ڪراچي مان ڊاڪٽر جبار خٽڪ جهاز ذريعي سکر پهتا. رات جو اسان کي نئون ديرو هائوس پهچي محترمه جي تعزيت ۽ ٽيجهي ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. سکر پهچڻ کان پوءِ خبر پئي ته ڪامريڊ جام ساقي به سکر آيل آهي، رات جو اسان سڀ سنڌو درياهه جي ڪپ تي ٺهيل هوٽل انٽرپارڪ ان ۾ ترسياسين. رات جو سکر ۾ موجود هجڻ ڪري ڪامريڊ جام ساقي کي به هوٽل تي اچڻ لاءِ چيوسين، سکر واري سنگت لالا اسد پٺاڻ کي اڳ ۾ اچڻ جو اطلاع هو. رات جو ڪچهري ۾ حامد مير کي اچڻ جي ان ڪري تڪليف نه ڏني سين جو هي ڪچهري ٻنهه اسان جي ذاتي ڪچهري هئي، نجم سيٺي سان به ٻئي ڏينهن صبح جو نئون ديرو وڃڻ وقت ملاقات ٿي. هن ڪچهري ۾ پنجاب جي دوستن جو چوڻ هو ته محترمه بينظير ڀٽو هڪ نئون پاڪستان ناهڻ پئي گهريو، هڪ خاص مائينڊ سيٽ محترمه کي

مارائي شهيد ڪرائي سچ تہ پاڪستان جا بنياد ڪمزور ڪري ڇڏيا آهن، سنڌ جون حالتون اهڙيون آهن تہ اڄ جيڪڏهن پيپلز پارٽي سنڌ کي پاڪستان کان ڌار ڪرڻ جو اعلان ڪري تہ سول وار تي سگهي ٿي ۽ پاڪستان جو قائم رهڻ مشڪل ٿي سگهي ٿو، اسان محترمہ بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ جي پاڪستان تي ڳالهائيندا رهياسين، هيءَ ڪچهري رات دير تائين جاري رهي، ٻئي ڏينهن صبح ٿيندي ئي اسان نئون ديرو لاءِ نڪتاسين، ان سڄي سفر ۾ جيالن جا قافلا سڏڪندا روئندا نئون ديرو پئي ويا.

نئون ديرو ۾ هزارن جي تعداد ۾ جيالا پهتل هئا، ذوالفقار علي ڀُٽي ۽ محترمہ بينظير ڀٽو جي اباڻي ڳوٺ نئون ديرو پهچندي ئي پيپلز پارٽي جي دوستن آصف زرداري کي اسان جي اچڻ جو اطلاع ڪيو، اسين سڀ دوست گهر اندر ڪمري ۾ پهتاسين، اسان سامهون تاريخ جو اهو ماڻهو ويٺل هو، جنهن کي محترمہ جي شهادت ڪان پوءِ ڀٽوز جي پارٽيءَ جي قيادت سنڀالڻي هئي ۽ پاڪستان جي سياست جو نئون رخ طع ڪرڻو هو. هو پاڪستان جو سڀ کان وڌيڪ متنازعہ شخص هو، پ پ جي پوئين ٻن حڪومتن جو ڪيس تجربو هو، هو اسٽبلشمينٽ ۾ موجود تضادن ۽ ان جي نفسيات کان بہ واقف هو، دعا گهرڻ ڪان پوءِ 20 منٽن تائين آصف زرداري ۽ اسان جي وچ ۾ ڳالهہ ٻولهہ ٿي، مون کي آصف زرداري جا هي لفظ اڄ بہ ياد آهن تہ ”مون محترمہ کي پاڪستان نہ اچڻ جي صلاح ڏني هئي، پر هوءَ پاڪستان اچڻ جو فيصلو ڪري چڪي هئي ۽ جڏهن محترمہ ڪو فيصلو ڪندي هئي تہ ان تي اٽل رهندي هئي ۽ پنهنجو فيصلو نہ بدلائيندي هئي.“

تعزيت ڪري اسان جڏهن ٻاهر اڱڻ تي پنڊال ۾ آياسين تہ جيالن جو درد ڏنوڪِين پئي ٿيو، جڻ هو اڄ سياسي طرح يتيم ٿيا هجن، هي درد تہ پاڪستان جي عوام جو درد هو، محترمہ بينظير ڀٽو جو آخري ديدار تہ غنويٰ ڀٽو، فاطمہ ڀٽو ۽ ذوالفقار جونيئر بہ پنهنجن ڀينل اکين سان ڪري ويا هئا، پر خاندان وچ ۾ نظرين ۽

سياست جي آيل اوچي ديوار ڪري ڳڏيل درد هوندي به فاطمه ڀٽو، ذوالفقار جونيئر، بلاول ڀٽو زرداري، بختاور ۽ آصفه کان ڏور هئا. ڏک هڪجهڙو، لڙڪ هڪجهڙا، ڳڙهي خدا بخش جو درد هڪ جهڙو پر هو بي رحم سياست جي به واٽي تي بيهي ٽڏو ساهه پري هڪ ٻئي کان ڏار ٿي ٽيڙا هئا. محترمه بينظير ڀٽو جي ٽيجهي کانپوءِ پيپلز پارٽي پارٽي جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ بلاول ڀٽو زرداري کي محترمه بينظير ڀٽو جو سياسي جان نشين ۽ آصف علي زرداري کي پ پ جو شريڪ چيئرمين مقرر ڪيو ويو. اجلاس جي پڄاڻيءَ کان پوءِ ميڊيا سان ڳالهائيندي آصف علي زرداري هي چيو هو ته ”ڪجهه جذباتي ڪارڪن چون ٿا ته پاڪستان نه کپي، پر آئون چوان ٿو ته پاڪستان کپي“

عوام هڪ دفعو ٻيهر جمهوريت مخالف سوچ کي نئون نياپو موڪلي، پ پ کي اليڪشن ۾ سوڀارو ڪري اسيمبلين تائين پهچايو، راولپنڊي ۾ محترمه جي شهادت جو ردعمل هي نڪتو جو چوندن ۾ ضياءُ الحق جي سوچ ۽ رائيٽ ونگ هارايو، جمهوريت جي سوڀ ٿي ۽ پ پ جي وفاق ۾ حڪومت ٺهي، سنڌ ۾ ته پ پ مخالف اليڪشن ئي وڙهي نه سگهيا.

# قاتل ڳوليا نہ لڌا

محترمہ بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ پيپلز پارٽيءَ جي وفاق ۾ حڪومت جڙي، ايوان صدر ۾ آصف علي زرداري ويٺل هو ۽ وزيراعظم بہ پيپلز پارٽي جو هو، حڪومت جي گذارش تي اسڪاٽ لينڊ يارڊ ۽ گڏيل قومن جون رپورٽون بہ آيون، بحث ۽ مباحثا ٿيا، پر هميشہ جيان هن قتل ۾ ملوث اصل هٿ ۽ طاقتون ظاهر نہ ٿيون، محترمہ جا قاتل ڳوليا نہ لڌا ۽ نہ ئي سندن پيرا کنيا ويا ۽ هو بچي ويا، پيپلز پارٽي بہ ”جمهوريت بهترين انتقام آهي.“ وارو نعرو هنيو ۽ ائين پورپ جائي ذوالفقار علي ڀٽو جي نياڻي، مير مرتضيٰ ڀٽو ۽ شاهنواز ڀٽو جي ڀيڻ جي قتل جي ڪيس کي بہ تاريخ پنهنجي ورقن ۾ سانڍي ورتو.

سچ تہ نہ رڳو پاڪستان جو عوام پر تاريخ بہ هن سوال جي جواب جي منتظر آهي تہ آخر محترمہ بينظير ڀٽو جو قاتل ڪير آهي.؟ اهي ٿي ماڻهو جنرل (ر) حميد گل، برگيڊيئر (ر) اعجاز شاهہ، مسلم ليگ (ق) سان واسطو رکندڙ ۽ جنرل (ر) مشرف جو اعتماد جوڳو سياسي اتحادي چوڌري پرويز الاهي، جن کي محترمہ حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي زندگيءَ لاءِ خطرو قرار ڏنو هو يا محترمہ بينظير ڀٽو جي تنقيد هيٺ رهندڙ طالبان جهڙيون ويڙهاڪ تنظيمون، القاعده يا هن قتل پويان پرويز مشرف جو ملوث هجڻ،

جنهن سان هوءَ ملڪ ۾ اچڻ کان پوءِ ملندڙ ڀرپور عوامي موٽ جي نتيجي ۾ سياسي ويڙهاند ۾ هلي وئي هئي يا محترمہ جو اهو محافظ خالد شهنشاهہ جنهن اسٽيج تي اشارا پئي ڪيا يا قبائلي سردار بيت الله محسود، جنهن القاعده جي مدد سان بينظير ڀٽو کي قتل ڪرڻ وارو هيءُ منصوبو جوڙيو هجي يا اهي سياسي يتيم جن بابت محترمہ مسلسل عوام کي باخبر ڪندي رهي هئي يا سينيٽر صفدر عباسي جي چيل هن ڳالهہ تي اعتبار ڪجي تہ محترمہ جو قتل خاص قسم جو انٽيليجنس آپريشن هو. هي يادگيريون لکندي مون ذوالفقار علي ڀٽو، محترمہ بينظير ڀٽو، مير مرتضيٰ ڀٽو ۽ شاهنواز ڀٽو جي تصويرن ڏانهن نهاري هي سوچيو پئي تہ ڇا تاريخ ڳڙهي خدابخش جي شهيدن سان انصاف ڪندي.؟

هر سال محترمہ بينظير ڀٽو جي ورسي جي ٻئي ڏينهن جڏهن پنڊال خالي هوندو آهي، تڏهن آئون ۽ ناصر خٽڪ ڳڙهي خدا بخش ويندا آهيون. شهيدن جي هن قبرستان ۾ محترمہ بينظير ڀٽو، ذوالفقار علي ڀٽو، بيگم نصرت ڀٽو ۽ ٿورڙي مفاصلي تي ٻہ ٻاغي ڀائر شهيد مرتضيٰ ڀٽو ۽ شاهنواز، سنڌ امڙ جي جهوليءَ ۾ آرامي آهن، هي سڀ اهي ڪردار آهن، جن پاڪستان کي مضبوط ڪرڻ پئي گهريو، هو پاڪستان اندر آئين جي بالادستي ۾ يقين رکندڙ هئا، هو نہ علحدگي پسند هئا ۽ نہ ئي ڪميونسٽ، هو تہ محب وطن پاڪستاني ۽ جمهوريت جا حامي هئا ۽ سندن نظر ۾ طاقت جو سرچشمو عوام هو، پر هو ملڪ اندر موجود رائيٽ ونگ ۽ ضياءُ الحق جي سوچ جي خلاف تي بيٺا هئا ۽ بنياد پرستن بہ کين پنهنجي آئيڊيالاجي لاءِ خطرو سمجهيو هو، تنهن ڪري ئي هو ماريا ۽ مارايا ويا هئا.

# ايوان صدر ۾ آصف زرداري سان ملاقات

21 آڪٽوبر 2012ع تي پي سي پورين ۾ سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن جي پنجين ساليانِي ڪانفرنس جي آخري ڏينهن تي ڪانفرنس ۾ آيل صحافين، ليکڪن ۽ ڪالم نگارن کي صدر آصف علي زرداري کي خطاب ڪرڻو هو، هو پي سي هوٽل نه آيو ۽ ڪانفرنس جو آخري سيشن ايوان صدر ۾ ٿي ٿيو. صدر اسان صحافي دوستن کي مانجهاندي جي دعوت ۾ ڏني، اسان پورين ڪان ستت ئي روانو ٿي ايوان صدر پهتاسين. ايوان صدر ۾ داخل ٿيندي اسان جي نظر شهيد محترمه بينظير ڀٽو ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي تصويرن تي پئي، اسٽبلشمينٽ ڀٽوز جي سياست ختم ڪرڻ پئي گهري، پر پاڪستان جو عوام ڀٽوز سان گڏ هو ۽ محترمه جي شهادت ڪان پوءِ وزيراعظم ۽ صدر ٻئين پيپلز پارٽي جا هئا ۽ اڄ انهيءَ ايوان صدر ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو جون تصويرون لڳل هيون، جتي ماضيءَ ۾ ضياءُ الحق ۽ مشرف جا حڪم ۽ جمهوري حڪومتن جي برطرفي وارا فرمان جاري ٿيندا هئا. صدر آصف علي زرداري جيئن ئي هال ۾ پهتو، صحافين اٿي ٻيهي تاڙيون وڄائي سندس آجيان ڪئي، ملڪ جي سوين صحافين مان رڳو سنڌ جو هڪ صحافي بقا محمد پنگوار هو، جنهن جون نظرياتي وابستگيون مير مرتضيٰ

پڻو سان هيون ۽ هو صدر آصف علي زرداري جي آجيان لاءِ نہ اٿيو. آصف علي زرداري جي تقرير جو وڏو حصو انتهاپسنديءَ ۽ دهشتگردي خلاف هو، سندس هي جملا پاڪستان جي سماج ڏانهن چڻ هڪ ميار جيان هئا، ”جڏهن پنجاب جي گورنر سلمان تاثير کي شهيد ڪيو ويو تہ فقط ڪجهہ ماڻهن ڪليل نموني انتهاپسند سوچ جي مذمت ڪئي هئي، اسان کي سلمان تاثير لاءِ وڪيل بہ نہ پئي مليو، جڏهن تہ قاتل جو وڪيل رٽائرڊ جسٽس هو“.

آصف علي زرداري سان ڪنهن بہ فرد يا جماعت کي لک اختلاف ٿي سگهن ٿا، پر سچ تہ ان ڏينهن هن پاڪستان جي مک ڌارا ۾ شامل صحافين کي ان حد تائين متاثر ڪيو جو تقرير جي پڄاڻي کان پوءِ بہ منٽن تائين صحافي اٿي تاڙيون وڄائي ڪيس داد ڏيندا رهيا.

ايوان صدر جي سيڪنڊ فلور تي ٺئي هال ۾ مانجهندي جو بندوبست ٿيل هو. سنڌ جون بہ ليکڪائون امر سنڌو ۽ عرفانہ ملاح پورين ڪانفرنس ۾ موجود هيون، پر ٻنهي مڪاني نظام ۽ سنڌ ۾ پ پ جي خراب حڪمراني ڪري احتجاجن هو ايوان صدر واري تقريب ۾ نہ هليون.

صدر آصف زرداري هر ٽيبل تي وڃي صحافين کي ڀليڪار چئي، اسان جي ٽيبل تي لالا رحمان، اسحاق مگريو، مهيش ڪمار، خالد کوکر، جعفر ميمڻ، امداد سومرو ويٺل هئا. اسان صدر آصف علي زرداري سان مخاطب ٿيندي چيو تہ پيپلز پارٽي، ايم ڪيو ايم جي دٻاءُ ۾ اچي ٻٽو بلدياتي نظام لاڳو ڪيو آهي، سنڌ ان تي سخت ناراض آهي، قومپرستن جي سڏ تي سنڌ ۾ ڦيٿو نہ ڦريو، حقيقت هيءَ اٿو تہ پيپلز پارٽي جا وزير تہ گاڏي تي جهنڊو هڻي سنڌ ۾ هلي ئي نٿا سگهن. اوهان کي سنڌ جي اهڙي ناراضگيءَ جو نوٽيس وٺڻ گهرجي. اسان ان وقت ايوان صدر ۾ ويٺل آصف علي زرداريءَ سان سنڌ جي عوام جي سمورن احساسن ۽ جذبن کي جيئن جو تيئن رکيو هو، صدر ۽ اسان جي

وچ ۾ سنڌ جي حالتن تي گهڻ رخي ڳالهه ٻولهه ٿي، صدر آصف جون چند اهم ڳالهيون آئون هتي لکي رهيو آهيان.
سنڌ ۾ پارٽي قيادت جو بحران آهي، شهيد ڀٽو جي ساٿين مان رڳو قائم علي شاهه بچيو آهي، ان کري بلدياتي نظام بابت مخالفن کي کو جواب ڏيڻ وارو ناهي.
سنڌ ۾ نه کپي نه کپي جي سياست هلي رهي آهي، جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ اسٽيل مل ٺهي ته ان وقت به انهن "نه کپي نه کپي" جا نعرا هنيا، ذوالفقار آباد سنڌ جي مفاد ۾ آهي، پر هو سنڌ جي ترقي نه ٿا چاهين ۽ سنڌن ساڳيو ئي نه کپي وارو نعرو آهي، مان قومپرستن خلاف کارروائي واري ڳالهه جي حق ۾ ناهيان پر انهن کي سياست کرڻ لاءِ اشوز کپن ڳالهين لاءِ وري به مون خورشيد شاهه کي ٽاسڪ ڏنو آهي.
پنجاب جي پيسن تي کم کندڙ قومپرست مکاني نظام تي ڳالهائڻ لاءِ تيار ناهن.
هو اسان سان خيالن جي ڏي وٺ کري رهيو هو ۽ اهو آصف زرداري جو نقطہ نظر هو، اسان آصف علي زرداري جي راءِ سان سهمت نه هئاسين، سنڌ ۾ صورتحال بنهه ٻي هئي.
پيپلز پارٽيءَ خلاف سنڌ ۾ احتجاج ۽ مکاني نظام جي مختصر کهاڻي کجهه هن ريت هئي ته صدر پرويز مشرف جي دؤر ۾ اهڙو مقامي نظام آندو ويو هو جو پوري رٿابندي تحت سنڌ جا اهم شهر کراچي، حيدرآباد ايم کيو ايم حوالي هئا، هو حد کان وڌيک بااختيار ۽ شهرن جا مالک هئا، متحده قومي موومينٽ جي سنڌ حکومت ڇڏڻ واري ڌمکي کان پوءِ پيپلز پارٽي لوکل آرڊيننس 2012 تحت حيدرآباد-سکر-ميرپورخاص ۽ لاڙکاڻي کي ميٽروپوليٽن، کارپوريشن وارو رتبو ڏئي ۽ باقي بچيل ضلعن کي ضلعي کائونسلن وارو درجو ڏنو هو، کراچي ميٽروپوليٽن کارپوريشن واريون حدون پراڻي شهري حکومت واريون هيون.
سڄي سنڌ ان تي تپي اٿي هئي، پيپلز پارٽي جي وزيرن جي گهرن تي توا ٽنگيا ويا هئا ۽ سمورين قومپرست جماعتن ۽

مسلم ليگ (ف) جي سڏ تي هڙتال ٿي هئي. هڙتال واري ڏينهن ته
ڦيٽو ئي نه ڦريو هو. ائين ناهي ته سنڌ جي ماڻهن ۾ ڪرنٽ ناهي.
آصف علي زرداري جن قومپرستن کي ترقي جو مخالف ۽ نه ڪپي
نه ڪپي وارا نعريٰ هڻندڙ چيو هو پر سچ ته انهن ئي قومپرستن
جي سوڀ ٿي هئي ۽ عوام جي احتجاج، هڙتال ڌرڻن نيٺ پ پ
کي ٻٽي نظام وارو آرڊيننس واپس وٺڻ تي مجبور ڪيو هو.

# نواز شريف ترقي پسند هائوس
# کان پنجاب هائوس تائين

هو ٻه دفعا وزيراعظم ٿيڻ کان پوءِ اسٽبلشمينٽ جي هڪ حصي سان وڏو جهيڙو نيائي ٻيهر پاڪستان واپس ٿيو هو ۽ اڄ هو حيدرآباد ۾ سنڌ جي قومپرست جماعت سنڌ ترقي پسند پارٽي جي مرڪزي آفيس ترقي هائوس جي ان اسٽيج تي ويٺل هو، جتي هن کان اڳ پختون ۽ بلوچ اڳواڻ ويهندا رهيا آهن. نواز شريف جي ترقي پسند هائوس تي اچڻ واري پروگرام طع ٿيندي ئي، ڊاڪٽر قادر مگسي اسان دوستن کي ترقي پسند هائوس تي اچڻ واري دعوت ڏني. نواز شريف لنڊن ۾ جڏهن آل پارٽيز ڪانفرنس سڏائي هئي، سنڌ ترقي پسند پارٽي جو سربراهہ ڊاڪٽر قادر مگسي ٻه ان اجلاس ۾ شرڪت لاءِ لنڊن ويو هو. محترمہ بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جي وطن واپس اچڻ کان پوءِ نواز شريف سنڌ جو دورو ڪيو هو ۽ نواز شريف ۽ ڊاڪٽر قادر مگسي وچ ۾ رابطن کان پوءِ ايس ٽي پي، نواز شريف کي مانجهندي جي دعوت ڏني هئي. نواز شريف کي ڏنل هن آجياڻي ۾ سنڌ ترقي پسند پارٽي جي اڳواڻ ۽ سنڌ زرعي يونيورسٽي جي' اڳوڻي وائيس چانسلر ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ پنهنجي خطاب ۾ سنڌ جي قومي ايجنڊا رکي. پاڪستان ۾ شامل قومي وحدتن ۽ انهن جي

قومي حقن بابت تفصيل سان ڳالهايو. ترقي پسند پارٽي نواز شريف سامهون هڪ اهم ڳالهه هي به رکي ته پاڪستان کي عوامي جمهوري پاڪستان وارو نئون نالو ڏنو وڃي. ايس ٽي پي جي ان موقف سنڌ جي لبرل ۽ سيڪيولر ماڻهن جي نمائندگي پئي ڪئي. ڊاڪٽر قادر مگسي به نواز شريف آڏو ڳالهيون چٽيون ۽ سڌيون رکيو. هن نواز شريف کي مخاطب ٿيندي چيو ته ”اسين سنڌ وارا تخت لاهور جا قيدي ناهيون“ سندس هنن سٽن تي ڪافي بحث ٿيو هو، جنهن ۾ سنڌ ترقي پسند پارٽي جي سربراهه چيو هو ته محترمه بينظير ڀٽو کان پوءِ نواز شريف پاڪستان جو ٻيو وڏو سياسي اڳواڻ آهي. سوالن جوابن جو سلسلو شروع ٿيو ته مون کي ڊاڪٽر قادر مگسي سوال ڪرڻ جي دعوت ڏني، منهنجو اڳوٽي وزيراعظم کان هي سوال هو ته ”هن ئي اسٽيج تي ڊاڪٽر قادر مگسي سان گڏ سرائڪي اڳواڻ ويهندا رهيا آهن ۽ هو سرائڪي هڪ قوم ۽ تاريخي وطن جا دليل ڏئي سرائڪين جي ڌار صوبي جي ڳالهه ڪندا رهيا آهن، هن ئي اسٽيج تي ويٺي، اوهان سرائڪين جي ان مطالبي کي ڪيئن ٿا ڏسو.؟ نواز شريف هڪ پل لاءِ خاموش ٿي ويو. هن منهنجي سوال جو ڪو چٽو جواب نه ڏنو ۽ چيائين اسين هن ملڪ ۾ جمهوريت کي سگهارو ڏسڻ گهرون ٿا. رڳو نواز شريف نه منهنجي ذاتي راءِ آهي ته وفاق پرست پارلياماني سياست ڪندڙ جماعتن ڪڏهن به پاڪستان ۾ شامل قومي وحدتن کي سنجيده ورتو ئي ناهي.

چونڊن کانپوءِ وفاق ۾ پيپلز پارٽي ۽ پنجاب ۾ مسلم ليگ (ن) جي حڪومت هئي، سافما جي ڪانفرنس ڪري اسان به اسلام آباد ۾ آيل هئاسين، پنجاب جو وڏو وزير شهباز شريف هو، اسان صحافين جي پنجاب حڪومت پنجاب هائوس ۾ دعوت ڪئي هئي. سڄي ملڪ جا صحافي اتي آيل هئا. مهيش ڪمار اتي نواز کان جڏهن هي سوال ڪيو ته اوهان ملڪ ۾ جمهوريت کي مضبوط ڪرڻ واري ڳالهه ڪري رهيا آهيو، ڇا اوهان سمجهو ٿا ته پاڪستان کي مضبوط ۽ سگهارو ڪرڻ لاءِ هن ملڪ ۾ شامل

قومن وچ ۾ ڪو نئون سماجي معاهدو ٿيڻ گهرجي؟ نواز شريف ان سوال جو به مبهم جواب ڏنو. هن چيو ”اسان پاڪستان ۾ جمهوريت کي مضبوط ڏسڻ گهرون ٿا ۽ پاڪستان ۾ جمهوريت مضبوط ٿي رهي آهي“ نواز شريف جي ته ٻولي ۽ لهجو ئي مٽيل هو. هيءُ پنجاب هائوس ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ ۽ پنجاب جي وڏي وزير شهباز شريف سان ويٺل مسلم ليگ (ن) جو سربراهه نواز شريف ئي هو، جنهن چونڊن کان اڳ سکر ۽ خيرپور ۾ سنڌ جي دوري دوران چيو هو ته سنڌ ۾ احساس محرومي وڌي رهي آهي، نفرتن جو ٻج ڇٽيو پيو وڃي، انصاف پسند ججن کي قيد ڪيو ويو آهي، جيڪڏهن اهڙا غلط فيصلا ٿيندا رهيا ته نئون بنگلاديش وجود ۾ اچي سگهي ٿو. اڄ ته ان جو لهجو ئي مٽيل هو، هونئن به اها حقيقت آهي ته مسلم ليگ (ن) جڏهن به اقتدار ۾ آئي آهي، سندن سياسي رويو ۽ ترقي جا حدف ئي مون تبديل ٿيندي ڏٺا آهن. منهنجي اها ذاتي راءِ آهي ته نواز شريف جي دور ۾ سڄي پاڪستان جي نه پر پنجاب جي ترقي ٿي آهي. اسان ڏٺو پئي ته اسلام آباد ۾ سنڌ هائوس جي حالت به سنڌ جهڙي هئي ۽ پنجاب هائوس ته اسان کي چمڪندڙ ستارن جيان لڳو، سنڌ جيان پيپلز پارٽيءَ جي سنڌ حڪومت سنڌ هائوس جي جڻ سار ئي نه لڌي هجي.

# جيئي سنڌ قومي محاذ جو نهڻ ۽ ٽٽڻ

سائين جي ايم سيد جي وڇوڙي کان پوءِ نظرياتي-سياسي ۽ روحاني طرح ٻي ڪا اهڙي شخصيت نہ هئي، جنهن جي ڇپر ڇانوَ هيٺ اچي قومي ڪارڪن ڪٺا ٿين ها. سنڌ جي سيد گهراڻي ٻہ سائين جي ايم سيد جي سياست، قومي ويڙهاند ۽ نظريي کي جيئڻ جو تيئن جاري رکڻ جي ڪا خواهش نہ پئي ڏسي، سائين جي ايم سيد جو پوٽو جلال محمود شاهہ سڌيءَ طرح سنڌ جي آزاديءَ وارو نعرو هٽڻ بجاءِ پارلياماني سياست جو حامي هو، تنهن ڪري ئي هن جيئي سنڌ هلچل جي ڪنهن تنظيمي ڏارا سان جڙڻ بجاءِ ڌار سڃاڻپ سان سياست ڪرڻ پئي گهري ۽ هن اڳتي هلي سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي جو بنياد رکيو.

سائين جي وڇوڙي کان پوءِ جيئي سنڌ جي مختلف ڌارائن ۾ ورهايل ڌرين تي هڪ تنظيم لاءِ دٻاءُ وڌڻ لڳو، نظرياتي ۽ سياسي طرح ٻن انتهائن تي پهتل قومپرست ڌرين نيٺ هڪ ٻئي وچ ۾ مرجر (ضم) ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو هو، سن ۾ سيد جو چاليهو ٿيو تہ آدرش جي ريگستانن جي رڃ ۾ رلندڙ سيد جا نظرياتي ڪارڪن، جيل جي بند ۾ قيد اڳواڻ ۽ سيد جي لاڏاڻي کان پوءِ ڌار پنهنجي سڃاڻپ رکڻ واري راهہ جي ڳولا جا رولاڪ فڪري ڪردار سڀ ”هڪ تنظيم“ جي نهڻ تي راضي ٿيا. اهڙي

ريت جيئي سنڌ تحريڪ جنهن جي اڳواڻي لانڍي جيل ۾ قيد جيئي سنڌ تحريڪ جو مرڪزي صدر بشير خان قريشي، گل محمد جکراڻي، شفيع ڪرناڻي، محمد راهمون، ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي پئي ڪئي، جيئي سنڌ محاذ جنهن جا مک اڳواڻ عبدالواحد آريسر، غلام شاهه، قيوم منگي، آصف بالادي، ڊاڪٽر مير عالم مري هئا ۽ جيئي سنڌ انقلابي تنظيم جنهن جي قيادت شفيع برفت، خاڪي جويو، اصغر شاهه، نواز زنئور جي هٿن ۾ هئي، انهن ٽنهي سيد جي فڪر ۽ نظريي جي ڳالهه ڪندڙ جماعتن پنهنجي تنظيمي سجاڳپ ختم ڪري هڪ ٿئي ۾ ضم ٿي جيئي سنڌ قومي محاذ نالي نئين ۽ سگهاري قومپرست تنظيم جو بنياد رکيو. جسقم جو پهريون چيئرمين عبدالواحد آريسر ۽ جنرل سيڪريٽري گل محمد جکراڻي ٿيا، حالتن ۽ سياسي ضرورتن ڪري جسقم جو بنياد تہ ضرور پيو، پر هي جماعت نهندي ئي تنظيمي اختلافن ورچڙهي وئي. گل محمد جکراڻي جڏهن منور هاليپوٽو جي سرواڻي هيٺ ڪم ڪندڙ تنظيم ورلڊ سنڌي ڪانگريس ۾ سرگرم ٿيو تہ ڪيس جسقم نوٽيس موڪلي وضاحت گهري ۽ ٻنهي تنظيمن مان ڪنهن بہ هڪ تنظيم جي چونڊ لاءِ لکيو، جهيڙو ان حد تائين وڌي ويو جو نيٺ گل محمد جکراڻي سائين جي ايم سيد جي فڪر سان ورهين جو سفر جاري رکي نہ سگهيو ۽ هو جسقم ڇڏي ممتاز علي ڀٽي جي تنظيم سنڌ نيشنل فرنٽ ۾ شامل ٿي ويو. گل محمد جکراڻي کان پوءِ بشير خان قريشي جسقم جو جنرل سيڪريٽري واري ذميواري پنهنجن ڪلهن تي کنئي. سڀ کان وڏو نقصان جسقم کي اهو ٿيو، جڏهن عبدالواحد آريسر ۽ بشير خان قريشي ۾ اختلاف ٿيا ۽ عبدالواحد آريسر بہ اڳتي هلي، جسقم عبدالواحد آريسر نالي پنهنجي ڌار تنظيم جوڙي، شفيع برفت ۽ مير عالم مري بہ تنظيمي طور جسقم کان ڌار ٿي ويا. مون کي ياد آهي تہ ان وچ ۾ جيئي سنڌ قومي محاذ کي بچائڻ لاءِ هڪ وڏي ڪوشش ضرور ٿي هئي، بشير خان قريشي ۽ زين شاهه تي مشتمل آرگنائيزنگ

ڪميٽي جو بنياد رکيو ويو هو، جنهن ڪميٽي کي اختلافي معاملن کي مانو ڪري جسقم ۾ موجود سمورين نظرياتي، تنظيمي ۽ فڪري ڏارائن کي ويجهو آڻي اڳتي وڌڻ واري ذميواري ڏنل هئي، پر اها ڪميٽي به نتيجا ڏئي نه سگهي ۽ سائين زين شاهه خالق جوڻيجي جي قيادت هيٺ ڪم ڪندڙ تنظيم جيئي سنڌ محاذ ۾ شامل ٿي ويو، منهنجي ذاتي راءِ آهي ته جيئن ته جيئي سنڌ قومي محاذ فطري نه پر جذباتي بنيادن تي ٺهيو هو، تنهن ڪري قومپرستن جي هي تنظيم گهڻو وقت جٽاءُ ڪري نه سگهي ۽ ٽوڙڦوڙ جو شڪار ٿي وئي. اهي سڀ منظر ۽ جهيڙا، دوستن جا هڪ ٻئي ڪان ڪيل سوال ۽ ان جا جواب اسان پنهنجين اکين سان ڏٺا، ٻڌا ۽ پڙهيا.

# سيد جي ورسي مخدوم بلاول تي

ڪنهن پئي ڄاتو تہ سنڌ جي قومپرست سياست جي نظرياتي ۽ روحاني مرڪز سن شهر جتي جي ايم سيد جي فڪري پوئلڳن جا ميلا متل هوندا هئا، سالگرهہ واري ڏينهن ديڳيون پيون پچنديون هيون، قومي گيتن تي رقص ٿيندو هو، اڄ ان ئي شهر ۾ جيئي سنڌ جا ڪارڪن مانيون رومال ۾ ٻڌي ايندا ۽ پئنل اڪين سان حاضري ڏئي واپس ٿيندا، جيئي سنڌ قومي محاذ جي چيئرمين بشير خان جو اسان دوستن کي نياپو مليو تہ سائين جي ورسي واري ڏينهن هو سن ۾ حاضري ڏئي مخدوم بلاول وٽ دانهين ٿيندو ۽ هن سن بجاءِ مخدوم بلاول تي سيد جي وڇوڙي وارو ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ڪيو. مون جي ايم سيد جي فڪري پوئلڳ سمورن ڌرين کي ويجهي ڪان ڏٺو ۽ پرکيو آهي، سچ تہ هو هڪ ٻئي جا ڪيترا بہ ڪٽر مخالف هجن، پر سيئي ڌريون سائين جي ايم سيد جي خاندان جي دلي، نظرياتي ۽ روحاني طرح عزت ڪنديون آهن، شايد اهو ئي سبب هيو جو بشير خان قريشي سن جي سيد گهراڻي جي اختلافن ۽ اعتراضن کي ماٿهن سامهون نہ آندو ۽ ڪارڪنن کي ماني ٻڌي سن پهچڻ جي هدايت ڪئي. سڄي سنڌ مان قافلا نڪتا، نعريٰ ساڳيا، جهنڊا ساڳيا، بشير خان پنهنجي قيادت سميت جڏهن سن پهتو تہ هزارين

ڪارڪنن سندس پويان بيٺل هئا. هو سيد جي مزار تي آيو، گلن جي چادر چاڙهي ساڳيو ترانو وڳو. مون ڏٺو پئي ته لڙڪ هئا جن بشير خان جي ڳلن ڪي آلو پئي ڪيو. حاضري پوري ٿي ته بشير خان قريشي سمورن ڪارڪنن کي مخدوم بلاول هلڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ قافلي جي سرواڻي ڪرڻ لڳو. سيد جي فڪري پوئلڳن پنهنجي رهبر جي حاضري پري ۽ مخدوم بلاول ڏانهن روانا ٿيا، استاد بخاري چواڻي ته واقعي هيءُ عشق هو رونشو نه هو. اسان مخدوم بلاول پهتا سين، بشير خان جي تقرير هن دفعي جذباتي ۽ ذميواراڻي هئي، حالتون ڪيس قومي تحريڪ ڏانهن وڏيڪ ذميوار بڻائي رهيون هيون، سائين جي ايم سيد جي وڇوڙي ڪانپوءِ بشير خان مڪمل بدلجي چڪو هو. هو هاڻ قومي تحريڪ کي عوامي رنگ ڏانهن وٺي وڃي رهيو هو. تقرير کان اڳ هن اسان صحافي دوستن سان مخاطب ٿيندي چيو ته ابا معاف ڪجو اسان اوهان کي پاڻي به پياري ناهيون سگهيا. اسان جو جواب هو پراڻا ڪميونسٽ رهيا آهيون، پڪوڙا ۽ ڊبل روٽي جا هيراڪ آهيون، اهي پنڌ اسان جا کيل آهن اوهان ڳڻتي نه ڪيو.

# بشير خان منهنجي راءِ سان متفق نہ ٿيو

بشير خان هاڻ سياست جي سائنس ۽ آرٽ واري ڏانءَ کي سمجهي ۽ پرکي چڪو هو، هو سنڌ جي راڄڌاني ڪراچيءَ ۾ ”آزادي مارچ“ لاءِ سنڌ جي دوري لاءِ نڪتو هو، حيدرآباد ۾ ايڊيٽرن سان ملاقاتن ۽ صلاح مشورو ڪري رهيو هو. شام جا چار پئي ٿيا، بشير خان قريشي، آصف بالادي، نياز ڪالاڻي پنهنجي پوري مرڪزي ڪابينہ سان گڏ منهنجي گاڏي ڪاتي واري عوامي آواز جي آفيس ۾ پهتو، هو آفيس جي هر ننڍي توڙي وڏي اسٽاف سان سندن ڪمرن ۾ وڃي مليو، ملڻ جو انداز نيٺ ۽ نوڙت وارو طبيعت فقيري، ائين پئي لڳو ڄڻ هو سيني جو ويجهو دوست هجي. اسان جي ڪچهري شروع ٿي، بشير خان ڳالهائڻ شروع ڪيو. ”اسان ڪراچيءَ ۾ هن سال بہ لکين سنڌي گڏ ڪري سائين جي ايم سيد چواڻي غلاميءَ کان بيزاري جو اعلان ڪنداسين ۽ دنيا کي ٻڌائينداسين تہ سنڌ وطن آهي ۽ اسين آزادي چاهيون ٿا، اسين سنڌي پرامن آهيون ۽ هن خطي سميت سڄي دنيا ۾ امن چاهيون ٿا.“ بشير خان آزادي مارچ جي تيارين جا حال احوال ڏنا ۽ اسان کي ڪراچي ۾ ٿيندڙ آزادي مارچ ۾ اچڻ جي دعوت ڏني، جيڪا مون دل سان قبول ڪئي. آئون سندس ڳالهيون غور سان ٻڌندو رهيس ۽ بشير خان سان مخاطب ٿيندي پنهنجو نقطہ نظر

رکيو، مون کيس چيو جيئي سنڌ قومي محاذ جي قيادت سامهون مون کي هي ٻه گذارشون رکڻيون آهن. هڪ تہ پاڪستان جي جاگرافيائي صورتحال ڪجھ هن ريت آهي تہ دنيا جي مڙني طاقتور ملڪن جون نظرون پاڪستان ۾ آهن، سويت يونين جي خاتمي کان پوءِ وڌندڙ بنياد پرستيءَ ڪري ضياءُ الحق جي سوچ اسان سان اڄ بہ وڙهندي پئي اچي، 11/9 واري واقعي کان پوءِ نئين اڏجندڙ دنيا ۾ پاڪستان سخت پابندين کي منهن ڏئي رهيو آهي، نہ رڳو سرحدن تي چڪتاڻ آهي، پر اڄ تہ هر گھر ۾ جنڱ جنگ آهي. آمريڪا ۽ پاڪستان وچ ۾ تضاد ماٺا ٿيڻ بجاءِ وڌيڪ گهرا ٿي رهيا آهن ۽ هي ملڪ عالمي طاقتن جي ويڙھ جي يَنوَر ۾ ڦاسي چڪو آهي. پاڪستان جي سولين ادارن ۽ پارليامينٽ ۾ موجود سياسي پارٽين ۾ ڪيترائي نقطہ نظر جا ماڻهو وينل آهن، بنياد پرستي ۽ ترقي پسنديءَ جو جهيڙو ملڪ جي هر فورم ۽ گهر ۾ موجود آهي. هيءَ صدي عالمي تضادن جون ڪئين ڪهاڻيون کڻي سامهون آئي آهي، سچ تہ دنيا جڻ اڻ اعلانيل ٽين عالمي جنگ کي منهن ڏئي رهي آهي، ڪي سپر پاور ڍهندا ۽ ڪي نوان نهٽا آهن، پاڪستان ۾ چين جو اثر وڌي رهيو آهي ۽ چين مضبوط پاڪستان جو حامي آهي، چين هتي پنهنجون واپاري سرگرميون وڌائي رهيو آهي، جنهن جو مثال گوادر پورٽ جو ٺهڻ آهي ۽ چين جا پاڪستان سان نت نوان واپاري معاهدا ڪرڻ آهي. ان تجربي جي روشني ۾ آئون سمجهان ٿو تہ پاڪستان جو هجڻ اسان سنڌين جي حق ۾ آهي، سنڌ جي آزادي واري تحريڪ اسان کي مڪ سياسي ڌارا مان ڪٽي اڪيلو ڪري بيهاريندي، تنهن ڪري اسان سنڌين کي 1940ع واري قرارداد کي بنياد بنائي پاڪستان جي پارلياماني سياست وارو دڳ وٺڻ گهرجي ۽ خاص طور تي بنگلاديش جي قومي تحريڪ جي شروعات کان آخري مرحلن تائين جو گهڻ رخو مطالعو ڪري سنڌ جي قومي تحريڪ کي بيهر نئين انداز سان منظم ڪرڻ گهرجي ۽ قوم جي حق ۾ نتيجا ونجن. منهنجي ٻي گذارش هي آهي تہ سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ۽ اردو

ٻالهائيندڙ هڪ ٻئي جا فطري اتحادي آهن، ڪين ٽڪراءُ ۾ اچڻ بجاءِ هڪ پيچ تي هجڻ گهرجي، سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچيءَ ۾ عالمي طاقتن جو نظرون آهن، متحده قومي موومينٽ تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي. لساني شهري جماعتون ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ گهرن ٿيون، مهاجرن جي نالي تي سياست ڪندڙ ڌرين جو هڪ خاص مائينڊسيٽ ۽ ايجنڊا آهي، هو لساني سياست ذريعي پارلياماني سياست ڪن ٿا ۽ ان پارلياماني سياست ذريعي اليڪشن ۾ ملندڙ نتيجن کي سنڌ جي ٻن حصن ۾ ورهائڻ واري نعري سان جوڙين ٿا، لساني سياست ڪندڙ ڌرين کي لساني سياست ۽ ڌرتي ڌڻين سان جهيڙو وارو ڪائي ٿو پر اردو ٻالهائيندڙن سان هي جهيڙو اسان سنڌين کي وارو نٿو ڪائي.
هن جهيڙي کي جيترو مانو ڪبو، اهو اسان سنڌين جي حق ۾ آهي. ٻن نسلن کان پوءِ حيدرآباد جيان ڪراچيءَ ۾ ڌرتي ڌڻين جو انگ وڌي چوٿو تي ويندو ۽ اسان تعليمي طور بہ گهٽو اڳتي نڪري ويندا سين، تيستائين هي جهيڙو ٽارجي. اردو ٻالهائيندڙ اوس اسان سنڌين ۾ ضم ٿيڻا ئي آهن. ائين مون پنهنجي ٻالهہ پوري ڪئي.
بشير خان منهنجو نقطہ نظر ڏيان سان ٻڌو ۽ هي جواب ڏنو، آئون اوهان جي پهرين ٻالهہ سان اتفاق نہ ٿو ڪيان، سنڌ وطن آهي ۽ فطرت جي تخليق آهي، اسين سنڌي قوم آهيون، منهنجي مرشد جي ايم سيد وطن جي آزادي وارو فڪر ڏنو آهي، زندگي جي آخري هڏڪيءَ تائين آزاديءَ لاءِ ويڙهہ ۾ هونداسين، اسان جي جدوجهد سياسي ۽ پرامن آهي، سيد جو سپنو ساپيان ٿيندو، سنڌ هڪ ڏينهن ضرور آزاد ٿيندي، ها آئون اوهان جي ان ٻي راءِ سان اتفاق ڪريان ٿو تہ اردو ٻالهائيندڙ اسان جا پاڻر ۽ فطري اتحادي آهن، ان تضاد کي ماني ڪرڻ لاءِ اسان سدائين اردو ٻالهائيندڙن کي سنڌ جي قومي تحريڪ سان جوڙيو آهي. اسان جي تحريڪ ۽ دلين جا در اردو ٻالهائيندڙ پاڻرن لاءِ سدائين کليل رهندا. اسان جي ڪچهري پوري ٿي ۽ هو ٻين ايڊيٽر دوستن سان ملڻ لاءِ

روانو ٿي ويو. بشير خان جڏهن ڪراچيءَ ۾ آزادي مارچ ڪيو تہ واقعي لکين ماڻهو ان مارچ ۾ نعريٰ هڻي جهنڊا جهولائيندا، ڪراچيءَ ۾ ڌرتي ڌڻين جي هجڻ ۽ سنڌ جي مالڪيءَ جو احساس ڏياريندا رهيا.

# بشير خان قريشي جو وڇوڙو

منهنجو پراڻو ڪامريڊ ساٿي ۽ فقيراڻي طبعيت رکندڙ يار ذلف پيرزادو ۽ آئون گهوٽڪيءَ ۾ هئاسين. گهوٽڪيءَ جي سڄي سنگت اچي گڏ ٿي هئي. ڪچهري پئي هلي، رات جا ٻه پئي ٿيا، دوستن فون ڪري ٻڌايو ته جيئي سنڌ قومي محاذ جو چيئرمين بشير خان قريشي سنڌ کي وڇوڙي جو درد ڏئي وڇڙي ويو. اسان کي اعتبار ئي نه پئي آيو، هو فريڊم مارچ کان پوءِ سنت ئي ته اسان سان مليو هو، ڏاڍو خوش هو، هو ته اڳ کان به وڌيڪ جوشيلو ۽ چست پئي لڳو، پوءِ هيءَ موت جي خبر؟ اسان خبر جي تصديق ڪئي ۽ ٿي وي ڏني سين اطلاع صحيح هو، اسان بنا دير عوامي آواز جي ڪاپي مڪمل ڪري حيدرآباد روانا ٿياسين ۽ پنهنجي گاڏيءَ ۾ عوامي آواز اخبار سکر ايڊيشن واريون ڪاپيون به کنيوسين، جنهن ۾ بشير خان قريشي جي وڇڙي وڃڻ واري خبر ليڊ طور لڳل هئي. اسان جي گاڏي جڏهن موري ويجهو پهتي ته سج ايري چڪو هو، بشير خان قريشي جي وڇڙي وڃڻ کان پوءِ جيئي سنڌ قومي محاذ جي وائيس چيئرمين ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي ميڊيا سان ڳالهائيندي چيو هو ته ”بشير خان قريشيءَ جو موت فطري ناهي.“ اها خبر چئنلن تي هلندي ئي، سڄي سنڌ ۾ احتجاج، مظاهرا، ڌرڻا شروع ٿي ويا. جيئي سنڌ قومي محاذ

سميت سمورين قومپرست جماعتن جا ڪارڪن روڊن تي نڪري آيا ۽ سموري سنڌ سوڳ ۾ بند ٿي وئي، اسان جي گاڏي تي عوامي آواز لکيل هو ۽ طارق ڪورائي گاڏي پئي هلائي، اسان جنهن به شهر مان گذرياسين پئي، قومپرست ڪارڪن ڏسندي ئي سڙندڙ ٽائر هٽائي اسان جي گاڏي کي روانو پئي ڪيو. قومي ڪارڪنن جو اهو اسان سان چڻ محبت جو اظهار هجي.

جان جان هئي جيئري ورچي نه ويني، واري لطيفي پيغام جيان بشير خان به آزادي مارچ کان پوءِ ٻيهر سنڌ جي دوري تي نڪري پيو هو، هو 6 اپريل تي لاڙڪاڻي، خيرپور پل کان ٽيندو سڪرنڊ پئي ويو ته ڪيس هلڪو پيٽ ۾ سور پيو. نياز ڪالاڻي بشير خان جي وڇوڙي جي آخري گهڙين بابت ٻڌايو پئي ته طبيعت خراب ٿيندي ئي هن سڪرنڊ جي دڙي مگسي جي دوستن کي زينٽڪ ٽيبليٽ وٺڻ ۽ ماني نهرائڻ لاءِ چيو هو، ان رات اسان جي فون تي به ڪچهري ٿي هئي، اوچتو ئي ڪيس ڪنگهه ٿي ۽ بشير خان کي ڳٽتي جوڳي حالت ۾ دوست دڙي مگسيءَ کان سڪرنڊ کڻائي آيا، پر اوسيتائين پهچندي بشير خان جي ساهه جو سڳو ٽٽي چڪو هو ۽ هو سنڌ کي وڇوڙي جو درد ڏئي اسان کان وڇڙي ويو.

جيئي سنڌ قومي محاذ، بشير خان قريشي جي موت جو ڪارڻ زهر جو هجڻ ڄاڻايو. نياز ڪالاڻي جو چوڻ آهي ته "اسان چانڊڪا مان بشير خان جو پوسٽ مارٽم ڪرايو هو، پهرين ڊاڪٽرن موت جو ڪارڻ زهر ٻڌايو هو، پر هو باقائده پوسٽ مارٽم جي رپورٽ ڏيڻ کان لاچار ۽ بيوس نظر آيا" جسقم جا به ساٿي آصف بالادي ۽ سرفراز ميمڻ سنڌ جي وزير داخلا منظور وساڻ سان مليا هئا، وساڻ صحيح ۽ سچي ميڊيڪل رپورٽ ڪرائڻ لاءِ مخلص به هو، پر شايد مٿس دٻاءُ هجي ۽ هو ان ڪري ئي ان وزارت تان لاٿو ويو هجي.

جيئي سنڌ قومي محاذ وارا بشير خان قريشي کي آزادي مارچ جي شهيد وارو رتبو ڏين ٿا ۽ هر سال رتوديرو ۾ بشير خان جي ورسي ٿئي ٿي. 7 اپريل 2012ع کي گذرندي 5 سال ٿي ويا آهن،

پر سندس ساروٽيون وسرن نہ ٿيون. اسان ڪڏهن بہ هڪ پارٽيءَ ۾ نہ رهياسين، هو قومپرست ۽ اسين ڪميونسٽ هئاسين، پر عزت ڏيڻ ۽ وٺڻ کو بشير خان کان سکي ۽ سمجهي. ننڍو هجي يا وڏو هو سيني سان نوڙي ملڻ وارن مان هو، جيلن ۾ هوندو هو تہ حاضرين دوران عدالتن ۾ ٽهڪڙا هوندا هئا. هڪ ڏينهن پيپلز پارٽي جو وزير خورشيد شاهہ پريس ڪلب حيدرآباد اچڻو هو، آڪاش ملاح ڪنيي گم ڪيو ويو هو ۽ پريس ڪلب ٻاهران بشير خان سوين ڪارڪنن سان گڏ ڌرڻو هنيو ويٺو هو، آئون ڪلب مان نڪري ڌرڻي ۾ هيٺ روڊ تي ويهي رهيس، مون چيو "وڏا خورشيد شاهہ ڪلب جو مهمان آهي، مڙيوئي ٽڪراءَ کان پاسو ڪجو" بشير خان جو جواب هو اوهان بي فڪر ٿي وڃو ۽ ڪارڪنن سان مخاطب ٿيندي چيو هئائين صحافي دوستن کي عزت ڏيڻي آهي، پيپلز پارٽي وارا اچن تہ ڪو بہ نعرو نہ هڻجو. ڪارڪنن بہ ائين ئي ڪيو، خورشيد شاهہ جڏهن پريس ڪلب آيو تہ مون اتي ويهي چيو تہ ڪلب ٻاهران بشير خان وارا بک هڙتال تي ويٺل آهن ۽ سندن مطالبو آهي تہ ڪنيي گم ڪيل جسقم اڳواڻ آڪاش ملاح کي ظاهر ڪيو وڃي، خورشيد شاهہ جو جواب هو "ڪنهن بہ سياسي ڪارڪن جو ڪنيجي وڃڻ جمهوري روايتن جي خلاف آهي، هو اها ڳالهہ پنهنجي پارٽيءَ ۽ پارليامينٽ اڳيان ضرور رکندو."

بشير خان منهنجي امڙ جي وفات تي پنهنجن ساٿين سميت جڏهن تعزيت ڪرڻ آيو هو تہ مون کي سندس پيرن ۾ پيير ڪڙين جا نشان نظر پئي آيا، زخم ڇٽل هئا، پر اهي پنهنجا نشان ڇڏي ويا هئا. هن بہ اسان وانگر لانگ مارچ ڪري پير پٿون ڪيا هئا. آئون جڏهن بہ ان سان ملندو هئس، نظرين کان مٿاهون ٿي ملندو هئس، هاڻ هو قومپرست سياست کي عوامي رنگ ۾ وٺي وڃي رهيو هو. 23 مارچ 2012ع تي واقعي هن لڪين ماٺهو گڏ ڪيا هئا ۽ هن هي شعر پڙهيو هو.

"جيڏو بہ چاهي دشمن منهنجو،

ڏاهي نہ سگهندو نقشو سنڌ جو،
ڪرندو رهندو رت اسان جو،
چوندو رهندو، جيئي سنڌ، جيئي سنڌ“

# مقصود قريشي جو موت ۽ آزادي مارچ

بشير خان قريشي جي وڇڙي وڃڻ کان پوءِ ٻيو دفعو جسقم هڪ سال جي وقفي کانپوءِ 23 مارچ 2014ع ۾ ڪراچي ۾ آزادي مارچ جو اعلان ڪيو ته پنهنجي وڏي ڀاءُ بشير خان قريشي وانگر مقصود قريشي به سنڌ جي دوري تي نڪري پيو ۽ هن سنڌ جي سياسي ڪارڪنن، راڄن، ڀاڳن ۽ چڱن مڙسن کي مارچ ۾ اچڻ جون دعوتون پئي ڏنيون. مقصود ميهڙ پهتو، پنهنجي تنظيمي ساٿي سلمان وڌو سان گڏ اتان هو دادو لاءِ نڪتو، پر ڏنل ٽائيم تي دادو ۾ نه پهچڻ ڪري جيئي سنڌ قومي محاذ جي دوستن پنهنجي مرڪزي قيادت کي اطلاع ڪيو ته مقصود دادو ناهي پهتو ۽ سندس سار لهو ته هو ڪٿي آهي. مقصود ۽ سلمان وڌو بابت اطلاع ٿيو ته سندن ڪار سڙيل حالت ۾ ملي آهي. مون کي جيئي سنڌ قومي محاذ جي مرڪزي اڳواڻ نياز ڪالاڻي ٻڌايو پئي ته هو جڏهن ڀريا روڊ جي اسپتال ۾ پهتا ته هڪ ئي بستري تي ڪوئلو ٿي سڙيل ٻه لاش پيل هئا ۽ سندن سڙيل ڪار ڀريا اسٽيشن جي ٽاڪي تي بيٺل هئي، ”اسان ته اهو هنڌ به ڏٺو، جنهن لنڪ روڊ تي گاڏي کي باهه ڏني وئي هئي. باهه ايڏي خوفناڪ هئي جو لنڪ روڊ وارو اهو هنڌ ئي سڙي ڪارو ٿي ويو هو.“ نياز ڪالاڻي ٻڌايو ته آئون ۽ پارٽي چيئرمين صنعان قريشي اطلاع

ملندي ئي پرياسٽي نڪتا هئاسين تہ ويندي مهل بشير قريشي جي نندي فرزند ڪوثين خان جو فون آيو، جنهن چيو تہ اوهان سان امڙ ڳالهائيندي، بشير خان جي گهر واري ۽ اسان جي سنڌ جي بهادر ڀيڻ جو حڪم ٿيو تہ مقصود قريشي ۽ سلمان وڏو جا لاش ڪراچي ڪٽائي اچو ڏسئون تہ هو ڪيئن نٿا اسان کي آزادي مارچ ڪرڻ ڏين. اسان ٻنهي قومي ڪارڪنن جا لاش ٻن پيٽين ۾ بند ڪرايا ۽ ڪراچي ڏانهن روانا ٿياسين. ان وچ ۾ ڪيترائي فون آيا ۽ چيو ويو تہ لاش ڪراچي ڪٽائي وڃڻ ڪان پاسو ڪيو ۽ هو اسان کي آزادي مارچ ڪراچي بجاءِ حيدرآباد يا ٻئي هنڌ تي ڪرڻ لاءِ دباءُ وجهندا رهيا، پر اسان ٻنهي قومي ڪارڪنن جا لاش گلشن حديد ڪراچي آندا ۽ ان ڪان پوءِ جناح اسپتال مان پوسٽ مارٽم ڪرايوسين، جنهن پوسٽ مارٽم ۾ ٻنهي قومي ڪارڪنن جي موت جو ڪارڻ گولين جو لڳڻ هو، اسان اهي لاش ڪٽي آزادي مارچ ڪيو. هي اهو هنڌ هو جتي 2 سال اڳ بشير خان قريشي خطاب ڪندي سنڌ جا نعريٰ هنيا هئا.

هن آزادي مارچ ۾ لکين ماڻهو هئا ۽ سنڌن آڏو ٻن قومپرست جوانن جا مڙهہ پيل هئا، عدم تشدد جو هي وڏو ثبوت هو تہ ڪنهن ماڻهو جي هٿ ۾ ڪو بہ پٿر ڪنيل نہ هو ۽ هو پرامن رهيا. بشير خان ۽ مقصود قريشي جي شهادت ڪان پوءِ وري اڄ تائين آزادي مارچ نہ ٿي سگهيو.

# جرنلسٽس ريسورس سينٽر

ڪميونسٽ پارٽي ۽ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ اسان جا سڄي ملڪ جي ترقي پسند دانشورن ۽ نوجوانن سان رابطا هئا، معشوق ۽ اسان حيدرآباد هئاسين، اسان جي آدرشي ساٿي ۽ ڊي ايس ايف جي اڳوٽي اڳواڻ ڊاڪٽر تنوير لاهور مان فون ڪري حيدرآباد اچڻ جو ٻڌايو، هو به اسان وانگر سياست ڇڏي صحافت ۾ آيو هو ۽ لاهور ۾ سندس سڃاڻپ سٺي ساک رکندڙ آدرشي انسان واري هئي، لاهور جا صحافي سندس ڏاڍي عزت ڪندا هئا، هو چوڏرين، مشيرن ۽ وزيرن بجاءِ سياسي ڪارڪنن، فقيرن ۽ سماج خلاف بغاوت ڪندڙ باغين جو يار هو. حيدرآباد ۾ ڪامريڊ رمضان، معشوق ملاح، منهنجي ۽ ڪامريڊ تنوير جي ڪچهري ٿي، تنوير جرنلسٽس ريسورسز سينٽر وارو خيال سنگت سامهون رکيو، اسان ان ڳالهه تي متفق ٿياسين ته پاڪستان جي ترقي پسند، لبرل، ايماندار ۽ آدرشي صحافين جي هڪ سگهاري تنظيم ناهجي ته جيئن صحافت کي عوام سان جوڙي اڳتي وڌي سگهجي. اسان ۾ طع ٿيو ته پنجاب ۽ سنڌ کان تنظيم ڪاري شروع ڪجي ۽ اهڙي ريت هن تنظيم جو دائرو پاڪستان جي سمورين وحدتن تائين وڌائجي، مارڪسزم ۽ لينن ازم تي دسترس رکندڙ ڪامريڊ تنوير کي مون هن ڪچهري ۾ وڏو فقير

ڏنو، هو اسان سان لطيف جي شاعري ۽ سچل سائين جي سرمستي تي ڳالهائيندو رهيو. اسان جي ٻي ويهڪ لاهور ۾ ٿي، تنظيم اجا نهي مس هئي، ان نئين تنظيمي سفر جي پهرين وک ئي مس کنئي هئي ته ان عرصي ۾ ڊاڪٽر تنوير سخت بيمار ٿي پيو ۽ هو پنهنجا خواب اڌورا ڇڏي اسان کان وڇڙي ويو. اسان جي ڀيڻ فوزيه تنوير پنهنجن ٻن ٻارڙن سميت اڪيلي ٿي پئي. هن جي آر سي کي سنڀالڻ ۽ اڳتي وٺي وڃڻ جو ڪم جاري رکڻ پئي چاهيو، پر حالتن ۽ ذميوارين کيس ائين ڪرڻ نه ڏنو. هاڻ جي آر سي جي اڳواڻي واري ذميواري پنجاب جي نوجوان ۽ پاور پاليٽڪس جي انڪاري جوشيلي نوجوان امجد ڀٽي جي هٿن حوالي ٿي. امجد ذميواري ملندي ئي مون ۽ معشوق سان رابطو ڪيو، اسان وچ ۾ خيالن جي هڪجهڙائي ۽ ساڳيو جذبو هو، اسان سٽت ئي اسلام آباد ۾ قدرتي آفتن واري رپورٽنگ تي پاڪستان جي صحافين جو 3 ڏينهن وارو تربيتي ورڪشاپ ڪيو. جنهن ۾ لالا رحمان ۽ رشيد.راڄڙ سميت سنڌ جي صحافين جي وفدن شرڪت ڪئي، ٻي ڪانفرنس اسان حيدرآباد ۾ ڪرائي سين، جنهن ۾ پاڪستان جي صحافين کان علاوه سري لنڪا جي صحافين جي وفد به شرڪت ڪئي. اسان صحافين کي ٿر جو دورو به ڪرايو، جتي هنن ٿر جي ڏڪار کي رپورٽ ڪيو، هن ئي ڪانفرنس ۾ حيدرآباد جي سينيئر صحافي علي حسن اسان سان ڪاوڙجي پيو هو ۽ چيائين پئي ته اوهان حيدرآباد ۾ ٻاهريان مهمان گهرايا آهن، سندن سيڪيورٽي بابت نه ڪو اوهان وٽ پلان آهي ۽ نه ئي اوهان اسان کان ڪا صلاح ورتي آهي. سندس لهجو ايڏو ته سخت هو جو آئون روئي وينس، جنهن تي امجد ڀٽي ۽ معشوق اڇي منهنجا لڙڪ اگهيا ۽ هوٽل جي ڪمري ۾ وٺي ويا. هي ڪانفرنس 1998 ڌاري ٿي هئي، اڄ کان 19 سال اڳ به اسان جي جستجو ۽ ڪوشش هئي ته سنڌ جي صحافين جي اسڪل ڊيولپ ٿئي ۽ ڪين پاڪستان جي صحافين جي مک ڌارا سان جوڙجي.

# نيپال ۾ سارڪ جرنلسٽس ڪانفرنس

نيپال جو گادي وارو شهر ڪٺمنڊو ڏاڍو خوبصورت شهر آهي، اسان جيئن ئي ڪٺمنڊو ايئرپورٽ تي پهتاسين ڊيوٽي فري شاپ تي هليا وياسين، مڊ ورتوسين ۽ شهر جي هڪ فائيو اسٽار هوٽل ۾ جيئن ئي داخل ٿياسين، نيپالي جرنلسٽن امن جا گيت ڳائي اسان جو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ اسان ڪي گلن جا تحفا ڏنا، هن ڪانفرنس جي ميزباني سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن سافما ڪري رهي هئي. سافما جو باني امتياز هو، جنهن خطي ۾ امن لاءِ سارڪ جي سمورن جرنلسٽس ڪي ايڪتا جي هڪ مالها ۾ پروڙيو هو، اڄ کان 16 سال اڳ 2001 ۾ آئون سنڌي صحافين مان واحد صحافي هيس، جنهن ڪي ان فورم تي شرڪت ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ جو موقعو مليو هو.

نامياري، ليکڪ، دانشور ۽ تجزيي نگار امتياز عالم ۽ ڪامريڊ ڊاڪٽر جبار خٽڪ جي گڏيل مشوري سان مون ڪي هن وفد ۾ شامل ڪيو ويو هو. اسان آرام ڪري جڏهن اٿياسين ته ”هيپي اورس“ وارو وقت ٿي چڪو هو، ٽيبل تي مڌ سجايل هو، اسان به خمارن جي جهانن ۾ وڃڻ لاءِ آتا هئاسين، راڳ رنگ جي محفل امن واري گيت سان ٿي پوءِ ته فقيري رنگ هو ۽ ڌمال واري ڪيفيت هئي، رقص هو، اسين سڀ سارڪ جا ساٿي صحافي ان

رات هڪ ٻئي لاءِ اجنبي نہ رهياسين ۽ دوست ٿي وياسين. ٻئي ڏينهن صبح جو اٽنڊي ئي رجسٽريشن ٿي، امتياز عالم پنهنجو پيپر پڙهيو، جنهن ۾ سارڪ ملڪن ۾ غربت، بک ۽ بدحالي جو ذڪر ٿيل هو ۽ هن اتي چيو هو تہ سارڪ جي ملڪن کي هڪ ٻئي سان جنگ ڪرڻ بجاءِ بک، بدحالي، انتهاپسنديءَ ۽ غربت سان جنگ ڪرڻ گهرجي. ڪانفرنس چئن ڏينهن تائين هلندي رهي، ڳالهيون اهي ئي ٿيون، جيڪي اسان پنهنجي سياسي ۽ نظرياتي جدوجهد دوران ڪندا رهياسين. سارڪ جي ملڪن جا سمورا جرنلسٽ پنهنجن، پنهنجن ملڪن ۾ وڌندڙ انتهاپسندي خلاف هئا ۽ انهن پنهنجن ملڪن ۾ سهپ وارو سيڪيولر ۽ لبرل سماج اڏڻ پئي چاهيو، نيپال جي جرنلسٽن جون داستانون بہ بلوچستان جي صحافين واريون هيون. نيپالي صحافين جو چوڻ هو تہ هو رياست ۽ باغين جي ٻنهي نشاني تي آهن. انڊيا جي صحافين بہ هي اڳ ڪٿيون پئي ڪيون تہ هاڻ خود انڊيا ۾ سيڪيولرزم خطري هيٺ آهي ۽ هندو بنياد پرست انڊيا جي جمهوري ۽ سيڪيولر سماج لاءِ سڀ کان وڏو خطرو بڻجي رهيا آهن.

پاڪستان جي صحافين ۾ گهڻي ڀاڱي ترقي پسند سوچ جا جرنلسٽ هئا، جن جي بحث ۽ نقطہ نظر کان پوءِ اسان پاڪستانين بابت باقي سارڪ جي ملڪن جي راءِ ئي تبديل ٿي وئي. مون اتي هي نقطہ نظر رکيو تہ سارڪ ملڪن ۾ جنهن ميڊيا کي ريجنل ميڊيا چيو وڃي ٿو دراصل اها ئي نيشنل ميڊيا آهي، تنهن ڪري امن وارين ڳالهين ۽ ڊائلاگ کي هيٺين سطح تي ڪٺي وڃڻ گهرجي، اسان ان ئي ڪانفرنس ۾ سارڪ جي سمورن ملڪن کان گهر ڪئي هئي تہ نہ ۽ پروفيشنل صحافين جي سارڪ ملڪن ۾ اچڻ لاءِ ويزا پاليسي ۾ نرمي ڪئي وڃي ۽ ان جي تصديق واري ذميواري سافما کڻڻ لاءِ تيار آهي. اسان سڀ ان ڳالهہ تي متفق هئاسين تہ جنگ ۽ جهيڙو مسئلن جو حل ناهي، امن لاءِ، فن، رقص، آرٽ، ادب ۽ صحافت ذريعي سمورن ملڪن کي ڳالهين

جي هڪ ٽيبل تي آڏي سگهجي ٿو.
2001ع ۽ 2002ع ۾ ٻہ دفعا اسان جون نيپال جي گادي واري شهر کٽمنڊو ۾ تڪڙيون ڪانفرنسون ٿيون، ٻئي دفعي تہ عوامي آواز جو چيف ايڊيٽر ڊاڪٽر جبار خٽڪ ۽ عبرت جو چيف ايڊيٽر قاضي اسد بہ وقت ڪڍي کٽمنڊو آيا هئا، لاڳيتو ملڻ ۽ رهڻ ڪري چڻ اسين سارڪ جا صحافي دوست هڪ خاندان جيان ويجهو اچي وياسين، صبح کان شام تائين بحث ٿيندا هئا، نهراءُ پاس ڪندا هئاسين ۽ اهي خبرون سمورين سارڪ ملڪن جي اخبارن ۾ شايع ٿينديون ۽ ٽي وي چينلن تي هلنديون هيون، ڪيئي ڀيرا مون انڊيا جي نامياري صحافي ڪلديپ نيئر سان نيرن ڪندي ڪچهري ڪئي هوندي. پاڪستان جو بااثر ڪالم نگار اياز امير، هيپي اورس دوران ڪنڌائتو ٿي وجي، ساقيءَ سامهون ويهندو هو. ان بار جي ڪائونٽر تي هڪ حسين ڇوڪري مڌ جو پيالو ناهيندي هئي ۽ هو خاموش مڌ جا ڍڪ ڀري ڪڏهن ساقي تہ ڪڏهن صحافي دوستن جي محفل طرف نهاريندو هو. هيپي اورس ۾ سڀ مڌ پيئڻ وارا نہ هئا، هي پَلَ بہ اسان جي دوستن جا فڪري بحث ڪندي گذرندا هئا، ڪجهہ نيپالي صحافي دوست منهنجا صفا گهاٽا يار ٿي ويا، آءُ انهن سان گڏ حيدرآباد جيان کٽمنڊو جي گهٽين ۾ رولاڪيون ڪندو هئس، اسان ٻاهر ماني کائيندا هئاسين ۽ سينيما گهرن جا چڪر هڻندا هئاسين. سبزي، فروٽ ۽ ڪلاٿ مارڪيٽ ۾ ويندا هئاسين ۽ مڌ بہ پيئندا هئاسين. ڪو بہ ڊپ ڊاءُ ان ڪري نہ هو جو مائو گوريلن ۽ حڪومت وچ ۾ ان ڳالهہ تي اتفاق ٿيل هو تہ ويڙهہ دوران ڪنهن بہ نيپال ايندڙ ٽوئرسٽ يا ٻاهرين ملڪ جي ماڻهو کي تنگ نہ ڪبو.
نيپال ۾ انڊيا جي وڏيڪ سرمائيڪاري ٿيل آهي، سندن ڪچهرين مان ائين پئي لڳو چڻ نيپالي پاڻ کي انڊيا جي ننڍڙي ڪالوني سمجهندا هجن، تنهن ڪري هو پاڪستانين سان وڌيڪ ويجها ۽ قربائتا هئا. اسان پنهنجي ننڍڙي ڳوٺ گهاڙي کان مظاهرن جي شروعات ڪئي هئي، پاڪستان هجي يا نيپال اسان امن سان

محبت ۽ جنگ سان نفرت ڪرڻ وارن مان هئاسين ۽ اسان جي چپن تي سدائين امن جا گيت رهيا، تنهن ڪري هتي نيپال ۾ به منهنجي هٿن ۾ پلي ڪارڊ ڪنيل هئا، جنهن تي لکيل هو ”جنگ نه امن گهرجي.“

# ڍاڪا جون ساروڻيون

نيپال مان اسان بنگلاديش ڪان دبئي وڃڻا هئاسين، جهاز جي اڏام ڪجهہ هن ريت هئي جو اسان کي ٻن ڏينهن تائين ڍاڪا ۾ ترسڻو هو، اسين جنهن هوٽل ۾ ترسيل هئاسين، اتي موجود دوستن کي مون ڍاڪا پريس ڪلب ۾ هلڻ جي خواهش ڏسي. بس پنجاب جو هڪ ئي بزرگ صحافيءَ مون سان هلڻ لاءِ حامي ڀري، اسين گس پڇائيندا، نيٺ اچي ڍاڪا پريس ڪلب پهتاسين، ٿوري فرق سان هي پريس ڪلب بہ اسان جي ئي پريس ڪلبن جهڙو هو، پريس ڪلب جي ڪائونٽر تي تعارف ڪرائي، اسين اچي ٻاهران اينڊڙ صحافين واري هال ۾ ويناسين ۽ اتي موجود صحافين سان تعارف ڪرايوسين. دنيا جي هر پريس ڪلب ۾ هر اسڪول آف ٿاٽ جا صحافي هوندا آهن، ڪچهري شروع ٿي تہ مون کي ڪچهري ڪندڙ صحافي دوست رائيٽ ونگ وارن نظرين ۽ خيالن جا لڳا ۽ آئون ڪامريڊ هئس، تنهن ڪري اسان جي انهن صحافي دوستن سان ڪيميسٽري نہ پئي ملي، مون انتهائي نماڻي انداز ۾ ڪين چيو تہ هتي ڪو کاٻي ڌر جي خيالن جو صحافي آهي، جي موجود آهي تہ پليز اسان جي ان سان ملاقات ڪرايو. رائيٽ ونگ جي خيالن هوندي بہ بنگلاديش جا اهي صحافي انتهائي فضيلت وارا هئا ۽ هو هڪ بنگالي صحافي دوست کي سڏي اسان وٽ

ونئي آيا. هو نوجوان هو ۽ پهرين نظر ۾ ئي ڄڻ اسان هڪ ٻئي کي پرکي ورتو هو، مون پنهنجو تعارف ڪجهه هن ريت ڪرايو ته آئون پاڪستان جي صوبي سنڌ مان آيو آهيان ۽ منهنجو واسطو سنڌ مان نڪرندڙ سنڌي اخبار عوامي آواز سان آهي، ماضيءَ ۾ آئون ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جو ميمبر ۽ شاگرد تنظيم ڊي ايس ايف جو اڳواڻ رهيو آهيان ۽ هتي بنگلاديش جي ڪاٻي ڌر واري سوچ رکندڙ ڪامريڊ صحافي دوستن سان ملڻ جو خواهشمند آهيان. هن منهنجو تعارف ٻڌندي ئي پنهنجي پاڪر ۾ ڀري ورتو ۽ چيائين ويلڪم ڪامريڊ، بس دير ئي نه ٿي هو مون کي پاڻ سان گڏ خاص مهمانن واري ڪمري ۾ وٺي ويو. ٿورين ئي گهڙين ۾ ڪاٻي ڌر جا دوست صحافي اچي پهتا، اسان جي ڪچهري شروع ٿي ۽ اسين پاڪستان ۽ بنگلاديش جي سياسي تاريخ تي ڳالهائيندا رهياسين. مون کين ٻڌايو ته اسان جي ڪميونسٽ پارٽي بنگلاديش ۾ ٿيل آپريشن جي خلاف هئي ۽ پارٽي جي دوستن بنگلاديش جي عوام سان يڪجهتي ڪندي مظاهرا به ڪيا هئا. هڪ بنگالي بزرگ صحافي منهنجي ڳالهه پوري ٿيندي ئي چيو ته ها بلڪل اهو تاريخ جو سچ آهي. ڪچهري هلي ئي پئي ته مون کيس ڍاڪا يونيورسٽي ڏسڻ واري گذارش ڪئي. هو اسان جي اٿڻ کان اڳ پنهنجو هڪ ڪتاب کڻي آيو "ورق اتلن ٿا" بنگالي گڏيل پاڪستان جي تحريڪ ۾ شامل هجن ٿا ۽ هڪ تصوير 71 واري دور جي ڏسي آئون پنهنجون اکيون ان صفحي تان هٽائي ٿو ڇڏيان ۽ چوان ٿو "ڪامريڊ يي تصوير...... صحافتي اور ادبي اصولون ڪي مطابق نهين هي، يي ميرا ذاتي نقط نظر هي" هو خاموش ٿي وڃي ٿو ۽ ڳالهائي ٿو. "يي سچ هي، تاريخ هي، اور تاريخ، تهذيب اور آداب نهين ديکتي" تصوير ڇا هئي؟ هڪ سانوري بنگالي عورت.......اگهاڙو جسم..... ۽ ان تي تشدد جا نشان. اسان جي ڪچهري پوري ٿي ته ڪامريڊ صحافين هڪ صحافي نوجوان کي ڍاڪا يونيورسٽي وٺي وڃڻ واري ذميواري ڏني ۽ اسين ان صحافي دوست سان گڏ وڃي، ڍاڪا

يونيورسٽي ۾ شاگردن سان ملياسين. فيڪلٽيون ڏٺيون سين، هڪ بنگالي سانوري چوڪري بہ اسان سان گڏ هئي ۽ جڏهن يونيورسٽي ڪان ٽي ٻاهر نڪتاسين تہ هڪ بنگالي سائيڪل رڪشا تي اتان گذري رهيو هو، مون سائيڪل رڪشا هلائيندڙ اڌڙوٽ عمر واري شخص کي ڏسي ان بنگالي نوجوان صحافي کي چيو هو تہ ”يهان تو آج ڀي غربت هي“ ان جو هن هي جواب ڏنو هو تہ ”هان هم غريب ضرور هين-غلام تو نهين.“

# بنگال ۾ ڪانفرنس ۽ قلندر جي ڌمال

هن سال اسان جي ڪانفرنس بنگال جي گادي واري شهر ڍاڪا ۾ ٿي. نيپال جيان ڍاڪا ۾ ٿيندڙ هن ڪانفرنس ۾ سارڪ ملڪن جي جرنلسٽن جي ڪريم گڏ ٿي هئي، هي ڪانفرنس ٽن ڏينهن تائين هلي هئي، بنگلاديش ۾ اسان سارڪ جا صحافي، ايڊيٽر، ڪالم نگار سمورن ملڪن ڪي اختلاف ٽيبل تي نبيرڻ، ثقافتي ۽ واپاري لاڳاپا بهتر ڪرڻ، خطي ۾ هٿيارن جي ڊوڙ ختم ڪري امن وارا ساڃيا ئي مطالبا ۽ بينر ڪٽي بيٺا هئاسين، جيڪا گهر اسان نيپال ۾ ڪئي هئي. هن ڪانفرنس ۾ شامل وفدن ڪي وزيراعظم خالده ضياءَ آجياڻو به ڏنو هو ۽ اسان صحافين ڪي سهڪار جي خاطري به ڪرائي هئي. اسان جي ملڪ ۾ وزيراعظم گهٽي ياڳي انگريزيءَ ۾ تقرير ڪندو آهي، پر وزيراعظم خالده ضياءَ بنگالي ٻولي ۾ خطاب ڪيو ۽ سندس تقرير جو انگريزي ترجمو اسان ڪي ڏنو ويو، جڏهن هوءَ مانيءَ جي ٽيبل تي آئي ته صحافين سان بهترين انگريزي ۾ ڳالهائڻ لڳي. بنگالي ۾ تقرير ڪري دراصل هن پنهنجي ٻولي جي اهميت ڪي اجاگر ڪرڻ پئي گهريو، سندس سوچ ته ڪنهن ڌاري ٻولي جي غلاميءَ قبولڻ ڪان گهٽي مٿانهين هئي. هن ڪان اڳ آئون جڏهن نيپال ڪان ڍاڪا آيو هئس ته منهنجي هتي مختصر ٻن ڏينهن جي رهائش هئي، پر هن

دفعي جيئن تہ بنگال ۾ ڪانفرنس هئي ۽ ويزا بہ 15 ڏينهن جو هو، تنهن ڪري بنگال جي سماج، ماڻهن ۽ اتان جي سياست کي وڌيڪ سمجهڻ جو موقعو مليو. اسان کي سياسي پارٽين آجياڻا ڏنا، مختلف سرڪاري تقريبن ۾ شريڪ ٿياسين. ڪچهرين ۾ لڳو پئي تہ بنگلاديشن جي نئين ٽهي ۽ نوجوان ماضيءَ جي درد کي نہ ٿا ورجائين، باقي انهن جا پوڙها اڄ بہ ماضيءَ جي واقعن، جهيڙن، ورهاڱي ۽ ان دؤر جي فوجي آپريشن کي ياد رکيو اچن ۽ هو پاڪستان جي بنگال کان ڌار ٿيڻ وارا سڀ قصا وسارين نہ ٿا، پنهنجن بحثن ۾ بہ ان جو ذڪر ڪن ٿا، بنگال پاڪستان کان 1971ع ۾ ڌار ٿيو هو، پر سياست جي بحرانن آيل قدرتي بوڏن ۽ آفتن کي منهن ڏيندو ان حد تائين معاشي طور هو اڄ ايترو سگهارو ٿي چڪو آهي جو هنن جو ٽڪو پاڪستاني روپئي کان ڏيڍوڻ تي وڌيڪ هو. اسان بلڊنگ رسورس ڪراس ڪميونٽي (BRACK)جي آفيس جو دورو ڪيو، فيلڊ ۾ وڃي سندن ڪميونٽي فش فارم ڏٺا، اسڪولن جي جهان ۾ جهاتي پاتي. سچ تہ بنگلاديشن کي پيرن تي بيهارڻ ۾ هن غير سرڪاري تنظيم ڪمال ڪري ڇڏيو آهي. هڪ لک کان وڌيڪ تہ رڳو انهن جا ملازم هئا، هي اهي ويڙهاڪ ماڻهو هئا، جن بنگلاديش جي آزاديءَ کان پوءِ سياست ۽ حڪومت جو حصو ٿيڻ بجاءِ اقتصادي ۽ معاشي طور مضبوط بنگلاديش وارو خيال ڏنو هو.

اسان هوٽل ۾ هئاسين تہ اوچتو مون کي محسوس ٿيو تہ هتي ڪٿي، ڪنهن هال ۾ رقص ٿي رهيو آهي، پڇائڻ تي ان هنڌ جو پتو وني وڃي پهتس. درڪوليندي ئي مون ڏٺو تہ بنگالي لهجي ۾ فنڪاره ڌمال ڳائي رهي هئي، دمادم مست قلندر سخي شهباز قلندر، بس روح ۽ طبيعت خوش ٿي وئي ۽ آئون بہ نوجوانن، پڪن، پوڙهن سان ڌمال ۾ شامل ٿي ويس، مختلف ملڪن ۾ سافما جي ڪانفرنس جو سلسلو لڳاتار 15 سال جاري رهيو، نہ رڳو سارڪ ملڪن ۾ پر اسان هر سال اسلام آباد، ڪراچي ۽ لاهور ۾ ملندا هئاسين. هن تنظيم تہ خطي ۾ امن، جمهوريت ۽

آزاد صحافت لاءِ پل وارو ڪردار ادا پئي ڪيو. اسان امن ۽ صحافت جي آزادي لاءِ ورهين تائين پورهيو ڪيو، پر سارڪ ملڪن وچ ۾ ٽينشن ڪنهن به هڪ تلخي ۽ واقعي ڪري ملڪن وچ ۾ ڳالهه ٻولهه جا در بند ٿي پئي ويا ۽ ڳالهه وڃي اتي پئي بيٺي جتان ڪان اسان شروع ڪئي هئي، تنهن هوندي به مون کي ان ڳالهه جي پوري پڪ آهي ته اوس هن خطي ۾ امن ۽ خوشحالي اچڻي ئي آهي، ڇاڪاڻ ته جنگ جتي به ٿي آهي، اتي تباهي ئي آئي آهي. هن ڀيري به ڍاڪا ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪان پوءِ جڏهن پاڪستان واپس آيو هيس سچ ته آئون خطي ۾ وڌندڙ جنگي جنون جي نقصانن بابت گهڻو ڪجهه ڇاڻي چڪو هئس سوچيم پئي ته جي واقعي امن ٿي پوي ته سارڪ ايشيا جي ملڪن جا مسڪين ماڻهو جيئرا ٿي پون ۽ سندن چهرا ٻهڪي اٿن.

# امر جليل سان شام ۽
# اي جي جو وڇوڙو

امر جليل روايتي ڪچهرين ۽ هجومن ۾ رهڻ وارو ماڻهو ناهي، هو ته شام ۽ سالگرهه وارن جهائنَ ڪان ڏورپنهنجي فڪري، تخليقي ۽ ادبي دنيا ۾ جيئندو آهي، نه ڄاڻ ڪيئن مِنٿ ڪري مهيش ڪمار، امر کي حيدرآباد اچڻ تي راضي ڪيو هو ۽ اهڙيءَ ريت حيدرآباد پريس ڪلب جي هال ۾ امر جليل سان شام جو بينر لڳل هو، امر جليل ته هر ٿهيءَ جو محبوب ۽ اسان جي روح جو راڻو آهي. ڪرسيون 300 ۽ نوجوان، پڪا ۽ پوڙها سون ۾ اچي پهتا، امر ۽ اسان ڪڏهن به هڪ ٻئي لاءِ اوپرا ناهيون رهيا، شاگرد سياست دوران جڏهن اسان شيل پئي ڪاڏا، پتيون چاڪنگ سان ڪاريون پئي ڪيون ته امر لکيو پئي اسان چراغ جلتا رها، دنيا ڪو جنجهوڙ ديني والي دس دن، ماءُ ناول جهڙن ڪتابن سان گڏ امر جي ڪتابن جا چڻ ديوانا هجون. هو اسان نوجوانن جو محبوب ليکڪ هو، اڄ امر پنهنجن ئي وٽ ته حيدرآباد آيو هو، امر ۽ اسان جو رشتو تخليق جو رشتو هو، آدرشن جو رشتو هو، هو طاقت جو انڪاري هو ۽ اسان جا خيال به باغياڻا هئا. اڄ ”گهنڊ کول ديدار ڪرائو ڪي آيا مک ويکڻ“ واريون ڪيفيتون هيون، جيئن ئي يونيورسٽين ۽ حيدرآباد جي نوجوانن کي خبر پئي هو

امر جي ديدار ۽ ملاقات لاءِ پهچندا ويا. هنن اڄ امر کي روح سان ٻڌڻ پئي چاهيو، اڄوکو ڏينهن ته محبتن جو ڏينهن هو، شام ٿيندي ئي چا ڏسون نوجوانن جي هٿن ۾ اجرڪ، ڳل ۾ لونگيون هيون ۽ ائين اجرڪن ۽ لونگين اوڍائڻ وارو سلسلو دير تائين هليو، امر اسٽيج تي آيو، هڪ نظر هن پنهنجن چاهيندڙن کي ڏنو ۽ موئن جي دڙي جي هن وارث ليکڪ ڳالهايو "مون کي اڄ ايڏا اجرڪ پيا آهن، پانيان ٿو ته مان ڄڻ مري ويو هجان ۽ منهنجي ارٿي ڪڄندي هجي" هو ڄڻ ڪو جادوگر هو، جڏهن ڳالهايائين پئي ته سچو هال امر جي لفظن جي سحر ۾ قاتل هو، هن سدائين ڪرو سچ چيو ۽ لکيو آهي، امر ان ڏينهن هي ڳالهه ڪري ڄڻ سنڌي قوم کي شعور جي ڇهنڊڙي هنئي هئي. امر چيو هو "دنيا اندر ڪيترائي مثال موجود آهن ته هڪ نااهل اڪثريت پنهنجو وجود برقرار رکي نٿي سگهي ۽ اهل اقليت دنيا کي فتح ۽ ان تي راڄ ڪري سگهي ٿي." هن سنڌ ۾ ڪچهري واري ڪلچر کي وقت جو ذيان قرار ڏنو ۽ ٿيو به ائين. پروگرام جي پڄاڻي کان پوءِ هن پنهنجن چاهيندڙ نوجوانن کي آٽوگرافس ڏنا، چانهه پيتي ۽ ڪراچي روانو ٿي ويو.

رات ٿي ۽ راڳ شروع ٿيو، صوفياڻي رمز هئي ۽ رقص هو، روح جي هن رهاڻ ۾ سنڌ جو نوجوان شاعر حسن درس، احمد سولنگي، پ پ اڳواڻ ۽ ليکڪ مولابخش چانڊيو، سکر جو صحافي لالا اسد پناڻ ۽ ٻي سنگت آيل هئي، حسن درس هال جي هڪ ڪنڊ وٽي راڳ ٻڌي رهيو هو ۽ سندس سامهون احمد سولنگي وينل هو، نه ڪچهري نه ڪو بحث هو، سيئي سُرورن ۾ هئا، خبر ئي نه پئي وٺ سٺ ٿي وئي، حسن درس ۽ احمد سولنگي جي هٿن ۾ جيڪا شئي آئي پئي، هڪ ٻئي کي اڇلائي پئي هيائون. سموري سنگت سان گڏ اسان جي دوست اي جي چانڊيو به هٿ ٻڌي ايلاز ڪندو رهيو، نيٺ هال ۾ موجود ماڻهن ٻنهي ڄڻن کي سمجهائي سوگهو ڪري جهيڙو ٽاريو، سڄي محفل ئي ٻي مزي ٿي وئي ۽ راڳ به بند ٿي ويو. اي جي چانڊيو

ﮬ هال مان هيٺ لهي پهرين فلور تي مس پهتو هو، باقي سڄي خلق اچا مٿي هال ۾ ئي موجود هئي، تان جو پريس ڪلب جا ملازم ڊوڙندا سنگت وٽ پهتا ۽ ٻڌايائون تہ اي جيءَ، جي طبيعت خراب ٿي وئي آهي، سڀ دوست ڊوڙندا اي جيءَ تائين پهتاسين ۽ ڪيس بنا دير گاڏي ۾ ڪڻائي سول اسپتال ۾ دل جي وارڊ تائين پهچايو ويو، پر اسپتال پهچندي ئي اي جيءَ جون اکڙيون هميشہ لاءِ بند ٿي ويون ۽ هو يارن کي وڇوڙي جا سور ڏئي جوانيءَ ۾ وڇڙي ويو. اي جي کي هن کان اڳ بہ دل جو دورو پيو هو ۽ هن اينجوپلاسٽي بہ ڪرائي هئي، پر اها رات چڻ اي جي، جي وڇوڙي واري رات هئي، اها تصوراتي ارٿي جنهن جي ڳالهہ امر جليل پنهنجي ذات سان جوڙي هئي، اي جي، جي وڇڙي وڃڻ واري روپ ۾ سامهون آئي. مون تہ اي جي سان گڏ سياست ڪئي هئي، هو وطن دوست ۾ هو ۽ آئون ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ هيس. آئون ۽ وطن دوست جو دوست دلبر سنڌي اڪثر ڪري حيدرآباد ميونسپل ڪميٽي جي آفيس ۾ اي جي سان ملڻ ويندا هئاسين تہ هو مٿي آفيس ۾ وينو هوندو هو، اسين گڏجي چانهہ پيئندا هئاسين، هو سياسي ڪارڪن سان گڏ وڏو آرٽسٽ بہ هو ۽ هن ڪمال جا اسٽريٽ ٿيٽر ڪيا. جڏهن امداد سومرو سکرمان حيدرآباد آيو هو تہ منهنجي اي جي سان وڏيڪ ويجهڙائپ ٿي، آئون، امداد سومرو، اي جي چانڊيو ۽ فقير ارشاد لغاري بسنت هال ٻاهران روڊ تي بينل هڪ ريڙهي واري ٻاڪڙا هوٽل وٽ چانهہ پيئندا هئاسين، هو گولڊ ليف جو سگريٽ پيئندو هو ۽ اڌ سگريٽ پي هڪ خاص انداز سان آڱرين کي حرڪت ۾ آڻي هيٺ اڇلائي ڇڏيندو هو. اي جي مڪمل ڪامريڊ هو ۽ هو سمورن نظرياتي تعصبن کان آجو ۽ انسان جي آزادي ۽ عظمت جو قائل هو. هڪ رات ڪچهري ڪندي دير ٿي وئي، مون پهريون دفعو ڪيس پنهنجي شمس چيمبر واري فليٽ تي هلڻ لاءِ چيو. مان، منهنجو يار امداد ۽ اي جي اسان رڪشا ۾ چڙهي فليٽ تي پهتاسين، مون رڪشا واري کي ڪرايو ڏيڻ لاءِ ڪيسي مان پيسا

ڪديا، پر چا ڏسان 20 روپين کان وڌيڪ هئا ئي ڪو نہ، رڪشا واري کي تہ 50-60 روپيا ئي تہ ڏيڻا هئا، اسان ٽنهي پنهنجن کيسن کي ڪولي ڏٺو پر پوءِ بہ ياد ٿو اچيم تہ 10 روپيا اجا بہ ڪٽل هئا، جيڪي رڪشا واري کي ڏيڻا ٿي پيا. رڪشا واري هلڪي مسڪراهٽ سان چيو تہ "سائين خير آ، اوهان وڃو" رڪشا واري جا ٿورا مڃي گهر جون ڏاڪڻيون چڙهندي اسان ٽئين دوست ٺهڪ ڏيندا فليٽ تي پهتاسين، بختاور جي هٿن جي پڪل ماني کائي رات دير تائين راڳ ٻڌي وري صبح ويل اٿياسين. ڊاڪٽر بختاور صبح جو اٿندي ئي جاب تي هلي وئي، مون پنهنجن هٿن سان چانهہ ٺاهي ۽ ٻنهي يارن کي اٿاري پياري، بس اها رات ئي اسان جي ذاتي دوستي جي شروعات واري رات هئي، هو منهنجي گهر آيو هو، هن منهنجي ميوزڪ ڪليڪشن ٻڌي، منهنجي گهر جي ديوارن تي دنيا کي بدلائيندڙ هن دنيا جي ٽن فلاسافرن اينگلز، مارڪس ۽ لينن جون تصويرون ڏسي، فتح جو نشان ڏسيو. هن منهنجا رليون ۽ وهاڻا ڏٺا ۽ چيو هئائين "امداد اسان دوستن جا گهر بہ اسانجي مزاجن جيان آهن" ان رات، صبح ۽ منجهند تائين اسين ڏاهپ جي علم، سائنس ۽ عقيدي جهڙن موضوعن تي ڳالهائيندا رهياسين. اي جي کي تہ ڪئين بهارون جيئرو رهڻو هو، اسٽريٽ ڊراما ڪرڻا هئا، پر هو وقت کان اڳ فڪري ۽ نظرياتي ويڙها ويران ڪري هليو ويو. اي جي (اعجاز چانڊيو) جي وڇوڙي تي سمورن دوستن جون اکيون آليون هيون پر اي جي، جي وڇوڙي امداد جو صفا جيءُ جهوري وڌو ۽ هو عبرت اخبار ۾ ايڊيٽوريل پيج واريون ذميواريون نڀائي پنهنجي فليٽ تي اچي اڪيلو ويهي رهندو هو. امداد جي جيون ساٿي ۽ ٻارڙا ڳوٺ ويل هئا، آئون ۽ امداد قاسم آباد ۾ هڪ ئي علائقي ۾ رهندا هئاسين، هر روز رات جو آئون ماني کٽي امداد وٽ فليٽ تي ويندو هئس، آئون ۽ امداد ڪلاڪن جا ڪلاڪ گڏ ويٺا هوندا هئاسين، مدِ پيو هلندو هو، پر اسان هڪ ٻئي سان هڪ لفظ بہ نہ ڳالهائيندا هئاسين، پر سچ تہ ان ڪيفيت ۾ نہ ڳالهائيندي بہ

گهٽو ڪجهہ ڳالهائيندا هئاسين. ڳچ عرصي کان پوءِ امداد ان صدمي مان نڪتو، هاڻ اسين ٻئي سنڌو درياهہ تي وڃڻ لڳاسين، مهينن تائين امداد-اي جي ڪي سارينڊو رهيو، جڏهن بہ سال ۾ 28 مئي وارو ڏينهن ايندو آهي، امداد حد کان وڌيڪ اداس ٿي ويندو آهي.

28 مئي 2007ع واري تاريخ ٿي تہ هئي، جڏهن اي جي اسان کان وڇڙي ويو هو، اي جيءَ جي وڇڙڻ تي حسن درس ۽ احمد سولنگي بہ اسان جيترا ئي ڏکارا هئا، حسن درس، احمد سولنگي ٻئي ويجها دوست بہ هئا، مون سوچيو پئي، ڪڏهن-ڪڏهن حالتون ۽ زندگي جون تلخيون اهڙيون بہ ٿي وينديون آهن، جو ذات جي تضادن جي ڪهاڻين کان بيوس ٿي اهي ماڻهو هڪ ٻئي سامهون ٿي بيهن ٿا، جن جي هٿن سدائين هڪ نئين نظم جي تخليق ڪئي هجي ۽ ذات جي ديوي مٿن مهربان رهي هجي.

# گل سعديہ ۽ خانگي جيل

گل سعديہ سان منهنجي ملاقات لاهور ۽ اسلام آباد ۾ سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن ”سافما“ جي سارڪ جرنلسٽس ڪانفرنس ۾ ٿي هئي، اسان جي ڪچهرين ۾ نظرياتي هڪجهڙائي هجڻ ڪري هوءَ جڏهن حيدرآباد آئي تہ اچڻ شرط رابطو ڪري ملڻ جو چيائين، عاصمہ جهانگير-منو ڀائي، امتياز عالم ۽ انجم رشيد جهڙن پروگريسِو دوستن جي حلقي ۾ رهندڙ هن بهادر خاتون جو حيدرآباد ۾ اسان دوستن ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو ڪٽنب ٿي پئي سگهيو، جنهن سان هوءَ اچي ملي ها. گل سعديہ لاهور کان حيدرآباد ايندي ئي هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان حيدرآباد چيپٽر جي ڪوآرڊينيٽر ٿي ۽ انساني حقن، خاص طور بانديڪ ليبر تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

گل سعديہ کي سانگهڙ ضلعي جي هڪ ڳوٺ مان هارين درخواست ڏئي هڪ بااثر مري زميندار جي خانگي جيل مان آزادي ڏيارڻ واري اپيل ڪئي. گل سعديہ هن کان اڳ ڪنهن بہ بانديڪ ليبر ڪيس کي عملي طرح نہ ڏٺو هو، هن رڳو وڏيرڪي نجي جيلن جون ڪهاڻيون پڙهيون ۽ ٻڌيون هيون. آئون ايچ آر سي پي جي صدر حيدرآباد واري آفيس آيس، ناز سهتي کي بہ آفيس اچڻو هو، پر هو ڪن ذاتي مصروفيتن ڪري اچي نہ

سگهيو. مون، ناز سهتو، رشيد راڄڙ، لالا رحمان، شڪيل بچاڻي، منير نارائي ۽ ٻي سنگت کي خانگي جيلن جي ڪهاڻين جي ان ڪري بہ خبر هئي تہ اسان مرحوم شڪيل پناڻ سان گڏ خانگي جيلن مان هارين جي آزادي لاءِ گڏ ڪم ڪيو هو. هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان سان اسان جو رشتو نہ ٽٽڻ وارو آهي. حيدرآباد جي سينجيز هوٽل ۾ جڏهن عاصمہ جهانگير ۽ ٻيا ساٿي آيا هئا تہ اسان دوستن نہ رڳو ان گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪئي هئي، پر ايڇ آر سي پي کي سنڌ ۾ منظم ڪرڻ لاءِ اسان ڪاٻي ڌر جي ساٿين عملي طور سرگرم ٿي ڪم ڪيو هو. گل سعديہ سان حيدرآباد مان روانگي کان اڳ مون سانگهڙ جي صحافي دوستن کي اچڻ جو اطلاع ڪيو تہ جيئن هو اسان جي سانگهڙ ۾ موجود هجڻ بابت با خبر هجن. گل سعديہ ۽ آئون خانگي جيل ۾ بند هارين جي درخواست کڻي سانگهڙ ۾ ايس ايس پي سان ملياسين، جنهن پهريائين تہ اسان کي ٻڌو، اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو، گل سعديہ صفا جذباتي ٿي وئي، جنهن ايس ايس پي کي چيو تہ "اسين هارين کي هر صورت ۾ آزاد ڪرائينداسين، ڪا وڌيرڪي مزاحمت ٿي ۽ ماريا وياسين تہ اوهان ڏاڍا ڏکيا ٿيندا. اسان حيدرآباد نڪرڻ کان اڳ عاصمہ جهانگير، آءِ اي رحمان ۽ حسين نقي سميت سموري ميڊيا کي ڄاڻ ڏئي پوءِ نڪتا آهيون" چئي جيئن ئي هوءَ پنهنجي ڪرسي تان اٿي تہ ايس ايس پي، سعديہ جي نرڙ تي آيل ڪاوڙ واري گهنجن کي محسوس ڪري چڪو هو، هن اسان کي ويهڻ ۽ چانهہ پيئڻ جو چئي، پوليس موبائلون تيار ڪرڻ وارا حڪم ڏنا. اسان گهڻي دير ويهڻ بجاءِ ترت ڪارروائي وجهڻ پئي گهري، بنا دير هڪ مزدا ڪرائي تي ڪرائي بہ موبائلون ساڻ ڪري ڪچن رستن کان ٿيندا، زرخيز زمينن وارن ساوَن کيتن مان گذرندا، ڇهن سٽن ڪکاون گهرن ۾ پهتاسين. اسان سان گڏ درخواست ڏيندڙ بہ هاري مزدا مان لهندي ئي رڙيون ڪري ماين، ٻارڙن ۽ مردن کي مزدا ۾ ويهارڻ لڳا، ٻارڙن جا پير اگهاڙا، ڪپڙا ڦاٽل، عورتن جا چهرا سڪل ۽ مٽي

تي قاتل پوتيون، سچ تہ ان حال ۾ بہ عورتون پنهنجي ڏورن، ڏڳن، ٻڪرين ۽ ڪڪڙين بنا گاڏي ۾ ويهڻ لاءِ تيار نظر نہ پئي آيون، رڙين دانهن دوران ڪجهہ هنڌ، ٿانون جون پڳل پليٽون مزدا ۾ وڌيون ويون، مون گل سعديہ کي فوري طور نڪرڻ لاءِ چيو، چو تہ منهنجي آڏو منو ڀيل وارو مثال موجود هو، جنهن جا 9 گهرڀاتي هن ڊائري لکڻ تائين وڏيري جي بند مان آزاد ٿي ناهن سگهيا ۽ سندس سڄو خاندان ورهين کان لاپتا آهي. اڳيان پوليس موبائل وچ ۾ هارين جي مزدا ۽ اسان جي گاڏي ۽ پويان ٻي موبائل. جيستائين ياد ٿو اچيم تہ اسان جيئن ئي جُهول ٿاڻي تي پهتاسين تہ پوليس اسان کي ٿاڻي تي هارين جي داخلا ڪرائڻ جو چئي اندر وٺي وئي. مون کي ڪيترائي تجربا هئا، سو مون فوٽوگرافر کي چيو تہ تون حيدرآباد پهچي اخباري دفترن ۾ فوٽو ۽ هي خبر ڏي ۽ حيدرآباد پريس ڪلب جي دوستن کي اسان جي ٿاڻي تي هجڻ جو اطلاع ڪر. هارين سميت اسان جيئن ئي ٿاڻي اندر داخلا ٿياسين تہ ٿاڻي جا در بند ٿي ويا، انهن پوليس اهلڪارن جن اسان کي سيڪيورٽي پئي ڏني، تن جا تارا ڦوٽارجي ويا ۽ آزاد ٿيندڙ هارين کي هڪلون ڏئي هيٺ زمين تي ويهارڻ لاءِ چيو ويو پوليس انچارج رڙ ڪري چيو مٿان صاحبن جا حڪم آهن تہ اوهان کي ٿاڻي اندر ئي ٻئي حڪم تائين ويهاريو وڃي، گل سعديہ جو اهو پهريون تجربو هو. مون ڪيس چيو هي دهمان ڏئي هارين مٿان ڪيس داخل ڪندا ۽ اسان کي ذهني ٽارچر هيٺ رکندا. مون وجهہ وٺي حيدرآباد پريس ڪلب ۾ موجود دوستن لالا رحمان، مهيش ڪمار، امداد سومرو کي سڄي صورتحال ٻڌائي ۽ سائين اسحاق ۽ ناز سهتي کي هارين سميت اسان جي حراست ۾ هجڻ واري ماجرا کان با خبر ڪيو. دير ئي نہ ٿي ڪي ٽي اين، سنڌ ٽي وي سميت اليڪٽرانڪ ميڊيا تي ٽِڪَرَ ۽ خبرون هلڻ شروع ٿي ويون، اردو چينلن بہ اسان جي حراست ۾ هجڻ وارا ٽڪر هلايا. سانگهڙ جي يارن لالا قادر ۽ اسلم ايس ايس پي سان نہ رڳو رابطو ڪيو، پر سانگهڙ جي صحافين کي بنا

دير مظاهرن ڪرڻ وارو سڏ ڏنو، ٿاڻي ۽ پوليس تي دٻاءُ وڌڻ لڳو، هيومن رائيٽس ڪميشن جي اسلام آباد ۽ لاهور واري دوستن تائين به فوري اطلاع پهچايو ويو، اهڙي ريت ايچ آر سي پي جي مرڪزي قيادت به سرگرم ٿي وئي، ٿاڻي جي انچارج پنهنجي آفيس ۾ گهرائي رخي لهجي ۾ چيو هي هاري زميندار جا قرضي ۽ چور آهن. گل سعديه ٺاڻيدار کي بانڊيڊ ايڪٽ ڏيکاريو، جنهن ان ايڪٽ کي ڪنگهيو ئي ڪونه، مون ڪِلي ٿاڻيدار کي چيو ”ادا اهي گرميون، سرديون اسان جون ڏٺل آهن، مسڪين هارين جو هڙون هٿ ئي موجود آهن، جن ۾ قاتل ڪپڙن ڪان سواءِ ڪجهه به ناهي، چور ته پوتار آهي، جن هنن مسڪينن جي پورهيي جي چوري ڪئي آهي، اوهان اهڙا دڙڪا دهمان ڪنهن ٻئي کي ڏجو“. اسين ان ٿاڻي تي ڪلاڪن تائين حراست هيٺ رهياسين. پوليس مٿان دٻاءُ وڌندو ويو، نيٺ مٿان ڪان حڪم آيا ته لڪت ۾ هارين جي ٻانهه گل سعديه جي هٿ ۾ ڏيو ۽ ڪين آزاد ڪيو. هڪ پنني تي هارين، ٻارڙن ۽ عورتن جي لسٽ ٺهي ۽ گل سعديه ان تي صحيح ڪئي، ٿاڻي جو در کليو، مزدا ۾ ويئل ۽ حراسيل هاري ۽ اسان جي گاڏي ۽ اڳيان پوليس موبائل، اسان گُگهه اونداهه ۾ ويران روڊن تي سفر ڪندا حيدرآباد لاءِ روانا ٿياسين. گل سعديه خدشو ڏسيو ته وڏيرا اسان ۽ هارين تي حملو نه ڪرائين. گل سعديه جو انديشو پنهنجي جاءِ تي صحيح هو، ڇو ته ساڳين ئي زميندارن ماتلي مان چرچ ۾ پناهه وٺندڙ هارين کي آزاد ٿيڻ بعد ٻيهر ڪٽائي ڏک هٽي زوريءَ قيد ڪيو هو، سفر جاري ئي هو ته سائين اسحاق مگريو جو فون آيو، جنهن خبردار رهڻ جو چيو ۽ خدشو ڏسيو ته اوهان مٿان حملو ٿي سگهي ٿو، اڳيان دلور ٿاڻو هو، صحافي دوستن ۽ انساني حقن جي ڪارڪنن پوليس تي واضح ڪري ڇڏيو هو ته اسانجي دوستن کي ڪجهه به ٿيو ته ذميوار حڪومت ۽ پوليس هوندي. ان سڄي سفر ۾ گل سعديه ڪنهن پل به همت نه هاري ۽ اٽل حوصلن سان ٻيني رهي. اسين جڏهن حيدرآباد پريس ڪلب پهتاسين ته دوستن مڪ در وٽ اڇي .

اسان جو آڏرياءُ ڪيو. هي ڪو منهنجو پهريون واقعو نہ هو ان ڪان اڳ ۾ بہ اسان خانگي جيلن مان هاري آزاد ڪرائيندا رهياسين، پر اِتي منهنجي ذاتي راءِ هي آهي تہ جڏهن اسان هاري ڪميٽي ۾ هئاسين تہ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي جدوجهد سان پاس ڪيل سنڌ ٽيننسي ايڪٽ هيٺ، هارين کي زمين تان بيدخل ڪرڻ خلاف ويڙهہ ڪندا هئاسين ۽ هارين جي بي دخلي وارا ڪيس وڙهندا هئاسين، بانديڊ ليبر ايڪٽ کان پوءِ هاري آزاد تہ ضرور ٿيا پئي، پر زمين تان بيدخل ٿيندا پئي ويا، سنڌن اسِڪل صدين کان هارپي واري هئي ۽ آهي، زمين تان بيدخل ٿيڻ کان پوءِ هو رُليو ٿي ويا. اهو ئي ڪارڻ آهي تہ آزاد ٿيندڙ هارين جون حيدرآباد ۽ ڪوٽڙي سميت ڪيترن ئي شهرن ۾ هاري ڪيمپون موجود آهن، پر اتي سنڌن جيپايو ڏاڍو تنگيءَ ۾ پيو گذري، انسان آزاد هجڻ گهرجي، بانديڊ ليبر ايڪٽ اڄ جو سچ آهي، پر جيستائين زرعي سڌارا نہ ٿا اچن ۽ جيڪو ڪيڙي سو کائي وارو نظام نہ ٿو جڙي، تيستائين هارين ۽ اڄ جي زميندارن جي وچ ۾ ڪو نئون سماجي ڪانٽريڪٽ ٿيڻ گهرجي، سچ تہ زمين تي هارين جي غلامي ۽ شهرن ۾ آزاد ٿي ڪنهن هاري جي ٻار جو پنڻ ٻئي عمل مَنَ کي جهوريندڙ آهن.

# 2010 جي ٻوڏ ۽ سنڌ

جامشورو جي سرڪاري اسڪول جي اڱڻ تي ٻن معصوم ٻارڙن جا لاش پيل هئا، هڪ ٿي ڪٽ تي ٻن ڳلن جهڙن ٻارڙن کي ڏسندي ئي منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا، هي خاندان شهدادڪوٽ واري پاسي جو هو، ٻوڏ سنڌن علائقي ۾ تباهي آڻي چڙهي هئي، هو جان بچائي نڪتا هئا، سيوهڻ ويجهو پهتا ته هنن ٻن ٻارڙن پنهنجي امڙ ۽ بابا جي جهولين ۾ دم ڏنو، رڳو هي خاندان نه هو، اسڪول ۾ ته ڪيترائي اهڙا خاندان ٻي گهر ٿي پهتل هئا، جيڪي رڳو پنهنجون زندگيون بچائي سگهيا هئا ۽ هو هتي پنهنجن بيمار ۽ بکايل ٻارڙن سان گڏ ڪنهن مدد جي اوسيئڙي ۾ هئا.

جامشورو واسين، شهدادڪوٽ جي رهواسي ٻن ٻارڙن جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪيو هو ۽ همٿ ڪري ڪيمپ ۾ موجود ماڻهن کي هڪ ويلو ماني به کارائي هئي. آئون جڏهن حيدرآباد مان ڪيميرامين ساڻ وني جامشورو واري پاسي نڪتو هئس، سچ ته رستي تي ڪئمپن ۾ ترسيل ماڻهن جا درد ڀريا منظر ڏسي روئي وينو هئس، جولاءِ 2010 جي پڇاڙڪن ڏينهن ۽ آگسٽ مهينو شروع ٿيندي ئي ٻوڏ اسان جي سنڌ ۾ وڏي تباهي آندي هئي، سنڌ جا معصوم ٻار، عورتون، ٻڍا ۽ جوان لڙهي ٻڏي مئا پئي، سنڌ

جي مائرن جي جهولين ۾ اهڙا ڪئين ٻارڙا ٻي وقتائتي موت پنهنجي پاڪر ۾ پري ورتا هئا، جن ڪي زندگيءَ جون ڪئين بهارون ڏسڻيون هيون. ڄامشوري واري ڪئمپ ۾ ٻن ٻارڙن جا جنازا ڏسي مون کي پنهنجي قوم جي غربت، لاوارثي ۽ غلاميءَ جو شديد احساس ٿيو. ان وقت آئون پيو ڪري به ڇا پئي سگهيس، منهنجي قلم لکيو پئي ۽ مون ان سنڌ جا منظر دنيا کي پئي ڏسيا ته جيئن سنڌن سهائتا ٿي سگهي. مون ڪئمپ مان ئي ڄامشوري ۾ موجود خاندانن بابت فون ڪري ٽي وي چينلن کي سڄي صورتحال ٻڌائي، جيڪي بنا دير اڇي پهتا ۽ بريڪنگ نيوز هلڻ شروع ٿي وئي. منهنجي آڏو ڄامشوري ۾ اڄ ٻن ٻاڙرن جا جنازا ڪنيا پئي ويا، سندن امڙ اُڃنگارون ڏئي رني پئي ۽ فوت ٿي وَيل ٻارڙن جو پيءُ سَڪتي ۾ هو، هتي انهن جو ڪو به مٽ مائٽ نه هو ۽ ڪلهي ڪانڊي ڪالونيءَ وارا ئي ٿيا هئا، جڏهن جنازا ڪنيا ويا ۽ تدفين ٿي ته اهي سڀ ڏڪائيندڙ منظر ڏسي آءُ قبرستان کان سڌو واپس آفيس پهتس ۽ پنهنجن جا اهي سڀ درد رپورٽ ڪيا. آئون ٻئي ڏينهن جڏهن ان ئي اسڪول ۾ ويس ته اهو متاثر خاندان مون کي ڪئمپ ۾ نظر نه آيو ۽ نه ڄاڻ ڪيڏانهن روانو ٿي ويو.

سنڌ جو ڏک ته اهو آهي ته هي ٻوڏ ڪا اوچتو نه آئي هئي، درياهه ۾ چاڙهه ڪو هڪ رات ۾ نه ٿيو هو، جو سنڌ حڪومت بي خبر هجي، برساتن ۽ ٻوڏ ڪري ته پنجاب، بلوچستان، گلگت بلتستان ۾ سوين زندگيون دربدر ۽ موت ورچڙهيون هيون، 30 جولاءِ تائين خيرپختونخواهه ۾ ٻوڏ سبب 50 لک ماڻهو متاثر ٿيا هئا ۽ 500 کان وڌيڪ عورتون، نوجوان ۽ ٻارڙا پنهنجون زندگيون وڃائي چڪا هئا، سنڌ حڪومت کي ان سڄيءَ صورتحال بابت اڳ ۾ ئي خبردار ڪيو ويو هو، سنڌ ۾ 48 ڪلاڪن اندر ٻوڏ جي اڳڪتي به ٿيل هئي، درياهه جا وهڪرا چڙهيا پئي، ٻوڏ جو سنڌ ڏانهن رخ هو ۽ هتي ويهي ڪري ٻوڏ جي نقصانن کان بچڻ واري پلاننگ ڪرڻ بجاءِ صدر آصف علي زرداري فرانس روانو

پئي ٿيو، واپس اچڻ کان پوءِ هو جڏهن سنڌ آيو هو تہ سڀ ڪجهہ برباد ٿي چڪو هو.

**”بڙي دير ڪردي مهربان آتي آتي.“**

مون کي اڄ بہ ياد آهي تہ 3 آگسٽ تي ڊزاسٽر اٿارٽي اڳڪٽي ڪئي تہ ايندڙ 24 ڪلاڪن اندر سنڌ ۾ وڏو دريائي وهڪرو داخل ٿيڻو آهي ۽ سکر بئراج کي خطرو آهي، سنڌ جي وڏي وزير قائم علي شاهہ کي پاڻي ماهرن اهڙي تہ ڪا بريفنگ ڏني هئي جو هو صورتحال جي سنگينيءَ جو صحيح اندازو نہ لڳائي سگهيو يا هن سچ ڪاري هينئان رکي ڇڏيو هو ۽ وڏي اعتماد سان هي چيو هئائين تہ ”سنڌو درياهہ کي ڪو بہ هترادو گهارو نہ هنيو ويندو، بند نہ ٽوڙبو.“ پهرين ٻي جون تائين درياهہ بادشاهہ ڪچو ٻوڙي چڪو هو ۽ ماڻهو پنهنجي مال متاعَ سميت بندن تي ويٺل هئا، اهڙين حالتن هوندي بہ سنڌ حڪومت اهو طع نہ ڪري سگهي تہ فوري ايمرجنسي هنئي وڃي، اڳواٽ رليف ڪئمپون جوڙي ٽرانسپورٽ جو بندوبست ڪري متاثر ٿيندڙ شهرن ۽ ڳوٺن جي ماڻهن جون زندگيون بچايون وڃن. حڪومت ۾ شامل وزير فوٽو سيشن ڪندا ۽ بيان ڏيندا رهيا، اها گهڙي تہ ڄڻ قيامت جي گهڙي هئي، جنهن وقت ٽوڙي بند کي ٽوڙيو ويو ۽ سکر بئراج کي بچائڻ لاءِ بنا دير غوثپور-علي واهڻ خالي ڪرڻ واري وارننگ ڏني وئي.

کهڙا منظر لکان، وري درد جاڳي پوندا. 7 آگسٽ کان سيپٽمبر جي پهرين هفتي تائين غوثپور، جيڪب آباد، شڪارپور، خيرپور، ميهڙ، ٺٽو، سجاول، ڳڙهي خيرو ۽ سامونڊي پٽي جي آخري ڳوٺ تائين ٻار مرندا رهيا، منهنجي سنڌ جا ماڻهو لڙهندا رهيا، ڪن گهر پٺي ڇڏيا، ڪن تہ پنهنجا پيارا ٻڏندي ڏٺا، ڄڻ هي قيامت هئي جا سنڌ پٺي سني، ٻيو تہ نهيو حڪومت ماڻهن کي جان بچائڻ لاءِ ٽرانسپورٽ بہ نہ ڏئي سگهي، ماڻهن جو سڀ ڪجهہ ٻڏي ويو ۽ هو صفا روڊن تي اچي ويا. سنڌ جي وڏي وزير جا بيان ڪو هڪ ويلو ماني تہ نہ هئي، جيڪو ڪوُ ٻار کائي سگهي. 7 آگسٽ تي

ٽوڙيءَ وٽان سنڌو درياهه واري بند کي ٽوڙي سنڌ جي ماڻهن کي هٿ سان موت جي منهن حوالي ڪيو ويو، نه وقت نه ٽرانسپورٽ. مون کي منهنجي ئي مائٽ مصطفيٰ ٻڌايو ته هو ميهڙ ويجهو ڪاڇي جي ڳوٺ انڊي مياڻي مان معصوم ٻارڙا وٺي نڪتو، هر طرف پاڻي هو، ڪين اها پڪ نه هئي ته هو بچندا يا مرندا، هو پنهنجون يادون سارينڊي روئي وينو، هن ٻڌايو ته ”جڏهن اسان مال آندو پئي ته امڙ چيو ميهون مولا جي حوالي ڪر، بس زندگيون بچيون ته رب سائين جا لک شُڪرانا“ ادا مون ميهون کون چڏيون ۽ ٻچي اچي پڪي تي پهتاسين. هڪ خالي ٽرڪ کي ويندي ڏسي مون ڊرائيور کي چيو ڀاڙي عيوض هيءَ ميهن وٺ اسان کي ڪٽي هل، ٽرڪ ڊرائيور جو جواب هو ميهن کي ڇا ڪندس پيسا ڏيو، اسان ته پنڌ ڪندا موت کان بچندا ڏکيا ٻکيا اچي ڪوٽڙي ۾ پهتا هئاسين. ان وقت ڪيترن ئي ماڻهن وٽ سُون هو پر لڏي ڪٽڻ لاءِ گاڏي نه ٰهئي. مون کي ته اهي ٰگهڙيون به ياد آهن، جڏهن منهنجو پڦات ڪريم بخش، امتياز ملاح ۽ چاچو سرهو خان چانڊيو پنهنجا بيئل فصل ٻڏندا ڇڏي ٻچڙا بچائي لڏو ڪٽي حيدرآباد پهتا هئا، هو جڏهن ٽي وي چينلن تي سنڌ جي تباهيءَ جا منظر ڏسي ڏکايل گيت ٻڌندا هئا ته اُڇنگارون ڏئي روئيندا هئا، انهن ئي ڏينهن ۾ منهنجا ڪامريڊ دوست پاويل جوڻيجو ۽ شبير سومرو موٽر سائيڪلن تي ميهڙ کان پنهنجا ٻارڙا ڪٽي حيدرآباد پهتا هئا.

اقوام متحده جي سيڪريٽري بان کي مون جڏهن پاڪستان جي دوري تي آيو هو ته ٻوڏ جا منظر ڏسي چيو هئائين، ”مون اهڙي تباهي زندگيءَ ۾ ناهي ڏٺي“ ان وقت اسان جهڙن ماڻهن وٽ اهڙا لفظ ئي نه هئا، جن ذريعي ٻچي ويل ٻوڏ متاثرن جي دردن تي آٿت جا پها رکي سگهون ها، جنهن خاندان جي ٻوڏ واري پاڻي مان نڪرندي ٻيڙي اونڌي ٿي پئي هجي ۽ هو پنهنجا ٻار اکين سان ٻڏندي مرندي ڏسي ٻچي پهتو هجي، ان جي ڪيفيت لفظن ۾ بيان ئي نه ٿي ڪري سگهجي.

هي ڏينهن اهي ڏينهن هئا، جڏهن اتر کان لاڙ تائين منهنجي سنڌ جا ماڻهو لاوارث رستن ۽ ڪئمپن ۾ پيا هئا، مون کان تہ اها گهڙي بہ وسري نٿي، جڏهن منهنجي دوست لطيف ملاح اچي ٻڌايو هو تہ حيدرآباد جي سبزي منڊي ۾ چار خاندان ٻن ڏينهن کان بک ۾ پاهہ لاوارث وينا آهن ۽ سنڌن انا ڪين ڪنهن آڏو جهولي جهلڻ نہ ٿي ڏني ۽ آئون ان ئي شام ياءُ مقبول سان گڏ حال سارو سامان ڪٺي سبزي منڊي پهتو هئس، هو تہ بيمار بہ هئا، مون جڏهن اهي سماچار فقير لوڪ انسان ۽ حيدرآباد سول اسپتال جي ايمرجنسي وارڊ جي انچارج منهنجي مهربان ڊاڪٽر عطا ميمڻ کي ٻڌايا هئا تہ هن ٻن لکن جون دوائون وٺي ڏنيون هيون. آئون ۽ مقبول، سائين لطيف ۽ ڊاڪٽر بختاور چام رڪشا ۾ دوائون کڻي حيدرآباد جي نئين نهنڌڙ سبزي منڊي ۽ اسڪولن ۾ ڊوڙندا رهياسين، ڇئن ڏينهن ڪانپوءِ ان ئي سبزي منڊي کي سنڌ حڪومت امدادي ڪئمپ قرار ڏنو هو. فقط هي نہ هن جهڙيون ڪيئي اهڙيون سوين ڪئمپون هيون، جن ۾ مچي مانني وارا ۽ مسڪين سڀ گڏ هئا، هو اسان جا هئا ۽ اسان انهن جا هئاسين، سنڌن ذات هڪ ئي هئي، جنهن ذات جو نئون نالو "درد" هو، حيدرآباد سبزي منڊيءَ واري هي ڪيمپ ۽ ان ۾ ترسيل منهنجي سنڌ جا ماڻهو سيلاني تنظيم حوالي ٿيا. آئون هن ڪئمپ جو چڻ گهرياتي هجان، خود منهنجو گهر ۽ ڳوٺ بہ تن ڏينهن ۾ چڻ ڪيمپ هو، پر اتي ڪنهن سيلاني جي ديڳن جي ضرورت ئي نہ هئي، اسان تہ پنهنجي حال سارو مٿن مائٽن جي حاضري ڏني، آئون جڏهن حيدرآباد جي رليف ڪئمپن ۾ سنڌ واسين جا حال ڏسندو هيس تہ منهنجي اندر ۾ وڍ پوندا هئا، جڏهن حيدرآباد جي ڪئمپ ۾ مزدا تان پَٽَ جون ٿيلهيون ڪٺي اڇلايون ويندڀون هيون ۽ منهنجي سنڌ جي نياڻين جا چانورن جي هڪ ٿيلهيءَ لاءِ ڊوڙندي مٿن تان روا لهي ويندا هئا. تن ڏينهن ۾ مون پهريون دفعو روح سان اهو محسوس ڪيو هو تہ سنڌ امير هوندي ڪيڏي نہ غريب آهي.

وقت گذري ويو، پر اهي درد ڪهاڻيون نه نٽيون وسرن، ماڻهو پنهنجن ڳوٺن ڏانهن موٽي ويا، ڪين سنڌ حڪومت مدد جا ڪارڊ ڏئي بئنڪن ٻاهران قطارن ۾ ويهاريو، پر آئون ڪيئن وساريا ان امڙ جي لڙڪن کي جنهن جو سڄو خاندان ٻڏي مري ويو هو ۽ هوءَ هيڪلي پئي روئيندي هئي. دنيا ۾ وڏيون قدرتي آفتون آيون آهن، پر هئين نه ناهي ٿيندو، جيئن نه هتي پاڪستان ۾ سنڌ جي ماڻهن سان ٿيو.

ٻوڏ جي درد جي ڪهاڻي ۽ يادن کي سارينديي اهو ضرور لکندس نه 2010ع جي ٻوڏ کان پوءِ امدادي ڪئمپ ۾ مون ڪنهن وزير ڪنهن جاگيردار ڪنهن سردار جي خاندان کي پناهه وٺندي نه ڏٺو، جيڪي سنڌ ۾ راڄن کي طاقت جي لَڪڻ سان هڪليندا آهن، هنن جا نه پاڪستان جي پوش علائقن ۾ هڪ کان وڌيڪ گهر آهن، هتي نه انهن جا سڀ هاري ۽ ووٽر پهتا هئا، جيڪي اسان مان هئا ۽ اسان جي طبقي مان هئا، بنيادي ڳالهه هي آهي نه قدرتي آفتون ٻه هينئين طبقي جي ماڻهن کي وڌيڪ متاثر ڪن ٿيون، جن وٽ اقتدار ۽ اختيار هجن ٿا، اهي سدائين محفوظ رهن ٿا. 2010 واري ٻوڏ تي منهنجا ڪيترائي آرٽيڪل ڇپيل آهن، سوچيان ٿو نه ان کي ڪتابي شڪل ڏجي.

# امڙ ۽ بابا جو وڇوڙو

امڙ حاجل ۽ بابا واحد بخش منهنجا دوست بہ هئا تہ پيءُ ۽ ماءُ بہ، جيسين جيئرا هئا، گرمي سردي جي خبر ئي نہ پوندي هئي. وڇڙي ويا تہ ڄڻ صفا گهاٽي وڻ جي ڇانو مان نڪري نيزي تي آيل سج هيٺ اچي بيٺس. بابا سائين کي کو بہ سگهو ياءُ نہ هو ۽ امڙ بہ اڪيلي هئي، اسان جو هڪ ڪٽنب نہ هو پيار ۽ رشتن جو ڄڻ گلدستو هو. بابا ۽ امڙ جي وڇڙي وڃڻ کان پوءِ مون کي احساس ٿيو تہ يتيمي ڇا ٿيندي آهي. پهريان منهنجي بابا سائين جي وفات ٿي ۽ ڪجهہ سالن اندر ئي امڙ بہ بيمار ٿي ۽ ان ئي سول اسپتال حيدرآباد جي ميڊيسن وارڊ ۾ داخل هئي، جتي بابا جي وفات ٿي هئي، جڏهن امڙ ۽ بابا سخت بيمار هئا، آئون انتهائي مفلسي وارين حالتن ۾ اسپتال ۾ پنهنجي امڙ ۽ بابا جي بيڊ سامهون ويهي ڪين محبتن پرين نظرن سان نهاريندو هيس. منهنجي خواهش هئي تہ هو وري ڪِلِي مُرڪي پنهنجي گهر هلن. پر بيماري هئي جو وڃڻ جو نالو ئي نہ پئي ورتو. اسپتال ۾ ويني جڏهن آئون اداس ٿي ويندو هيس تہ ڊاڪٽر عطا ميمڻ، ڊاڪٽر انعام خشڪ، ڊاڪٽر ڪلديپ، ڊاڪٽر رحيم سولنگي (مرحوم) نہ رڳو بابا ۽ امڙ جو علاج ڪندا هئا، پر ان ويل سندن آٿت ۽ ڪچهريون مون لاءِ حوصلي جو سبب بڻيون.

بابا جي وفات کانپوءِ مون ننڍي ڀاءُ مقبول ملاح جي شادي وارو فرض نڀايو، امڙ حيات هئي ۽ ان جي دعائن جي ڪنيل هٿن ڪري آئون اهي ڏينهن ڏکيا سکيا نڀائي ويس. امڙ جي وفات کان پوءِ هاڻ آئون ڪٽنب جو وڏو هيس ۽ آهيان، امڙ ۽ بابا جي وفات کان پوءِ ڀاءُ نعيم 8 درجي ۾ نور محمد هاءِ اسڪول جو شاگرد هو، ٻه ڀيڻون زرينه ۽ روبينه زبيده ڪاليج ۾ يارهين ۽ ٻارهين درجي ۾ پڙهي رهيون هيون، منهنجي ڀاءُ مقبول ايل ايل بي پئي ڪئي، فرضن جو هڪ وڏو جبل منهنجي ڪلهن تي هو ۽ آئون اڪيلو هئس. ڪامريڊن جي تربيت ۽ حوصلن ڪري نه رڳو مون سڀني رشتن سان نڀايو، پر زرينه سنڌ يونيورسٽي مان ايم اي، روبينه بي اي، نعيم ايم ايس وارا امتحان پاس ڪيا ۽ هاڻ هو ايم فل ڪري رهيو آهي، مقبول ايل ايل بي ڪئي پر پريڪٽس ڪرڻ بجاءِ ڊولپمينٽ سيڪٽر ۾ پنهنجا فرض نڀائي رهيو آهي. منهنجا سڀ ڀيڻ، ڀائر پنهنجن گهرن ۾ ٻارڙن سان گڏ خوش آهن، خوشي جي ڳالهه هي آهي ته منهنجي تربيت ڪري هو ٻه پورهيت طبقي، سنڌ ۽ سچ جي پاسي تي بيٺل آهن، مون پنهنجن ٻن نياڻين مَهڪ ۽ سنڌوءَ کي سنڌ يونيورسٽي مان بي اي ڪرائي ۽ هاڻ ٽن پٽن ساحل، آدرش ۽ سرويچ ساگر جي تعليم جاري آهي. آئون ان راءِ جو آهيان ته خاندان ئي قوم جو بنيادي يونٽ هجن ٿا جيڪڏهن باصلاحيت ۽ منظم قوم ناهڻي آهي ته پنهنجي ڪٽنب کي علم، فڪر، سائنسي تعليم ۽ شعور ڏيڻ گهرجي.

# حسن درس جي اک سان ڏٺل سنڌ

حسن درس سان نہ ڄاڻ ڪيتريون ئي ڪچهريون ٿينديون هيون، اسين راتين جون راتيون حيدرآباد پريس ڪلب جي ڇت تي ويهي حيدرآباد جي ٿڌين هوائن جا مزا وٺندا هئاسين. اتي ويٺي هو پنهنجي شاعري ٻڌائيندو هو. مڙ پيئندي حسن جي شاعري ٻڌي اسان جا سرور ٻيڻا ٿي ويندا هئا، آئون ڪيس چوندو هيس، حسن هو ڪانڌيري وارو نظم تہ ٻڌاءِ ۽ ڪلي چوندو هو، ٻي ڪا شاعري چو نہ ؟ آئون سندس خماريل اکين کي ڏسي ڪيس چوندو هيس تہ ان نظم ۾ ڄڻ منهنجو درد سمايل هجي ۽ هو ڪن پل لاءِ خاموش ٿي ويندو هو ۽ هڪ خاص رمز ۾ اچي، پنهنجو هي نظم ٻڌائيندو هو،

ڪانڌيري نالي هو هاري
ڪالهہ مري ويو سيءُ تپ ۾،
ڪانڌيري جو ڏاندن جوڙو،
پر سياري ۾ چورن ڪاهيو،
جنهن تي ڪتي ڪيڏو باهيو،
ها پر رات بہ ڪاري آهي،
جنهن ڪان توبهہ زاري آهي،
۽ جڏهن هو نظم جون آخري هي سٽون ٻڌائيندو هو،

هن کي ڪڏهن تار نہ آئي،
هو جو ڪنهن کي ياد نہ آيو،
هن جي ڪنهن کي سار نہ آئي،
هن جي ڪا ايڊريس نہ هئي،
هن جو ڪو گهر نمبر ناهي،
هن جو گهر آ واٽر ڪپ ۾،
ڪالھ مري ويو سيءَ تپ ۾
ڪانڊيري نالي هو هاري!!

اهو نظم پڙهندي ئي اسين سڀ ماٺ ٿي ويندا هئاسين، هي تہ اهو ڪانڊيرو هو، جنهن جي جياپي ۽ خوشحالي لاءِ اسان انقلابي سياست پئي ڪئي ۽ اها سياست اسان لاءِ ڄڻ اڌوري خوابن جيان رهجي وئي هئي. دير ئي نہ ٿيندي هئي، ٻيو نظم ڇيئي حسن مرڪي محفل جا رنگ ۽ ڪيفيتون ئي مٽائي ڇڏيندو هو ۽ ذڪر ٿيندو هو رولاڪين جو، ڇو تہ هر تخليقار رولاڪ هجي ٿو.

هو رولاڪ هو ۽ ٻيو سنڌ جهاڳيندو هو ۽ هن پنهنجي رولاڪين کي تخليق جي چادر ۾ هينئن اوڍيو هو.

هي هوا تنهنجي، حسن جي هاڪ ۾
پئي ڦري هر ٿام ۾ ۽ ٿاڪ ۾،
هي حسن آوارا گرد آدمي،
تو ڏٺو آ ڇا پلا رولاڪ ۾؟

هو عاشق بہ هو ۽ آرٽسٽ بہ، جڏهن سنڌ ٽي وي جي شروعات ٿي پئي تہ حسن سان اسان جون ڊاڪٽر ڪريم راڄپر جي گهر تي ڏگهيون ڪچهريون ٿينديون هيون. هن جي خيال جي اڏام جو اندازو ايراني رقاصہ خانم گگوش تي لکيل ان نظم مان لڳائي سگهجي ٿو.

خانم گگوش جي تصوير جي فريم ۾
هڪ ملڪ بند آهي،
جتي جي سرحدن ۾،
جواني منع آهي،

هو سراپا عشق هو، تڏهن ته ئي هن هي سٽون تخليق ڪيون.

چپ منهنجا ته سڪن پيا ساگر تي،
اک آلاڻ، تون ڪٿي جانان!

۽ هن تلڪ چاڙهي جي شام ڪي ڪجهه هنن لفظن جي پاڪر ۾ پري ورتو هو.

شام جو تون تلڪ چاڙهي، مان اونهاري جي هوا،
تون اڏامي جڻ ته ساڙهي، مان اونهاري جي هوا.

حسن سان دوستيءَ ۽ محبتن جو سفر جاري هو، پر اسان جي حد کان وڌيڪ ويجهڙائپ تڏهن ٿي، جڏهن حسن درس انڊس فائونڊيشن جو بنياد رکيو ۽ هو جيف نيٽ ورڪ جو سربراهه ٿيو. فيبروري 2010ع ۾ حسن پنهنجي مشائخ هوتي واري ڳوٺ ۾ پنهنجي گهوڙن جي فارم جي افتتاحي تقريب رکي، رات جو صوفياڻي محفل ٿي ته مون سميت سوين سياسي ڪارڪن، شاعر ۽ صحافي دوست اچي ٽنڊوآدم ويجهو حسن جي ڳوٺ پهتا. هن محفل جو رنگ ڪجهه ٻيو هو، رقص هو، پر هي رقص ئي ڪو ٻيو هو، حسن ڪي ڪاري چادر اوڍيل هئي ۽ هو مُرڪي ملي آيل دوستن جو آڌرڀاءُ ڪري رهيو هو. اسان سڄي رات مرشد لطيف سائين، سچل ۽ بلي شاهه جا ڪلام ٻڌندا رهياسين ۽ جڏهن وچن سنڌيءَ حسن جي موجودگي ۾ سندس هي غزل ڳايو.

قونيا ۾ ڪيف وارو، روميءَ جو رقص آهي،
هن دل قلندريءَ ۾، دم دم ڌمال آهي!
هن پٽ ڪي وڃائي، ويڙهي سگهان تو آئون،
هر خيال جي خدائي، ڪيڙي سگهان تو آئون،
مٿيءَ مان هر ڪو ماڻهو، ميڙي سگهان تو آئون،
آواز مان اتڻ جي، ڪيفيت ڪمال آهي!

ان وقت ان محفل جي عجب ڪيفيت هئي، ڪن جو اکيون پنل هيون ۽ ڪن رقص پئي ڪيو، آئون بہ دير تائين رقص ڪندو رهيس، مون ڪي جڻ چير بڏل هجي ۽ اها نظر نه پئي آئي. آئون ان رنگ ۾ هجان، جنهن رنگ ۽ ڪيفيت ڪي حسن هي لفظ ڏنا

هئا،

هي رقص بي خودي آ، ديوانگي صدين جي،
هن ۾ روانگي آ، ساري رڪيل ندين جي،

ان رات جي اتي پڇاڻي نہ ٿي، هيءَ صوفياڻي محفل ۽ ڪچهريون هاڻ هر مهيني ٿيڻ لڳيون ۽ هنن ڪچهرين ۾ هاڻ مختلف نظرين، فڪر ۽ خيالن جا ماڻهو جڙندا ويا. يو اين ڊي پي جيف سمال گرانٽس پروگرام جو نيشنل پروگرام مئنيجر مسعود لوهار سنگت کي گڏ ڪرڻ لاءِ مک ڪردار ادا ڪيو ۽ ان سان گڏ حسن درس جي محبت ۽ تخليق جي چڪ بہ سنڌ ۾ هڪ نئين فڪري ۽ تخليقي ڳانڍاپي کي جنم ڏنو. ان سُنگ ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ هاڻ مون سنڌ کي هڪ نئين شاعراڻي ۽ صوفياڻي اک سان پئي ڏٺو. ڪوهستان جي جابلو سلسلي ۾ وڏي صوفياڻي محفل مچائي سين ۽ ڪرچات ۾ فقيرداد ڪوسي جي سڪ پرئي سڏ تي سڄي سنگت اچي گڏ ٿي. تربيت، سُرندو جهڙن سازن کان پوءِ لوڪ گيت موري تہ صفا روح تازا ڪري ڇڏيا هئا. صحافي دوست غلام حسين خواجہ جڏهن ڪينجهر هندوري جهڙي هئي، ان ڏينهن ڪينجهر ڪپ تي محفل مچائي هئي ۽ اسان تہ ننگرپارڪر ۾. اسان جي پياري دوست عباس ڪوسي جي دعوت تي ٿر پهتاسين، مرحوم صادق فقير اسر تائين ڳايو هو ۽ اسان ننگر ۾ ئي جمن دربدر واتان سندس هيءَ شاعري ٻڌي هئي،

ونئي هر هر جنم وربو،
منا مهراڻ ۾ ملبو،
ختم اونداهہ ٿي ويندي،
چٽي چانڊاڻ ۾ ملبو.

هن ڳايو پئي ۽ سندس اکين مان نير پئي وهيا.

اسان جي دوست مسعود لوهار سُنگ جي ساٿين کي ميهڙ هلڻ لاءِ چيو، ميهڙ ويجهو شاهہ پنجو سلطان ۾ حسن درس جي دوست مسرورسومري وڏي صوفياڻي محفل مچائي هئي. اسان جو گاڏين وارو قافلو حيدرآباد مان نڪتو ۽ پهرين اسان لال باغ ۾ قلندري

سلسلي جي بزرگ سائين احمد علي قريشي جي مزار تي حاضري ڀري. حسن کي ڪاري چادر اوڍيل هئي ۽ مون اتي حسن کي دعا گهرندي لڙڪ هاريندي ڏٺو، حسن پنهنجي شاعري ۾ به سائين احمد علي کي هنن لفظن ۾ ڀيٽا ڏني آهي.

بندا بابا قريشي سان اچي جنهن باغ ۾ لهندا،
سجايل سيج سيوهڻ جي تڪيا تن جا اتي ٺهندا.

اسان قلندر لال شهباز تي حاضري ڏئي ميهڙ ويجهو شاهه پنجي ۾ پهتا هئاسين. اچ ته وڏي سنگت گڏ ٿي هئي، ڪهاڻيڪار عبدالقادر جوڻيجو، منظور ميراڻي، نجم سومرو، محمود فقير، منير شاهه، سائين اسحاق، آئون، لالا رحمان، مهيش ڪمار ۽ امير منڊرو سميت سوين دوست، ڪهاڻيڪار، ليکڪ ۽ اديب اچي گڏ ٿيا هئا. سڄي رات ٽمڪندڙ ستارن هيٺان ويهي صوفياڻي محفل ٻڌي سين. صبح جو سوير مسرور جي ڀنيءَ ۾ سنڌ جي اربيلي شاعر حسن درس جو تڪيو قائم ٿيو ۽ اسان سمورن دوستن اتي وڻ پوکيا ۽ مسرور ناليواريون تختيون هڻايون. هن ئي سفر ۾ حسن ۽ منهنجي تصوف، شاعري، روحانيت ۽ رقص تي تفصيلي ڪچهري ٿي. اسان جڏهن شاهه پنجو سلطان کان پٺ شاهه پهتاسين ته استاد اميرعلي لطيف سائين جا سر ڳائيندو، اسان جي قافلي اڳيان هلندو رهيو، حسن لطيف جي اڱڻ تي ٿيندڙ فقيري رقص ڏانهن اشارو ڪندي مون کي لطيف جي فقيري رقص ۽ قلندر لعل شهباز جي اڱڻ تي لڳندڙ ڌمال جي فقيري رمز سمجهائي. آئون ته هاڻ قلندر لعل شهباز جي ميلي تي ڌمال هڻندڙ ڪنهن آرٽسٽ ڇوڪريءَ جي ڪيفيتن کي روح سان محسوس ڪري رهيو هيس، جنهن لاءِ حسن چيو،

رقاصه قلندر تي بيني نچي،
جوان ڪيئن ته مجرو ڪري ٿي پئي.

اسان ڪيس هر رمز ۾ ڏٺو، اسان جي هن سفر ۾ منهنجو يار ذلف پيرزادو به شامل ٿي ويو. اسان کي اجا سنڌ ڏسڻي هئي، پر حسن سان زندگي نڀائي نه سگهي ۽ هو 16 جون 2011ع جي رات جو

قاسم آباد ۾ گهر ويندي پونم پيٽرول پمپ سامهون نهيل چوئنڪ تي مهراڻ ڪار ٽڪرائڻ سبب اسان ڪان وڇڙي ويو. اسان ڪي جڏهن اها خبر پئي تہ سچ تہ اعتبار ئي نہ پئي آيو، اسين خبر پهچندي ئي صبح جو سندس ڳوٺ مشائخ هوتي ڏانهن روانا ٿياسين. حسن جا سوين دوست هئا، جيڪي روئندا، ڳوڙها ڳاڙيندا اچي مشائخ هوتي پهتا. حسن اسان ڪان وسري ئي نٿو، هو پاڻ ئي تہ چئي ويو هو،

توکي ياد ٻڌايان وينو،
توکي ياد سٽايان وينو،
تون ئي لکي وٺ منهنجو لهجو،
توکي ياد لکايان وينو،
تون ئي ٻڌي وٺ منهنجون ڳالهيون،
توکي ياد ٻڌايان وينو.

حسن ۽ منهنجو هڪڙو بيو رشتو بہ آهي، حسن جيان منهنجو بہ لاڙ سان روحاني ڳانڍاپو آهي ۽ آئون ڪيئي بهانا ڪري پيو لاڙ جا پيرا پريندو آهيان. ڪڏهن ٽنڊوباگو جو دوست، دوست محمد چانڊيو تہ ڪڏهن بدين جا دوست رازق ڏنو ڪوسو، حاجي محمود گهمڻ، هارون گوپانگ، مصطفيٰ جمالي ۽ بي سنگت پئي محفل مچائيندي آهي، جڏهن بہ لاڙ وڃڻ ٿيندو آهي، حسن ۽ ان جي هيءَ شاعري ياد ايندي آهي.

پکي پرديس جا، سورج پرن پويان لڙي ٿو پيو،
ورڙ ان واٽ تي وينل، اکيان جت رڻ رڙي ٿو پيو.
لڳي وئي لاڙ سان آ لنئون، اوهان کي ڇا پلا بيو چئون،
اسان کي عشق سارين جئين، چندي ڦوڪي چڙي ٿو پيو.
عمر جي آگرين مان ڏس! ڦلن وانگي ڇٽون تا پيا،
سجڻ سگريٽ سستي جيئن، سجو ماڻهو سڙي ٿو پيو.
پراڻي عشق پوڙهي جي، وڃت نڙ ڦوڪ مان نڪتي،
ملڻ هي مير محمد جو جوانين کي جڙي ٿو پيو.
اوهان مرڪي ملي آخر، هليا ويا شهر پنهنجي ڏانهن،

اسان جي ڳالھ جي ڳل تان، اجا ڳوڙھو ڳڙي ٿو پيو.
وطن ۾ بي وطن، معشوق عاشق جو ملڻ ڪھڙو،
زمانو زور تي تڙ تان، تماچين کي تڙي ٿو پيو.




اقبال ملاح جي فنڪشنل مسلم ليگ جي سربراهه ۽ حرن جي روحاني پيشوا پير پاڳاري سان ڳالهه ٻولهه دوران نڪتل تصوير(سال 1992ع)



اقبال ملاح جي بلوچ قومپرست اڳواڻ محترم خير بخش مري سان نڪتل تصوير، صحافي سڪندر علي بروهي به گڏ ويٺل آهي




ڪامريڊ ڄام ساقي جي امن مارچ دوران نڪتل تصوير، اسٽيج تي سندس ساٿي معشوق ملاح تقرير ڪندي



اقبال ملاح جي دلي دوست ڪامريڊ علي حسن چانڊيو ۽ قومپرست اڳواڻ بشير خان قريشي جي يادگار تصوير



اقبال ملاح پ پ اڳواڻ ۽ سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير سيد قائم علي شاھ سان حيدرآباد پريس ڪلب اچڻ وقت هٿ ملائيندي، جنهن ۾ ناميارو صحافي خالد ڪوکر بہ گڏ بيٺل آهي



اقبال ملاح جي سنڌ ترقي پسند پارٽي جي چيئرمين ڊاڪٽر قادر مگسي سان نڪتل تصوير، حيدر ملاح بہ پرسان بيٺل آهي



اقبال ملاح سانا جي 2007ع جي نئين چونڊيل باڊي جي آجياڻي کي خطاب ڪندي، اسٽيج تي
ناليوارو دانشور محترم رسول بخش پليجو، محمد ابراهيم جويو، ذوالفقار هاليپوٽو، سانا جو ان وقت جو
صدر محترم عزيز ناريجو ۽ سنڌ جو موجوده وڏو وزير سيد مراد علي شاهه ويٺل آهن



اقبال ملاح انساني حقن جي تنظيم (ايچ آر سي پي) جي اڳواڻ گل سعديه سان
گڏ ووميڻ ٿاڻي حيدرآباد ۾ ظلم جي ستايل ڏرتي ڏياڙي جا درد ٻڌندي



ساجي پاسي کان عوامي آواز جو ڊپٽي ايڊيٽر جاويد ميمڻ، اقبال ملاح ۽ عامر خٽڪ
صوفي فقيرن سان گڏ سچل سرمست جي درگاهه تي حاضري ڏيڻ کانپوءِ واپس ايندي




امداد چانڊيو، ڊاڪٽر نياز سومرو، ڪامريڊ جام ساقي ۽ ڪامريڊ غلام رسول
سهتو ڪامريڊ جام ساقي جي سالگرهه واري تقريب جي موقعي تي گڏ ويٺل آهن.




اقبال ملاح نيپال جي گادي واري شهر کٺمنڊو ۾ سارڪ ملڪن جي صحافين جي تنظيم سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن پاران ڪيل امن مارچ واري مظاهري ۾ سارڪ ملڪ جي صحافين ۽ اديبن سان نڪتل تصوير



اقبال ملاح جي شادي وقت ڪابي ڏر جي اڳواڻن ڪامريڊ پروفيسر جمال نقوي، مزدور اڳواڻ ڪامريڊ جاويد شڪور سان گڏ نڪتل تصوير



اقبال ملاح جو دوست معشوق ملاح ماسڪو ۾ مارڪس جي مجسمي سان گڏ بيٺل آهي




اقبال ملاح صوفي راڳ جي محفل ۾ جهمريون هڻندي



اقبال ملاح جي حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ميٽ دي پريس دوران شهيد مير مرتضيٰ جي ونيءَ پ پ شهيد ڀٽو جي چيئرپرسن محترمہ غنويٰ ڀٽو سان نڪتل تصوير



اقبال ملاح سن شهر ۾ سائين جي ايم سيد سان ملاقات ڪري واپس موٽندڙ سنڌ نيشنل فرنٽ جي چيئرمين ممتاز علي ڀٽو ڪان ڪاوش اخبار لاءِ انٽرويو وٺندي



ساٿي پاسي کان اسحاق مگريو، جعفر ميمڻ، اقبال ملاح، لالا رحمان سمون، عبدالقادر جوڻيجو، مسعود لوهار، حسن درس ۽ فقيرداد کوسو جي ڪير ٿر پارڪ ڏانهن روانگي کان اڳ هڪ يادگار تصوير.



اقبال ملاح ۽ بشير خان قريشي جي يادگار تصوير، جنهن تصوير ۾ جيئي سنڌ قومي محاذ جي مرڪزي قيادت به موجود آهي



اقبال ملاح ۽ بشير خان قريشي سياسي صورتحال تي ڳالهائيندي



”ظلم کي ضابطي هم نهين مانتي“ ساڄي پاسي کان لالا رحمان سمون، سهيل سانگي، اقبال ملاح، احمد خان شيخ ۽ خالد کوکر صحافين تي تشدد وارن واقعن خلاف ٿيل احتجاج ۾ شامل آهن



اقبال ملاح ٻن پائرن مقبول ملاح ۽ نعيم ملاح سان گڏ عوامي تحريڪ جي سربراهه رسول بخش پليجو سان ڪچهري ڪندي.



اقبال ملاح کي سنڌ جو اربيلو شاعر حسن درس اجرڪ پارائيندي.



انساني حقن جي اڳواڻ عاصمه جهانگير پورهيت عورتن سان گڏ خوشگوار موڊ ۾.



ساڄي پاسي کان ناميارو دانشور غلام نبي مغل، اقبال ملاح، علي حسن ملاح ۽ مهيش ڪمار جي نامياري دانشور ۽ ڏاهي امر جليل سان گڏ يادگار تصوير.



اقبال ملاح جي گل محمد جکراڻي سان ڳالهه ٻولهه دوران ورتل تصوير



اقبال ملاح حيدرآباد جي گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري ۾ ساليانئ امتحان دوران تعليم جي صوبائي وزير عبدالسلام ٿهيم سان گڏ امتحاني سينٽر جو جائزو وٺندي.



ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ اقبال ملاح من اندر جون ڳالهيون ڪندي



اقبال ملاح صوفياڻي سنڌ جي ڪاروان ۾ عوامي آواز جي چيف ايڊيٽر ڊاڪٽر جبار خٽڪ، ناصر خٽڪ، استاد امير علي ۽ صوفي راڳين سان گڏ لطيف جي درگاھ تي حاضري لاءِ ويندي



ساڄي پاسي کان محمد ابراهيم جويو، اقبال ملاح ۽ نذير ميمڻ سال جي آخري سج کي الوداع ڪرڻ وقت سنڌو درياھ المنظر وٽ




اقبال ملاح پاڪستان ۾ وڌندڙ دهشتگردي وارن واقعن خلاف وومين ايڪشن فورم طرفان ٿيندڙ احتجاج ۾ عرفانه ملاح، حسين مسرت شاهه ۽ سول سوسائٽي جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان گڏ شرڪت ڪندي.




اقبال ملاح ۽ سماج سڌارڪ ڪامريڊ منير ميمڻ امڙ جندو کي ايوارڊ ڏيندي.



اقبال ملاح صحافين سان گڏ سنڌ اسيمبلي سامهون صحافين جي حقن لاءِ
لڳل ڌرڻي ۾ ويٺل آهي



اقبال ملاح سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي جي سربراهه سيد جلال محمود شاهه سان ڳالهائيندي




اقبال ملاح حيدرآباد ۾ صحافين مٿان ٿيندڙ تشدد وارن واقعن خلاف ٿيندڙ احتجاجي مظاهري ۾ نعرا هڻندي

اسان مرڻ نا هيون

اقبال ملاح

ٻاک ڦٽي پبليڪيشن سن



# سچ جو پانڌيئڙو اقبال ملاح

شاگرد سياست هجي يا ايم. آر. ڊي جي تحريڪ هو سدائين جدوجهد جي ميدان ۾ رهيو آهي، هن جڏهن سياست جي شروعات پئي ڪئي ته ان وقت سنڌ جي مسڪين ماڻهن سان وڏيرن، ڌاڙيلن ۽ پوليس جو ظلم انتها تي پهتل هو. سنڌ جي ماڻهن کي وڏيرن، ڌاڙيلن ۽ پوليس جي ظلم کان بچائڻ لاءِ اقبال ملاح عملي جدوجهد ڪندو رهيو. سياست کان صحافت جي ان سچي زندگيءَ جي سفر ۾ هو سنڌ جي سمورين سياسي جماعتن کي گڏ ڪرڻ لاءِ جاکوڙيندو رهيو آهي، اقبال ملاح جون ”عوامي آواز“ ۾ ڇپيل لکڻيون ايتريون ته وسيع آهن جو اهي لکڻيون ٻين ٻولين ۾ نکرنديڙ اخبارن ۾ به ڇپجڻ گهرجن ته جيئن هر ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهو تائين سندس لکيل اهو سچ پهچي سگهي.

مون کي اهي ڏينهن به ياد آهن ته ڪامريڊ ساٿين جڏهن 1991ع ۾ لانگ مارچ جو فيصلو ڪيو ته اقبال ان لانگ مارچ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هو پانڌيئڙن سان گڏ پيرين پنڌ هلندو رهيو.

اقبال سدائين سچ جي پاسي تي بيٺو آهي، ڇاڇي واحد بخش جو هي لاڏلو فرزند ڪنهن به طاقت آڏو ناهي جهڪيو. جيڪڏهن هي مصلحت ڪري ها ته ڪروڙين روپيا سندس قدمن ۾ هجن هان، پر هن زندگي ۾ ڪا به مصلحت نه ڪئي ۽ سڄي زندگي ملڪ جي مارئڙن جي پاسي بيٺو رهيو. اقبال ملاح پنهنجي عمر کان وڌيڪ شعور ۽ سمجهه ڀريو رهيو آهي، بظاهر هو ايترو عمر جو نه لڳندو آهي، جيترو هو باشعور آهي. اقبال جي ڪردار کي سامهون رکندي ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته نوجوانن کي وڌيڪ شعور ڏجي ته جيئن مظلوم ماڻهن جي ويڙهه ۽ سماجي تبديليءَ واري تحريڪ کي اڳتي وٺي وڃي سگهجي. اقبال ۽ منهنجا ان وقت جا ڪامريڊ ساٿي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ تي وڌو ڌيان ڏيندا هئا. هو ايترو ته پڙهندا هئا جو اڻپڙهيل ماڻهن کي سئو ڳالهيون سمجهائي سگهندا هئا. هو سچ جي ڳولا ۾ هئا ۽ منهنجي نظر ۾ سچ اهو آهي، جيڪو سمجهائي سگهجي، پر جيڪو سچ سمجهائي نه ٿو سگهجي اهو پنهنجي معنيٰ وڃائي ويهي ٿو.

ڪامريڊ جام ساقي (حيدرآباد)

ڦهرين جون 2017ع

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَڻَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَڻَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسل وارا پَڻَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَڻَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَڻَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَڻَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَڻَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَڻَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڪَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڑھندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چــو، چــالاءِ ۽ کـيـنـئـن** جهـڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪـرڻ جي ڪـوشَ ڏيـن ٿـا ۽ انهـن تي ويچار ڪـرڻ سان گڏ جوابَ ڳـولڻ کـي نـہ رڳـو پنهنجـو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتـابن کي پاڻ پڑهڻ ۽ وڌ کـان وڌ مـاڻهن تـائين پهچـائڻ جي ڪـوشـش جديد ترين طريقن وسيلي ڪـرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڑهـڻَ، پڑهـائڻ ۽ ڦهلائـڻ جـي اِن سهـڪاري تحريـڪ ۾ شـامل ٿـي سـگهـو ٿـا، بَـس پنهنجـي اوسـي پاسـي ۾ ڏِسـو، هـر قسـم جـا ڳـاڙهـا تـوڙي نيـرا، سـاوا تـوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڑلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)